प्रभु सनमुख भएँ नीच नर होत निपट बिकराल।
रबि रुख लखि दरपन फटिक उगिलत ज्वालाजाल ॥
ठाढ़ो द्वार न दै सकैं तुलसी जे नर नीच।
निंदहिं बलि हरिचंद को का कियो करन दधीच ॥
राकापति षोड़स उअहिं तारा गन समुदाइ।
सकल गिरिन्ह दव लाइअ बिनु रबि राति न जाइ ॥
सरल बक्र गति पंच ग्रह चपरि न चितवत काहु।
तुलसी सूधे सूर ससि समय बिडंबित राहु ॥
बड़े पाप बाढ़े किए छोटे किए लजात।
तुलसी ता पर सुख चहत बिधि सों बहुत रिसात ॥
राज करत बिनु काजहीं करहिं कुचालि कुसाज।
तुलसी ते दसकंध ज्यों जइहैं सहित समाज ॥
सुमति बिचारहिं परिहरहिं दल सुमनहुँ संग्राम।
सकुल गए तनु बिनु भए साखी जादौ काम ॥
कलह न जानब छोट करि कलह कठिन परिनाम।
लगति अगिनि लघु नीच गृह जरत धनिक धन धाम ॥
छमा रोष के दोष गुन सुनि मनु मानहि सीख।
अबिचल श्रीपति हरि भए भूसुर लहै न भीख ॥
दीरघ रोगी दारिदी कटुबच लोलुप लोग।
तुलसी प्रान समान तउ होहिं निरादर जोग ॥
बिन आँखिन की पानही पहिचानत लखि पाय।
चारि नयन के नारि नर सूझत मीचु न माय ॥
फूलइ फरइ न बेत जदपि सुधा बरषहिं जलद।
मूरुख हृदयँ न चेत जौं गुर मिलहिं बिरंचि सम ॥
कूप खनत मंदिर जरत आएँ धारि बबूर।
बवहिं नवहिं निज काज सिर कुमति सिरोमनि क्रूर ॥

تلسيءَ جي ڏٺان موجب، دنيا اندر سڀ مترءَ سڄڻ سروگڻ سمپن آهن، فقط آءٌ ئي اڌورو رهيل آهيان. انهيءَ ڪري انهيءَ داس ـــ ي ئ سڀني پورڻ پرشن کي ڏيا ضرور ڪرڻ گهرجي. اها ئي سمجهي اوداس سڀني جي حضور ۾ آهي.



ڇڪ گرنٿ ۾ ڏسو ڪدائي درست ڪري پڙهوڪري ويلائي
پل ڪيڻ کان اڳين آ ٿيڪ تلسي سمجهي پڻ ٿو پرتيت.

گرنٿ پڙهندي ڪاٿ ڇوڪ جيڪڏهن ڏسو ته ڀلائي ڪري اها درست ڪري پڙهو. تلسي داس جي نظر ۾ اهو ئي نمولو ليڪ آهي ڇڪن کي درست ڪرڻ جو.



فقط ڇوراسي ئـاهي ڇند ست سـو ست دوها قلمبند
سوُنهن چوئيتاليهه اندر سورٺا امـرت جهڙا سڀ منـا.

هن گرنٿ ۾ ڇند فقط ڇوراسي ۽ ست سو ست دوها آهن. سورٺا ڪل چوئيتاليهه آهن، سڀ امرت جهڙا منا آهن، جي پريم ڀاونا سان پڙهبا.



ست پنجيهه سوُ ڪل چوُپايون چوندي منجهه راماڻ سمايون.
تلسي داس چوي سندر ٿيو سـڌ ڪارج ڪٽي رام ڪيو.

پنجيهه سو ست چوپايون چوندي هن راماڻ کي پورو (سماپت) ڪيو، تلسي داس چوي ٿو ته منهنجي نظر ۾ هڪ سندر پستڪ لکي پيو آهي ۽ رامچندر ڀڳوان ئي ڪٽي منهنجو پرڌ سڀاڻي ڪارج سڌ ڪيو آهي.

## لوَ ڪُش ڪانڊ سماپت

# ★ گوسوامي تلسيداس ڪرت راماڻ سماپت ★

ائين چئي ڀڳوان اهڙي طرح الوپ ٿي ويو جهڙيءَ ريت ڪنوڻ ڪڪرن ۾ سمائجي ويندي آهي. آڪاش ۾ ديوتائن ۽ ابن سيني رشين منين جيءَ جيءَ مڃائي، ٻيا سڀ لوڪ، چڱ لوڙي اچڻ، سيني کي ڀڳوان پاڻسان وٺي ويو. اي ٻاروٽي، اها سموري ڪٿا تون من ۾ رکي ۽ انگ انگ ۾ سمائي رک.



وڪرم سؤ نيويهه جو شڀ سال صبح ٻڄي چئين ۽ ٻڌوار

ورت رکي مؤن آرنڀ ڪيم سيس گروءَ جي چرڻ ڌريم

ٻه هزار نيويهه سمت جي شڀ سال، ٻڌر جي ڏينهن، پرڀات سمي مؤن ورت ڌارڻ ڪري مون هيءَ ڪٿا ڪارڻ شروع ڪيو. ڪاڻ من ۾ خواهش ڪاڻ رکيم ۽ ستگورو مهاراج جن جي مورتي (سرسوتي ديويءَ جي مورتيءَ سان گڏ) اڳيان رکي، انکي سر نمائي چرڻن ۾ ارداس ڪري رچنا جو آرنڀ ڪيم.



پريڀ ڪرپا پوري ڪئي گرنٿ رچنا جي آس

رام نوميءَ کان چند ٻڌي ڏينهن سترنهن پنج ماس

ڀڳوان رامچندر جي گرنٿ رچڻ جو ڪارج، جو سالن کان سانڍيل هو، سو پنهنجي اپار ديا سان پورو ڪيو. رام نوميءَ جي شڀ ڏڻ کان وٺي ٻڌي مهيني جي چنڊ تائين ڪل پنج مهينا ۽ سترنهن ڏينهن لڳا.



ستگور مترن ۽ ڪوين جهجهي مڪي آسيس

هٿ جوڙي ٿورا مڃيان نمائي چرڻن سيس.

ستگورو ديو جي مهاراج، شري سوامي ١٠٨ مهاراج چيتن آنند جن، ابن مترن ۽ ڪوين، جهڙوڪ شري هري 'دلگير' ۽ ابن، تمام گهڻي آشيرواد موڪلي ۽ شڀ اڇائن جي ورکا ڪئي. ڪين هٿ جوڙي مان نمسڪار ڪريان ٿو چرڻن ۾ سر نمايان ٿو.



مون ليکي جڳ ۾ ٻيا سڀ پورن آءُ آهيان هڪ مڇهان اڌورن

تنهن لءِ ڪرپا ڪريو ضرور ونيه تلسي جي اوهان حضور

ويدمنتر اچاريا، دل ۾ خوشي سمائي پريم ۽ ڀڳوان جي روپ ۾ سمائجي ويو. شترگهن ۽ سرجو نديءَ جي جل ۾ ڏيان رکي ۽ خوشي مناڻي وڃي ڀڳوان سان مليو. بالدرن جي سڄي سڀا ۽ رام جو اٽلو جهيڙي پنهنجي پنهنجي ڌام ولي. سگريو ۽ ٻين جا چرن وندي سڀوءِ لوڪ ۾ هليو ويو!



سهت ديون رگهوڪل پيو شڻ جـل ويجهو بس آيــو
ان اوسر اناد پريپ پوڪــر وِڇــن شـد ٻالهايو.
مهنو هڪ ساري سرجو ڪناري جيو جو اچي اُتي
اُتم ومان ڪي چاڙهي پد نرواڻ سنياري پهچايو سؤلي رستي

شري رامچندر ۾ سرجو نديءَ جي جل جي ويجهو آيو. برهما آد ديوتائن کي ايرو شد لفظن ۾ چيو ته هڪ مهيني تائين اوهين اُتي ترسو. جو جو منش اُتي اچي، انهيءَ کي اتم ومان تي چاڙهي موکيه پد ڏيو.



من ٻريم رکي سرجو ڪنٺ اچي نت پرت سنان ڪري
پرم پــد پائي نرمون ۾ سمائي سنسار ساگــر پار تري
سـدا جنم پــر جنميا ارڌ شهر رهيا اُتي ڏينهن رات سدا
تــن آٽيو مــون ڌام اُماٽيو بــاٽي بــڏو هيءَ منا!

من ۾ ٻريم رکي جيڪو ۽ انسان سرجو جي ڪناري تي اچي ۽ روزانو نيم سان سنان ڪندو سو ضرور پرم پد کي پراپت ڪندو ۽ مون ۾ سمائجي ويندو ۽ سنسار ساگر سولائيءَ سان پار ڪندو. جيڪي ۽ انسان اجوڌيا شهر ۾ جاوا آهن ۽ ڏينهن رات رهيا آهن تن کي ولي منهنجي ڌام پهچايو. ائين منهنجي ٻاڻي، اي برهما ۽ ٻيا ديوتا چڱيءَ طرح ٻڌو.



چئي وچن ڀڳوان، ڏيو انترڌيان، بجلي جئن ڪکرسمائي
ديو من هرکو پڻ ڪلسي سيڪو جيم جيم جيم منائــي
ريت ان رگهوپت، چر اچر سهت، ڌام پنهنجي وٺي ويو
سڄو پــرسنگ، رک ردي ڌر انگ، شو پاروتيءَ چيو.

اوڏيءَ مهل ڏرم راءِ برهما وٽ ويو ۽ کيس ٻڌايو تہ ڀڳوان پنهنجي ڌام وڃڻ لاءِ سرجو جي ڪناري تي اچي رهيو آهي! اهو ٻڌي سڀني ديوتائن برهما، وشنو ۽ مهيش سميت ۽ سنڪاد ۽ ٻيا سڀ رشيشور ۽ ناراد پرش ساڻ ڪري نديءَ تي آيا.




سڀني قسمن جا رٿ وماڻ آڪاش ڀريو ٿي ڪيئن وڪاڻ؟
نڀ ۾ "جيہ جيہ" ڌني لڳي خوش سڀ ٿيا وردان وٺي.

ڪروڙين رٿ ۽ وماڻ آڪاش ۾ ڀرجي ويا. تنهن ڪي ڪير ورنن ڪري سگهي. آڪاش ۾ "جيہ جيہ" جي ڌني لڳي ويئي. سڀيئي وردان وٺي خوش ٿيا.




ڏسجن رستي ٽي ٻاڇا رٿن جبل ڪٽليون جڻ پيون اُڏن.
ڪري سپرش جل جو ٽن ڌاري
چترڀج روُپ ڌري سک ڪاري.

رستي لي وماڻن جا ٻاڇا ائين پيا ڏسجن جڻ نہ جبل لي ڪٽليون گهمي رهيون آهن. ان وقت جيڪو بہ پران ڌاري يا جيو سرجو جي جل کي ڇهندو ويو سو چترڀج روپ ڌارن ڪندو ويو.




چڙهي وماڻ نج ڌام سڌايو اِندر سميت سڀ ديون لڄايو!
اُڀ مان اننت گل ورکا ٿي نچيون اپڇرائون ڌني لڳي

شري رامچندر وماڻ ۾ چڙهي پنهنجي ڌام سڌايو ۽ اهو ڏسي اِندر سميت سڀ ديوتائون بہ اها سوڀيا ڏسي لڄي ٿيا. آڪاش مان گلن جي ورکا لي. اپڇرائون ناچ ڪرڻ لڳيون آڪاش ۾ رام نام جي ڌلي ٻڌڻ ۾ آئي.



ويد اُچري پرت ٿي پرسن چت سروپ ڀڳوان ۾ لين ٿيو
جل سرجو پرسي شترگهن هرشي پرم پريوءَ ساڻ مليو.
باندر سڀئي رکي رام نئن هرڪنهن کيو وڃي ڌام ڳون
پريو پد وندي ساڻ اننـدي سگريو سورج منڊل کيو رمڻ.



ڏيئي ڏيرج سين سڏايو پاڻ پريو سرجو تٽ آيو
ڏکڻ پرت ۽ اُتر شترگهن پرواسي هئا پنهين سندن.

سيني کي ڏيرج ڏيئي ڀڳوان پوءِ سرجوءَ جي ڪناري تي آيو. سندس ساڄي پاسي ڀرت ۽ کاٻي پاسي اتر ۾ شترگهن هو. پيا سڀ پرواسي ۽ خلق سندن پٺيان هلي. ڪٿي به اهڙيءَ خلق ۾ هئا.



اگن ويد ۽ گائتري چند منش تن ڌاري برهمڻ سنک
ي پيتامبر نرايمان چراچر جڙ چيتن ساڻ

اگن ديوتا، ويد، گائتري، چند سڀ منش ديهه ڌاري برهمڻ سان گڏ هئا. ڀڳوان پيتامبر پهري ايمان ۽ دک کان رهت، ۽ جڙ لوڙي چيتن ۽ چر اوڙي اچر سڀ ساڻ ڪري هليا.



سندر روپ ڌري ديو آيا چرتر ڪيا جي رام سهايا
تنهن تائي آيو پوَن ڪمار وچن چيا پريو امام اپار

سڀ ديوتائون سندر روپ ڌاري منش ديهيءَ ۾ اچي آيا. ڀڳوان سائڻ اهو ورتاءُ ڪيو، جو سندس شان وٽان هو. انهيءَ وقت پون ڪمار ۾ اچي آيو ۽ ڀڳوان سندر ۽ مڌر وچن چيا.



چرن جيو رهه اهر لون سج چند جيسين شيش
تو سيوي ، تنهن مِتن سڀ ڪٺن ڪشٽ ڪليش .

ڀڳوان پوءِ هنومان کي چيو تہ اي پٽ، تون چرنجيو رهه. جيستائين سورج، چند ۽ ڌرتي آهن ۽ شيش ناڳ آهي تيستائين تون رهندين. جيڪو تنهن جي نالي جو جاپ ڪندو تنهن جا سڀ دک ۽ ڪشٽ مٽي ويندا.



ڌرم راءِ برهما وٽ آيو ڪنٺ سرجو اچڻ رام پڌايو
هليا ديو سڀ پڻ سنڪاري جي من پرم انوپ انادي .

اسين سڀني عمر لنهنجي چرنن جي پريت من ۾ سانڍي آهي. هاڻي انت وقت ۾ به اسانکي اياڳي نه ڪريو. پدهمجا داس جاڻي اسانکي به ساڻ وٺي هلو ته سڀ سڀاڳ سڏجن!



سنيهم ميه وچن پڌي سهايا "هلو پيا" چئي شانت ڪرايا.
وقت ڏسي سگريو اُت آيو ڪشقند جو تنهن راجا بڻايو.

ڀڳوان سڀني جو اڻ ميو پريم ڏسي چيو ته "هلو پيا". ائين چئي سڀني کي راضي ڪيائين. انهيءَ وقت سگريو به آئي آيو جنهنکي ڪشقند جو راجا بڻائي تلڪ ڏنائين.



جامونت ۽ وڀيشڻ ويـر نـل ۽ نيل دوڏ رڻ ڏير
ڪروڙين باندر ديو اوتار اُت آيا جت ڪرپا ڀنڊار

جامونت ۽ وڀيشڻ، نل، نيل، دوڏ ۽ ٻيا ڪروڙين باندر جي اڳئين جنم ۾ ديوتا هئا سي سڀ آئي آيا جتي ڀڳوان هو.



چيو پريو پڌ لنڪيش سؤ ڪلپ ڪر راج تون
وچن اڻ ٽر مون شيش انت امرپر هلـيو اچج!

ڀڳوان پوءِ وڀيشڻ کي چيو ته اي لنڪيش، تون سؤ ڪلپ راج ڪري انت ۾ امرپر هليو اچج. منهنجا اهي وچن ٽري نٿا سگهن. تون امر ٿي رهندين.



چيو جامونت پڌ مون پاڻـي
دواپـر تائين رهه ائين مـن جاڻـي
ڪرشن روپ ۾ ميلو ٿئي پڌ پيرم منهنجي جـاڻ پوي

وري جامونت کي چيائين ته تون دواپر يگ تائين ترس. جڏهن مان ڪرشن جو اوتار ڌاري جنم وٺندس تڏهن توسان لڙائيءَ جي ميدان ۾ واقفيت ٿيندي ۽ توکي خبر پوندي ۽ مونکي سڃاڻي سگهندين.

بهدي وڏي ڀٽ ڪش کي ايوڌيا جو راڄ ڏنئي ۽ راڄ تلڪ ڏيئي ليس سيکاري. هنکي رام آگيا ڪئي ته اي ڀٽ، ٻالڪن لـــي مورتان رهجانء ۽ راڄ ليس جو خيال رکي ڌرم جو راڄ ڪجانء. راجا پولو هٿڙ گهرجي، اهو خيال ڪجانء.



اُتردشا جا گهڻي هئي دوُري   سک سمپت اُت هئي گهڻيري
لـو ڏنــو ســـو ڪرپانڌان   ڏگر نـــہ ڀيو ڪــو آوڌ سمان.

اتر ديش، جو گهڻو دور هو پر اتي سک سمپدا جان لان وڏيڪ هئي سو لو کي ڏنائين. پر مکيه ڳالهه ته ايوڌيا سمان ته ڪو ٻيو شهر هيو ني ڪرن. ڇو جو اهو ته رام جو جنم استان هو.



رٿ گهوڙا لک ڏنا ڪرپالا   ڏهہ هزار پڻ گج متوالا
لڇي رهن اندر هاٿي سدائي   دگپالن جي گهڻي وڏائي.

رٿ ۽ گهوڙا هڪ لک ۽ ڏهہ هزار ٻيگران کيس ڏنا ۽ متوالا هاٿي ٻہ ڏهہ هزار ڏنائين. انهن کي ڏسي اندر جا هاٿي بہ لڄي ليندا هئا ۽ دگپالن جي جيڪا وڏائي هئي سا بہ انهن کان گهٽ هئي!



سين پٽن راضي ڪري   موڪل وٺـي رگهوير
برهمڻ ۽ ياچڪ سڀي   پـوء سڏيا مت ڌير.

رامچندر سڀني پٽن کي سنتشٽ ڪري پوء برهمڻن ۽ ياچڪن کي گهرايو.



گئو وستر ڌن پرٿوي گـام   برهمڻ راضـي ڪيا ڀڳوان.
سڀ ياچـڪ ۽ آوڌپرواسي   ڇيو اُنهن پڻ، اي اپناشي!

برهمڻن کي گئو، ڪپڙا، ڌن، پرٿوي وغيره ڏيئي بلڪل خوش ڪيائين. پوء ياچڪن، برهمڻن ۽ پرواسين ڀڳوان کي وينتي ڪئي تہ اي اپناشي،



عمر سڄي جا اسين انراڳي   انت سميہ نـہ ڪريو اپاڳي!
داس سمجهو تہ وٺي هلو ساڻ   تين سنات سڀي ڀڳـــوان!

رام ڀرت کي چيو تہ مون لڇمڻ کي نہ ڇڏيو پر لڇمڻ مونکي ڇڏي ويو! هاءِ افسوس! هاڻي اهڙو ادم ڪريو جيئن مان بہ جلد وڃي کيس پنهنجي ڏاڍ بہ ڏسان. اي ڀرت راڄ ڀرلو اٿيئي. لوڪي سڀني ڳالهين جي ڄاڻ آهي. ائين چئي، ڀرت بيهوش ٿي ڪري پيو!



هاڻ چاهن هي پران هٽائين لڇمڻ بنا جئڻ ڏکيو ٿيائين.
"هل چڱو" چئي پٽن سڏايو ڏئي تلڪ راڄ ڍنگ سيکاريو.

ڀرت ڏرليءَ ٿي ڪرڻ مهل چيو تہ هاڻي، اي ڀڳوان، منهنجا پران بہ هلڻ چاهين ٿا. لڇمڻ کان سواءِ مان رهي نہ سگهندس. "چڱو هل" چئي ڀڳوان پوءِ پٽن کي گهرايو ۽ راڄ تلڪ ڏيئي کين راڄ نيتي ۽ راڄ جو ڍنگ سيکاريو.



ڀرت وڏو پٽ تکيہ جنهن نانءُ راجا بڻايو دکڻ گانءُ
ٻيو پٽ پشڪل جڳهہ پڌرو پشڪر نگر جو راجا ٿيو.
چترڪيتو ۽ انگد رڻ ڏيسر لڇمڻ پٽ ٻئي ويرگنيير

ڀرت جي وڏي پٽ تکيہ کي ڏکڻ ديش جو راجا بڻايو ۽ ٻئي پٽ کي، جنهن جو نالو پشڪل هو تنهنکي پشڪر جو راڄ ڏنو. لڇمڻ جا بہ ٻہ پٽ چترڪيتو ۽ انگد، جي سورهيہ هئا،



ديش اولهہ جتي دئيت اٽل جيتيا منجهہ سنگرام
اُت راجا ٿيا وير ٻئي الڳ الڳ رکي نانءُ.

اولهہ ديش ۾، جتي وڏا بلوان دئيت رهندا هئا ۽ جو ديش لڙائيءَ ۾ انهن ويرن جيتيو هو، اُتي ٻنهين کي راجا بڻايو ويو ۽ اُنهن ديش جا الڳ، الڳ نانءُ رکيا ويا.



ڪش ڏني رام ايوڌ سنڀاري تلڪ ڏنو گهٽي نيت سيکاري
ٻائرن ٽي پٽ ديا ڪجانءِ راڄ نيت جو ڏيان رکجانءِ.

سڀ سڌس مهن کي ڏسي ڏکي ٿيا. ڀرت جي چرڻن جو ڌيان ڪري ۽ هٿ جوڙي اٿي رهيا. ڀرت کي نه اکين ۾ پاڻي هو ۽ دکي شبدن ۾ چيائين ته هاڻي گرو وسشٽ کي ولي واڳ. ڀرت ٻاڻ گروءَ وٽ ويو ۽ سڄو حال ساڻس ڪيائين. گرو حال ٻڌي ۽ وٽ لي جڙهي سڌو مڌل ۾ آيو.



وسشٽ مَن آيـو رام ڏسـي اٿـي چرن ٻيو
سمباد ٻڌي ۽ وقت ڏسي رام وچڻ سمو ڏنو
ٻڌي وچن لڇڻ ويچاريو جڻ ڌرگهه جيئن بن ميش
چرن ڇهي آيو سرجوُ ڪنٺي جل ۾ ڪيو پرويش.

گرو وسشٽ کي ڏسي رامچندر گهبرايو ۽ گروءَ جي چرنن ۾ پيو. گرو سمجهيو ته هاڻي رام اسانکي ڇڏڻ چاهي ٿو. لڇمڻ وري خيال ڪيو ته رام ڪانسواءِ جيون وري ڪهڙو. الين ڪندي هو سرجو ڪناري آيو ۽ اچي ان ۾ آچمن ڪيائين.




چيلهه برابر جـل مڌيه ۾ ڪري ڌيان اکنڊ
رام نـام جـپـي رام ڌام ڪولي خود برهمنڊ

لڇمڻ پوءِ چيلهه جيتري پاڻيءَ ۾ اکنڊ ڌيان لڳائي، رام جـو نالو جپيندو پنهنجو برهمانڊ ڪولي الہ سمالجي ويو!




رام ڌام پهتـو تـرت لڇڻ ڇوٽون ڀاڳه
ٻڌي وياڪل ٿيا رام پرت متيو سڄو انراڳه.

ڀرت ساڻ ڳڏ شري رامچندر ٻه ڌاڻو وياڪل ليو، جو هين جو جوان ڀاءُ رام جي ڌام پڌاريو هو. هين جي سموري جيون جـي خوشي ڄڻ هلي وئي.




مون نـه ڇڏيو، ڇڏيو لڇڻ ڀاءُ
ڏسـان وجـي ڪنهن ڪريو اُپاءُ
پرجا سنيار جو ڪو سڌ ساري ڏرن ڪريو پرت، وياڪل ڀاري



ٻُن کي جلد وٺي اچو چيو ڪرپانڌان
هلو مني هاٽي اندر سڏيو رام ڀڳوان.

ڀڳوان ٻوءِ آگيا ڪئي ته مڻيءَ کي جلد اندر وٺي اچو. لڇمڻ مڻيءَ کي چيو ته هاٽي اندر هلو. ڀڳوان توهان کي اندر سڏيو آهي!

٥ها نيڀجوان ٻُڌن ڏسي ڀڳوان اُٿيو ۽ پڻ آسڻ ڏئي



چڙي ڪار سڀڻي چرن ڌوئي ٻئي پڻ چرنامرت وٺي.
داس جاڻو ۽ بڙد سڀاڻو سيوا ڪهڙي چؤ مان ڪريان
گهڻو وقت نواس نه ڪاڏم ڪراس هاڻ ڏسو ٿو ٻڪ مران!

مڻيءَ کي مهاڀجوان ڏسي ڀڳوان يڪدم اٿيو. کيس آسڻ ڏنائين. ٻئي چرن ڌوئي چرنامرت ورتائين. ٻوءِ وينتي ڪيائين ته اي ٻڙو، مونکي پنهنجو داس سمجهي آگيا ڪريو ته مان ڪهڙي سيوا ڪريان. مڻيءَ چيو ته مونکي گهڻو وقت ٿيو آهي اُن ڪاڏي، هاڻي ٻڪ ٻ مران ٿو.

ٻُن پايو پوڄن ڏنو رگهوپتي گهٽي وينتي ڪئي



سنتوش پائي ٻُن پرارٿنا ڪري آسيس چئي
مڻ موڪلايو لڇڻ پوءِ آيو رام گهڻو دک ٿيو
پرت آه پائرن سهت پرڄن ٻئي لڇڻ ڏنو.

ڀڳوان يڪدم سيواڌارين کي آگيا ڪئي ۽ ٻُن پايو پوڄن مڻيءَ کي ڏنو ويو. پوءِ ڀڳوان کيس وينتي ڪئي. پوءِ مڻيءَ ڀڳوان دربار اما ڪري رام کي آشيرواد ڏني ۽ آخر موڪلائي ويو. لڇمڻ کي ڏسي ڀڳوان کي سراپ جو دک ستائڻ لڳو جو لڇمڻ کي مليو هو. انهيءَ وقت سڀ پائو ۽ ٻرواسي لڇمڻ کي ڏسڻ آيا!

چرن وندي ٻئي هٿ جوڙي منهن ڏسندي سڀ ڏڪيا.



اکين نير پري پرت گهڻو سڏيو ۽ پڻ دکي شبد چيا.
گرو وٺي هاڻ اچو، ٻڌي حڪم پرت حال گروءَ سان ڪيو
ٻڌي ڪٿا سڀڻي گرو رت چڙهي جلد محل ڏي ويو.

ڪري ايندو ته پنهنجي سندر سرير تان هٿ ڪٽڻ پولندس ۽ عيالي وڃائيندو، اها پڪ سمجهه.



وچـن چيا تپسوي منا "رکيا ڪريو رگهنات"
وچن ورٽي الهاسڪ اُلر پـوء نـوايـو مـاٿ.

تپسوي پوء پگوان کي چيو ته "رکيا ڪريو، رکيا ڪريو." سڀ حال ڪري پوء پنهنجو سر نوايائين.



پـريـ اچـا پـاوي پـلـوان دوواسا مـن آيو سنجان.
رشي ڏسي ڪٽي لڇڻ اڳواني ڪري ونيه سڄي ڪهاڻي.

پگوان جـي اڇا ۽ پاوي ڏاڍي پلوان آهـي! اوڏيءَ مهل دوواسا رشـي دروازي تي آيو. هيڪي رشي جاڻي، اڇمڻ سندس آدر ڪيو ۽ پوء ادب ۽ پريم سان سڄي ڪهاڻي سائس ڪئي!



منيءَ چيو چاهيان اندر وڃڻ آس اندر آ رام ڏسڻ!
وڃڻ نه ڏيندين مونکي اندر پسم ڪريا ڪو راڄ پُرآهر!

منيءَ چيو ته اي لڇمڻ مان اندر وڃي ۽ رام جو درشن ڪرڻ چاهيان ٿو. اها ئي آس رکي آيو آهيان. جيڪڏهن تون مونکي اندر وڃڻ نه ڏيندين ته توکي سراپ ڏيندس ۽ تنهنجو راڄ، گهر ۽ شهر پسم ڪري ڇڏيندس.



ڪيو اپراڌ اهو تـو پاري ڪال ڪرم گٽ تري نه ٽاري.
يادڪري پريـ پرڻ پنهنجي چيا وچـن سي لڇڻ سڏي!

پگوان لڇمڻ جا اهي وچن پڌي چيو ته پاءُ، تو اهو سڀو ته ڪيو آهي. ڪرم جي گت ڏاڍي پاري آهي. ڪيترو به ٽارڻ جي ڪوشش ڪجي ته ٽري نه سگهندي آهي. اهي وچن پريو پنهنجي پرڻ موجب ٿي چيا.



دئارپال لنهن سمجهي لڇڻ چيا مني بنهه سندر وچن
ترت لڇڻ وڃي خبر ٻڌائي وچن ٻڌي ٻاهر آيو رگهرائي.

ڏرم راء لڇمڻ کي دئارپال سمجهي رام ڏي موڪليو ته کيس اطلاع ڪري ته ڏرم راء آيو آهي. لڇمڻ سمورو احوال وڃي رام سان ڪيو. رام اها خبر ٻڌي ٻاهر دروازي تي آيو.



منيءَ ڏسي پرڀ ڪيو پرنام ڏئـي آدر پاٿـو دل آرام
ارگهه ڏيئي ۽ آسڻ وهاريو منور مک سندر وچن اُچاريو.

منيءَ کي ڏسي ڀڳوان وندنا ڪئي ۽ گهڻو آدر ستڪار ڪيو. آسڻ تـي وهاري ۽ ارگهه ڏيئي پوڄا ڪئي. تـڏهن منيءَ (ڏرم راء) تمام مٺڙي ٻاڻي پنهنجي سندر مک مان ڪڍي.



ٻــڌ سروگيه ڪرپال مهيش آيس ڪري آءٌ منور ويس
هجون هتي ٻه تيون نه ڪو جتي ايندو تيون ته مرندو سو.

يمراء چيو: اي ڀڳوان، مان منيءَ جو ويس ڪري آيو آهيان. انهيءَ ڪري هت توکان ۽ مونکان سواء ڪو ٽيون ماڻهو اچڻ نه گهرجي. پر جيڪڏهن ڪو به ٽيون ماڻهو ايندو ته نشچيه سمجهو ته اهو مرندو!



لفظ ٻڌندو پيو سراپ ڏيان وشن مهيش برهمر ڪين ڇڏيان.
ٻڌ لڇڻ وڃي در تي ويهه ايندو ٻڌندو نه رهندي ديهه
خبر ٻڌي ڪو اندر جي آيو سندر بدن لنهن سمجهه وجايو!

ڏرم راء جا چيل وچن ڪير به ٻڌندو ته کيس هو سراپ ڏيندو. ڀلي هو چونه برهما، وشنو يا مهيش ئي هجي! اهو ٻڌي، رامچندر مهاراج، لڇمڻ کي چيو ته تون دروازي تي ويهي نظرداري ڪر جيئن اندر ڪير به نه اچي. جيڪڏهن

جنڪ جي شردا سان پوڄا ڪئي. پوءِ شري وسشٽ سان گڏجي راجا جنڪ کي ڀڳوان لاءِ ڪجهه پند اڳتي ويو. پاڻ ۽ ساڻ هئس. پوءِ برهمڻن کي ڪهرائي ڀڳوان ويو.



سڀ مُني ويا پنهنجي ڌام پــالـــو رام ڪـڏهن بسرام!
پرواسي پڻ سيئي پڌاريا پراڻ ٻڌي سي گهر سڌاريــا.

سب رشي مني ۽ موڪلائي پنهنجي پنهنجي آشرم ڏي هليا ويا ڪڏهن ڀڳوان جي من کي لوور آرام آيو. پرواسي ۽ رامچندر سان گڏجڻ ۽ سندس درشن ڪرڻ لاءِ آيا ۽ پڻ کي ڏسڻ سان اکيون ٺڏيون ڪيون. سڀ پوءِ پراڻن جي ڪٿا ٻڌي پنهنجي گهر پڌاريا.



اِين ڪندي ڪجهه اوسر گذريو لوڪ پنهنجي وڃڻ وقت ٿيو.
وڃڻ گهڙيءَ پڻ برهم سياڻي مڪر نارد ڏيئي سمجهاڻي.

اهڙيءَ طرح ڪجهه وقت گذريو. پوءِ ڀڳوان سوچيو ته هاڻي سندس پرمڌام وڃڻ جو وقت اچي ويجهو ليو آهي. برهما ۽ اهڙو اشارو ڪيو هو ۽ ناردمنيءَ کي سمجهائي شري رامچندر ڏي ايوڌيا موڪليو ته رامچندر کي ياد ڏياري!



ڌام پنهنجي رام اچڻ ٿو چاهي ڌرم راج کي چڱي سمجهائي
ويو برهما وٽ سڀ سمجهي ڌرم راءِ ردي رام وڪـــي.

نارد پوءِ برهما وٽ ويو ۽ کيس چيائين ته هاڻي ڀڳوان پنهنجي ڌام اچڻ چاهي ٿو. ڌرمراءِ ۽ برهما جي آڪيا مڃي، دلير رام جو نالو سمرندو ايوڌيا ۾ آيو.



پر آيو ايوڌيا نگر مُن جـــو ويش ڪري
ليجوان سهڻو سندر مرگهه ڪل چيلهه ٻڌي.

ڌرمراءِ منيءَ جو ويس ڪري ايوڌيا ۾ آيو. سندس سهڻي ۽ سندر صورت هئي. نوجوان ٿي لڳو. منهن ۾ تيج لڳي رهيو هوس. ڪمر ۾ هرڻ جي کل ٻڌل هئس.



آندو سنگاسن مٿين جڙت سيپه تنهن چڙهي
ٿيو الوپ پاتال ڏي مهما نه ڪنهن ورٽي .

پوءِ هڪ مٿين جڙت سنگهاسن آٽي سيتا کي انتي چاڙهي پاتال ڏي هليو ويو. اها مهما ته ورنن ٿي نتي سگهي .



چرتر ڏسي لڇڻ حيران ٿيو اکين اجهل جل وهي هليو
ڀڳوان منيءَ پڻ من ۾ چاتو هاڻ پنهنجو هوندو سيپه سچالو!

لڇمڻ اهو ڏسي حيران ٿي ويو! هنجي اکين مان جل جي ندي وهي هلي!
ڀڳوان ۽ مني به دل ۾ سمجهيو ته سيتا ڳالهه کي سمجهي پنهنجي لوڪ هلي ويندي.



پٽن سهت پريو ايوڌيا آيو دان ڪيو يڳ پورو ڪرايو .
جنهن پرڪار ديون جي آگيا ڪروڙ دفعا ڪئي پوري سا.

سيتا جي پنهنجي لوڪ وڃڻ ڪانپوءِ شري رامچندر پٽن کي ولي ۽ منيءَ
کان موڪلائي ايوڌيا آيو. دان پڇه ڪري يڳ پورو ڪرايو ۽ جنهن به طرح ديوتائن
آگيا ڪئي، ڪروڙين دفعا انهيءَ جو پالن ڪيو ويو.



ڪروڙين گايون شهر ڏن ڏرٽي ڏنا ڀڳوان سگهن نه ورٽي
قسم جدا جدا پوڄن نهرائي منين موڪلايو ڪاج ڪارائي .

ڀڳوان ڪروڙين گايون، ڏن، شهر، ڌرتي دان ڪيا. انهن جو ورڻن ني
نتو سگهي. پوءِ منين کي گهرائي ڪين انهر پوڄن ڪارائي کانئن موڪلايو.



جنڪ جي پوڄا ڪري موڪلايو پٽن ٻنهين پڻ سيس نوايو
آيو گروءَ سان جنڪ پهچائي پريو وينو سپ برهم سڏائي

راجا جنڪ جي به پوڄا ڪري کانئس سيني موڪلايو ۽ رام جي پٽن به

منيءَ جا اهي شبد وچن ٻڌي ٻگوان اکيون کوليون. والميڪ ٻنهي ڀڳوان کي گاي سان ڪٺي لڳايو.




پريو ڏسي من گهڻو خوش ٿيو هر هر سارهائي ڀاڳ ٻيو.
جيئن سيئي هئي لڇڻ بن آندي ڪٿا ٻڌائي مني هٿ پاندي!

پريوءَ کي مني ڏسي گهڻو آنند پاڻو ۽ هر هر پنهنجي ڀاڳن کي سارهائي رهيو هو. پوءِ جيئن لڇمڻ سيتا کي ٻن ۾ ڇڏي ويو هو، هوءَ بيهوشي ۾ هئي، مني گهمندو اُتي ويو، وغيره ڪيس سڄي خبر ٻڌايائين.




ڪٿا ڪئي لوڪش ساک پري شو وشنو سوريہ ساکي ڪري
پريو ٻڌن ٻوءِ ڇاتيءَ لڳايو امرت ڇٽڪاري لشڪر جوايو.

والميڪ پوءِ لو ۽ ڪش جي جنم جي ڪٿا، ساک پري ۽ برهما، وشنو ۽ شو کي شاهد ڪري ڇئي ٻڌائي. پوءِ ڀڳوان پنهنجي پٽن کي ڇاتيءَ سان لڳايو ۽ امرت ڇٽڪاري لشڪر کي ٻه جيئرو ڪيو.




پرت آد سڀ پاڻ جاڳيا لڇڻ آيو وٽ سيتا ماتا.
رام اُتان وري لڇڻ گهرايو حڪم ڪيو هنريت سهايو.

پرت، شترگهن ۽ لڇمڻ ٻه جاڳيا. پوءِ لڇمڻ سيتا ماتا وٽ آيو جتان رام کيس گهرائي حڪم ڪيو ته:




وڃ اهي مڃ منهنجا پاڻ لوڪ پنهنجي وڃي ڪيس ڇتائي
لڇڻ وڃي اڳيان سيتا سرنايو حال سمورو ڪيس سمجهايو
هري اِڇا پڻ اها سمجهي هزار ڦٽن شيش اڳيان ڪيڍي.

اون سيتا وٽ وڃ ۽ کيس ڇڏ ته هوءَ پنهنجي لوڪ هلي وڃي. لڇمڻ پوءِ سيتاجيءَ وٽ ويو ۽ کيس سموري ڳالهه سمجهائي وئي. پوءِ شيش ناڻگ هزار ڦڻون اچي ڏيکاريون.

اُتم ڪپڙا، زيور، سڀ رٿ ۽ باندر ۽ گھوڙو ڪاهي آشرم ۾ آيا ۽ اچي ماتا
کي متو ٽيڪي سڀ اچي پيت ڪيا. ٻئي باندر ۽ پوشڻ ڏسي سيتا اُنهن کي
سڃاڻي بيهوش ٿي ويئي ۽ ڏرنيءَ تي ڪري پيئي. انهيءَ وچ منجهي والميڪ آيو
جنهن کي سيهه وينتي ڪري ڇيو ته اي پتا،



سگريو هنومان جاموت ٻلوان نل نيل پيا
شترگهن پرت لڇمڻ رام سڃت رڻ ۾ مورڇت ڪيا
پٽ ڪيو ڪرم اهو آ اڌرم وڏ موڙکي وڏوا ڪيو
سوچ ڇڏي چندن اگر گڏي پٽي سان گڏسرپر ويو.

اي پٽ، توهان سگريو، هنومان، جاموت، نل ۽ نيل، شترگهن پرت ۽
لڇمڻ کي لڙائيءَ ۾ بيهوش ڪيو آهي اهو توهان سنو نه ڪيو آهي. اڌرم آهي.
مان هاڻي وڌوا ٿي پيس! هاڻي ٻئي ۽ پيا ويچار ڇڏي چندن ۽ اگر تيار رکو ۽
چتا ٺاهيو. مان پتيءَ سان گڏ سرپر ليا ڀيندي يس! ستي ٿيندي يس!



مُن ڏير ٻڌي سيهه آئت ڏئي لوڪش سان رام طرف ريو
ڏسي ميدان من ٿيو حيران ۽ دلبر گهڻو ڪليو
رت ڏسي پرڀ ستل پسي من وڏي اڳتي ويو
اُتو ڀڳوان، ٻئ پٽ ٻلوان ڪين گهڻو ارمان ٿيو!

والميڪ ۽ سيتا کي آئت ڏنو ۽ ٻنهين ٻالڪن کي ساڻ وٺي لڙائيءَ جي
ميدان ۾ ويو. ميدان جي حالت ڏسي ۽ ٻالڪن جي سورهيائي ٻڌي ڏاڍو خوش
ٿيو. گهوڙي ۽ وسترن کي ڏسي ۽ اُنهن کي سڃاڻي رامچندر جي اڳيان وڃي پينو
۽ چوڻ لڳو ته اي ڀڳوان، توهان جا ٻه پٽ توهان جي اڳيان بينا آهن. هنن کي
گهڻو ارمان ٿيو آهي. ديا پالي هاڻي اٿو.



ٻڌي مُنور وچنن ٻين جاڳيو رگهوپتي دک هرڻ
ڪلي ڪوليا ٻئي نيڻ ردي لڳايو ڪٺي مني.

پوءِ رڇ ۽ باندر اڳتي وڌي آيا. انهن کي ايندو ڏسي لو پنهنجي ڏنش کي سڌو ڪيو ۽ ٻاڻ کي ڪشي اهڙو ته زور سان ڇڏيون جو سگريو سمنڊ ٻرڻ ٻري وڃي ڪريو.



وڏيو جامونت ڪروڌ ڪري ٻيو ڪشتي ڪش ساڻ لڙي
شڪت پنهنجيءَ سان ڪش ڪيرايو
ٻـڌي هٿ پير پڻ مٿي ڦيرايو.

جامونت ڪروڌ ڪري وڌي آيو ۽ اچي ڪش سان ڪشتي لڙڻ لڳو. پنهنجي پربل شڪتيءَ سان ڪش کيس هيٺ ڪيرائي، هٿ پير ٻـڌي گهماڻي گهمالي کڻي ڦٽو ڪيو!



پوءِ لهان هنومان ٻـڌو گهوڙي اڳيان وڃي کيس رکيو
رکوارو اُت لـو ڦـيـو ڪش ويـو جتي رام هـيو.

ڪش پوءِ هنومان کي ٻڌي گهوڙي جي اڳيان وڃي ڦٽو ڪيو ۽ لو اُتي انهي رکواريءَ لاءِ ڇڏي پاڻ اوڏاهين ويو جتي رام هيو.



رام ڏٺـو اُتـي رٿ سٿل موتيو پنتي پـر لڇي ڦيل
لڇڻ، ڪپڙا ۽ پوشڻ انيڪ گهوڙو لڌي ڪُتي هنوُ سمهت.

اُتي ڏٺائين ته شري رامچندر رٿ لي ستل هو. هو اهو ڏسي پنتي موتيو پر ڪجهه لڇي لبل هو. پوءِ لڇمڻ، سندر ڪپڙا ۽ قيمتي پوشڻ انيڪ پرڪارن جا، لڌي گهوڙي لي کڻي هنومان کي ۽ کڻي ڪٽيا ۾ آيو!



اُلم ڪپڙ زيور پڻ رڇ بـاندر ساڻ گهوڙي آشـرم هليا
سيم اڳيان رکيو ۽ مٿو ٽيڪيو پيٽ ڪيا زيـور پلا
ڏسي باندر پٽي بيهوش ٿي ولي ڪِـري سـا ڏرن پٺي
ان وچ مئور آيـو گـهـر سيم گهٽي وينتي ڪئي.




رگهوڪل ھو ٽين پوءِ للڪاريو   وير وڏا ڪري هڪ هڪ ماريو
انگد هنومان جــوڏا ڀاري   وڻ پربت ڪٽي آيا هڪواري.

پوءِ رگهوڪل جا مولي، لوءِ ڪش دشمن کي للڪارڻ لڳا ۽ هـر هڪ وير کي ويا ڌرتيءَ تي ڪيرائيندا. انگد ۽ هنومان پهاڙ ۽ وڻ پٽي، اهي هٿن ۾ کڻي ميدان ۾ آيا!




ڪاوڙ ڪري وڻ جبل هٽي   وڙهڻ لڳا پڻ ڀالا ڪٽـي!
ڀاڳرن مٿان هنيا ڪروڌ ڪري   ڏنگي مڇن هاٿي سور ٽٽي!

ٻئي ڪاوڙجي وڻ ۽ جبل پٽي ٻنهين ڀائـرن مٿان اڇلائـڻ لڳا ۽ ڀالا کڻي وڙهڻ لڳا. پـر انهن سڀني جو اثر اهڙو ٿيو، جهڙو ڪو مڇر هاٿـيءَ کي چڪ پائي ۽ هاٿيءَ کي سور ٿئي!




لوَ هڪڙي، ڪش ٻئي کي ڪيرايو   جامونت سگريو وٽ آيو
ڪيون لڙايون ھون ٻه هـزار   لڙيا جيتيا سڀ ھون هڪوار

لوءِ ڪش جڏهن ٻنهين ٻاندرن کي جيتيو تڏهن جامونت سگريو وٽ اچي چوڻ لڳو ته اي ڀائي، مون ڪروڙين لڙايون ھن سر ٻر سان لڙيون آهن ۽ سڀني شترن کي بهادريءَ سان جيتيو آهي.




تنهين لوڪن بالڪ ٻلـي   سگهي نـــه جيتي ڪو
هل ته لڙي ڏيون پران ٻئي   ڀلا لائق جنهن جـو

ٻر هي بالڪ اهڙا ته ٻلوان ۽ وير آهن جو ٽنهين لوڪن ۾ ڪير به ڪين جيتي نه سگهندو. سنسار ۾ اُمر ته ڪير به ڪونهي. هاڻي هل تـه هلي لڙون ۽ پـران ڏيون ۽ پنهنجو لائق پد هلي پراپت ڪريون.




رڇ باندر پوءِ آيا وڏي   لوَ ڪمان ڪڍي پنهنجي سڌي!
باڻ ڪاڍي ڪنهن اهڙو چڙهيو   سگريو ست يوجن اُڏي ويو.



ميدان لڙڻ مون سامهون آئين شرم اٿيئي کو ڪٿي لڪئي!
اکين اڳيان منهنجي وچ هٿي مري ويندين لوکي ڪنيون ڪٿي!

لون منهنجي اڳيان لڙائي لڙڻ آيو آهين! لوکي شرم نٿو ٿئي ۽ لڄ نٿو لڳين؟ منهنجي اکين اڳيان تري وچ. لوکي شايد مؤت جو سڏ ليو آهي ۽ اُن جل اچي ڪٽو اٿئي. مري ويندين! آدم، نالائق.



خار مان آيو گدا ڪٽي لکر ڪٽي لـو ٻـاڻ هٽي
ٻاڻ هنيا ست ڪروڙ ڪري چڏيو ويبيشڻ ڏرن ڏري!
ڪرندي ويبيشڻ شول هلايو بجلي جان لو شرير سمايو.

ويبشڻ اهي نه سهڻ جهڙا لفظ ٻڌي خار مان گدا ڪڍي آيو! پر لو هڪ ئي ٻاڻ سان گدا کي لکر لکر ڪري ڇڏيو. پوء لو ڪروڙ ڪري ويبشڻ کي ست ٻاڻ هنيا جن جي لڳڻ سان هو بيهوش ٿي ويو ۽ ڪري پيو. پر ڪرڻ مهل هن ترشول هلايو جو بجليءَ وانگر لو جي بدن ۾ گهڙي ويو.



ترشول ڪيڏي وڏيا پاءُ ٻئي ٻاڻ ماري هڪ دئيت
جامـونت سـگريـو نـل انگد تـسي پڻ جيت.

اهو ويبشڻ جو هنيل ترشول ڪيڏي ٻئي پاڻ اڳتي وڌيا ۽ دئيت کي هڪ ٻاڻ ۾ هنيائون. جامونت، انگد، سگريو ۽ نل اهو ڏسي ورلاپ ڪرڻ لڳا.



وڻ پربت ڪٽـي آيا هرشائي مٿيءَ جيان لو چڏيا اُڏائي
ڪري ٻاڻن سان باندر گهايل ڦل ڏنو تـن پاڳهه سمايل

باندر پوء وڻ ۽ پربت اُکاڙي ڪٽي آيا. پر لو اُنهن کي هڪ ئي ٻاڻ هٽي مٽيءَ وانگر آڪاش ۾ اُڏائي ڇڏيو. پوء ٻاڻن سان سڀ باندر گهائي، هرڪنهن کي پنهنجي ڪرمن جو ڦل ڏنو.



وِيشِشٽ آد وير ڏرن سڏ ير جن جيتيو رانوڻ
ٻرهمڻ ٻارن جنگ جيتي جن ڏن اِڳيان ٻيوس چڻ
ڪل جي لڄ سمجهي پنهنجي اڄ رڻ موتي هليا
وڻ ٻهاڙ پٽي سپ شوڪ ڇڏي جنگ ميدان ويا .

وِيشِشٽ آد ويرن، جيڪي پرٿويءَ ۾ پرست آهن، جن راونڻ کي جيتيو، سي هنن ٻالڪن جي اڳيان، جن لڙائي جيتي آهي، ٻيوس بڻيا آهن. هاڻي ڪل جي لڄ ٻچايو، اي ويرو. پوءِ هو اِهو سمجهي ميدان ۾ موٽي آيا ۽ وڻ پهاڙ پٽي لڙڻ شروع ڪيو.



ساوڏان ڪٽي ٻاڻ سپ لوُ هليو پلوان
وير وِيشِشٽ سامهون ويو ڪاوڙ ڪري جوان !

لوُ پوءِ دشمن کي تيار ڏسي ۽ ساوڌانيءَ سان سپ ٻاڻ ڪٽي لڙڻ لاءِ ميدان ۾ آيو. هو وِيشِشٽ جي سامهون ٿيو ۽ خار مان چوڻ لڳو ته :



اڙي مورک لڄي نٿو ٿئين پاءُ مارائي شترو ملئين ؟
پتا سم پاءُ وڏو جو تنهنجو نار رکي گهر ورٿو پنهنجو

اڙي وِيشِشٽ مورک پڻ، تون پنهنجي ڀاءُ کي هٿ ساڻ مارايو آهي ۽ دشمن سان اچي مليو آهين. تنهنجو وڏو ڀاءُ، پتا سمان، تنهن جي زال کي پنهنجو ورٿو سمجهي ڪٽي گهر ۾ رکيو اٿيئي ! واهه !



سڏيو پاپي تنهن ماءُ لڪ وار ڌرم اِهو ڌو ٻڌائي نار!
مر ٻڏي يا زهر ذرو کائي ڪاٽ پنهنجو سر اڌم انيائي!

اڙي پاپي، تو ڪيترائي پيرا اُن کي ماتا ڪري سڏيو هوندو! انهيءَ کي ڪٽي زال بڻايئه. حيف هجيئي ! اهو تنهنجو آهي ڌرم! نيچ، پاپي وڃي سمنڊ ۾ ٻڏي مر يا ڪر زهر جو ذرڙو کاءُ يا وري پنهنجو سر ڪاٽي ڇڏ !



ونش جاڻڻ بن ٻڌو اي وير  ٻاڻ هڻان ڪيئن ڪومل شرير؟
نانءُ سيير ماتا جنڪ جي جاءِ  پاليو والميڪ ڪري پلائي.

اي وير ٻالڪو، ٻيا لوهاڻي ونش ڄاڻڻ جي لوهان جي ڪومل شرير ۾ ڪيئن ٻاڻ هڻان؟ ٻالڪن چيو تہ اي راجا، اسان جي ماتا جو نالو سيتا آهي، جا جنڪ جي پٽري آهي! پاليو اسانکي والميڪ رشي آهي!



پتا ونش جي خبر نہ ڪا  لؤ ڪش نانءُ آهن اسان جا
ٻڌي اِهـا ڳالهہ دل رکـي  ٻالڪ مارڻ نہ ٺيڪ سمجهي.

اي مهاراج، پتا جي نالي جي اسانکي خبر ڪانهي. اسان جا نالا آهن لؤ ۽ ڪش. رام اِهو ٻڌي سموري ڳالهہ سمجهي ۽ دل ۾ ڪٽي رکي ۽ ٻالڪن کي هاڻي مارڻ ٺيڪ نہ سمجهيائين.



منهنجا جوڌا اِجهو وير اچن  اچي لوهان سان اُهي لڙن!
اٿين چئي انگد نيل سڏايـو  جامونت سگريـو گهرايـو!

منهنجا وير سپاهي ۽ سينا پتي ٿي لوهان سان لڙڻ لاءِ اچن ٿا ۽ اهي اچي اوهان سان لڙائي ڪندا. ائين چئي، پوءِ انگد ۽ نيل، جامونت ۽ سگريو کي پالوت سڏ ڪيو.



سگريو انگد وڀيشڻ جامـونت  ديتـن نـائڪ
هنومان دود مينڌ نيل سڀ  ٻنهہ هنا جي لائق
ڏڌن دک پنجن سڀ پاپ هرڻ  ڪاي چيو رگهوير
پرت شترگهن بيهوش پڻ لڇڻ  پيا سڀ سڌير!

پوءِ ٻرءِ سگريو، انگد، وڀيشڻ، جامونت ۽ ٻين ديتن جا سرومڻ تن کي سڏايو. هنومان، دوُد، مينڌ، نيل ۽ نل، جي لڙڻ ۾ ٻروڻ هنا تن کي بہ ڪلي پوءِ چيو تہ اي وير، لوهان کي لڙائي لڙڻ جو نفر آهي، هاڻي لڙائي ڪريو.



وڏيون ڇوليون رت نديءَ ڇليون
جوانن لاشون وهي هليون
دوت موٽي وري ايوڌيا آيا سڀ سماچار رام ٻڌايا.

رت نديءَ جي وهڪري ۾ وير جوانن جون لاشون به وهي رهيون هيون ۽ وري ڪناري سان لڳي موٽي رت ۾ ٽٻي پيون. دوت موٽي ايوڌيا ۾ آيا ۽ سمورو حال اچي شري رامچندر سان ڪيائون.



رام دکي ٿيو خبر ٻڌي يڳ ڇڏي ڪئي فوج ڪني
هليو ڪاوڙجي رام ڪرپال اُت آيو جت فوج بيحال!
من ٻالڪ ڏسي سندر سهايا سر نمائي ٻاڻ گهرايا.

شري رامچندر اها خبر ٻڌي ڏاڍو دکي ٿيو ۽ يڳ ڇڏي وڏي فوج ڪني ڪيائين. گهڻي ڪاوڙ جي ڪري تڪڙو ئي تڪڙو اُتي آيو جتي پرت ۽ ٻي سڄي فوج بيحال پيئي هئي. هن پوءِ اچي منهي ٻالڪ ڏٺا، جي بلڪل سندر ۽ دل ڇڪيندڙ هئا. ڀڳوان پوءِ ڪين سر نمايو ۽ ٻاڻ ڏي سڏيائين.



سڏي پڇيو ٻنهين ٻالڪن مات پتا جو نانءُ
ديش شهر پڻ خبر ڏيو جيئن پاڻو سنگرام!

اي ٻالڪو، توهين پنهنجي پتا ماتا جو نالو ته ٻڌايو ۽ ڪهڙي ديش ۾ رهندا آهيو؟ توهان لڙائيءَ ۾ وڏن وڏن وير جوڌن کي جيتي سوڀ پائي آهي.



ڪٿو شسترءِ ڇڏيو ڪهاڻيون ڇا يڏ ڪيترءِ اهي رهاٽيون!
ڪيتر لڙائي گيديپڻو سوچ ڇڏيو هٿيار ڪڏو!

اي راجا، هٿيار سنڀاليو ۽ اهي ڪهاڻيون ڇڏيو. ڇا ٻڌ ڪيتر ۽ ڇا اهي ڳالهيون. لڙائيءَ جي ميدان ۾ اهي ڳالهيون ڳالهائڻ گيديپڻو آهي. هاڻي سوچ کي ڇڏي پنهنجا هٿيار سنڀاليو، ڀڳوان!

سڀئي باندر ستيا ڌرتيءَ تي بيهوش پيئي هئي. ڪو به باندر سڀي لڳڻ ڪرڻ اچل هو. پرت سڀي ستيا ڪي ڌرتيءَ تي بيهوش پيل ڏسي ڪروڌ ڪري هڪ باڻ لڙ ڪي ڇاتيءَ ۾ هنيون!




مورڇا لڙ ٿي ڌارڻ ڪريو هوش نه تنهن هڪ ذرو رهيو!
ڪش دکي ٿي ڪروڌ ڪري باڻ ڪنن هڪ ڌنش ڌري

لڙ مورڇا تي ڌرتيءَ تي ڪري پيو. ڪنهن ذرو به هوش نه رهيو. ڪش ائين ڏسي ۽ دک ڪان ڪروڌ ڪري ڌنش تي هڪ ڪنن باڻ چاڙهيو.




چڪي ڪن تائين ڌنش کي تاڻي
باڻ هنيا سؤ پرت کي ڇاتي
ٻنهين لڙائي لڳي گهنگهور مچي ميدان ويو ڏاڍو شور.

ڪش ڌنش کي ڪن تائين ڇڪي هڪ سؤ باڻ پرت کي هنيا. ٻنهين ويرن جي وچ ڏاڍي سخت لڙائي لڳي ۽ سڄي رڻ ڀوميءَ ۾ شور مچي ويو!




ميدان لڙائي سميل پرت لڙ، ڪش ڇاتيءَ لاءِ
مات گرو چرن پڻ وندي رڻ جيتيو جيه پاءِ!

پرت نه بيهوش ٿي ڌرتيءَ تي سميل هو. اوڏيءَ مهل لڙ وري ڪش ڏي ويو ۽ کيس ڇاتيءَ تي لڳائي پيار ڪيو. ماتا سيتا، گرو والميڪ کي وندي لڙائيءَ جي ميدان ۾ جيت پراپت ڪئائون.




دوت آيا وڻ خبر چار پرت ستنا ڏي ڪري نهارا!
رت ندي وهندي ڏسي ڊنا وهي هليا رت هيٺ گهٽا!

ايوڌيا مان پگران چار دوت خبر چار لهڻ لاءِ ميدان ڏي موڪليا هئا. انهن پرت جي سڀي سينا بيهوش ڏٺي ۽ پڻ رت جي ندي وهندي ڏٺائون، جنهن ۾ رت، گهوڙا ۽ هاٿي لڙهندا ڏٺائون.



ڀريا ڀرت جي ساٿين وير حال ڏسي تن مچيو تدبير
جاموَنت هنومان سگريو پـتي پهاڙ وڻ آيا جڙ جيو!

ٻئي وير بالڪ ڀرت جي ساٿين ٿيا. باندرن اهو ڏسي سمجهيو ته هاڻي اسانجي تدبير ڪتل آهي! جاموَنت ۽ هنومان ۽ سگريو ڀرت پهاڙ ڀتي آيا. ويچارن جڙ جيون کي ڀڳوان جي مايا سمجهه ۾ نه آئي!



ڪليو ڪونتمر باندر ڏسي ياڳ چيو ٻڌ پياڳ!
اڄ جيتيندس وير ڀرت باندرن کيان نه ڇاڳ!

ڪش راجڪمار باندرن کي ڏسي کليو. هن ياڳ کي چيو: اڄ مان وير ڀرت سان لڙي کيس ضرور جيتيندس. باندرن کي تہ اصل ڇڏيندس بہ ڪين ۽ ساڻن ڪين لڙندس.



ڀرپ ڀڻن ڪئي ڪاسي ڪرٽي ويد سرسوتي شيش نہ ورٽي
چرتر انهن ٻڌ جبل ڪماري گهٽا ماريا ڪن باندر ياري.

تلسيداس چوي ٿو تہ ڀڳوان جي ٻنهين ٻچن جيڪي ڪم ڪري ڏيکاريا ۽ ويرتا ڏيکاري تنهن جي بيان ڪرڻ جي شڪتي نڪي سرسوتيءَ کي آهي ۽ نہ شيش کي. اي ڀواني، هنن گهڻا چرتر ڪيا ۽ گهڻيئي باوان باندر ماريا.



ٻئي ڀائر رڻ ڀوم رتن باندر ڏسي ڪن لڪي ٿين.
ڪير تاڻي جو ڪش هلايو سگريو انگد بيهوش بڻايو.

ٻئي ڀائر لڙائيءَ جي ميدان ۾ گهمندا ڏسي باندر بلڪل لڪي پيا ٿين! ڪش جيڪو باڻ هلايو تنهنجي اثر ڪري سگريو ۽ انگد ۽ ٻيا باندر بيهوش ٿي ويا.



سڀجي سٿنا ٻئي ڏرن بيهوش
رهيو نہ باندر هڪجي جنهن هوش!
فوج ڏسي ڀرت گهايل گهاٽي باڻ هينوهڪ لوَ کي چاليءَ.

اح لڙائي ۾ لوڪي اهو سمرو واجرو ڏيندس! سڀ ڪلڪ لهڻجا پوء لوسان گڏ ئي متي ويندا. اهو ٻڌي انگد کي ڪروڌ آيو. هن هڪ وڏو پهاڙ کڻي ڪش مٿان ڦٽو ڪيو.



ايندو جبل پياري ڏسي ڪيڻ ٻڙ جهٽ ڪيو.
جنهن ٻل انگد هو فخر گهڻو سو ٻل پڌر پيو!

پهاڙ کي ايندو ڏسي ڪش انکي ڪڻ ٻڻ ڪري ڇڏيو. اهڙيءَ طرح انگد کي جنهن ٻل جو فخر هو سو پڌرو ٿي پيو!



ڪش وري ٻاڻ اُهي هلايا نيل انگد آڪاش اُڏايا
ايندا ڏٺا ٻيا باندر پاري ٻاڻ هٽي ڪل سڻن سنهاري!

ڪش ٻہ اهڙا ٻاڻ هلايا جن جي لڳڻ سان نيل ۽ انگد ٻہ آڪاش ۾ گم ٿي ويا! وري ڪش ٻين باندرن کي ايندو ڏٺو. اُنهن کي ٻہ ٻاڻ هڻي ٻرلوڪ ئي ڪيرائي سنهاري ڇڏيو.



هت هُت ڪڪ جان پيا اُڏن هوا لڳي نڪي ڏرن ڪرن!
ڪن آڪاش ڪن ڌرن مٿان "شرن پريو تو آهيون اسان."

گهڙي آڪاش ۾ گهڙي ڌرتيءَ مٿان پئي نيل ۽ انگد هوا جي جهلڪي سان اُڏي ۾ ڌرتيءَ ٿي نہ پيا ڪرن! تنگ ٿي پگوان کي چوڻ لڳا تہ "اي پريو تون اسان جي رکيا ڪر. اسين تنهنجي شرن آهيون."



اسين هتاسين وس ايمان پل تنهنجي جي رهي ڪل ڪان
ٻنهين باندرن ڪش ٻاڻ هٽي دين جاڻي کين ڇڏيو ڪٽي!

اي پگوان، اسين ايمان جي وس هتاسون. اسان تنهنجي شڪتيءَ کي نہ سمجهيو. اسانکي ٻل ٿي فخر هو! پوءِ ڪش هڪ ٻاڻ هڻي هنن کي ڌرتيءَ تي آندو ۽ کين لبل سمجهي، دين سمجهي معافي ڏني!

سڀ بانـدر هڪ ٻي زور سان ۽ گڏجي وڻ ڀتي آيا، جي ڏرليءَ سان
اُکڙي مٿي ڪڍيا! سپني اهي وڻ وري لو ۽ ڪش مٿان ڦِٽا ڪيا ٻر لو هڪ
ئي ڪن ٻر سپني کي ڪاٽي ڇڏيو ۽ ذرا ذرا ڪري ڪٽي ڦِٽا ڪيا.



ڪن هڪ ٻر ٻـاڻ ائين هڻن شتر و منورت مٿيءَ مـلن.
ڪروڌڪري لو ٻاڻ ڦٽڪاريو ويرن سپن کي ڏرن سمهاريو.

ٻالڪن هڪ ڪن ٻر اهڙيءَ طرح ٻاڻ هنيا جو هنن جي ڪوشش نشٽل ٿي
ويئي. پوءِ لو هڪ ٻاڻ اهڙو هنيو جو سڀ دشمن بيهوش ٿي ڌرتيءَ تي ڪري پيا.



ٻنهين ڀائرن ية اهڙي لڙي ڪيا باندر سڀ صاف!
تنهن پـوءِ وري آيـو ڀرت سمجهـي وِڌ خـلاف!

ٻئي ڀائر ية اهڙيءَ طرح لڙيا جو سڀ باندر جيتي ميدان صاف ڪيائون.
پوءِ ڀرت آيو، جنهن وڏاتا کي پنهنجي خلاف سمجهي ٻنهيءَ دل سان لڙائي ڪئي.



رڇ باندر پيا گهايل ٿـي ٿيا گهاون ڪـان گهڻو دکي!
جامونت پـوءِ راءِ گهرايـو انگد آيو ۽ هنومنت ٻه آيو.

سڀ رڇ باندر گهايل ٿي، درد ڪان، گهاون ڪان دانهون ڪرڻ لڳا. پرس
پوءِ جامونت کي سڏايو جنهن سان انگد ۽ هنومان ٻه گڏجي آيا.



ڪش انگد چيو: ٻالي ڪمار! ٻل تنهنجي جي سڌ سنسار!
پيءُ مارائي ماءُ پين ڏئي شرم وڃائي ڪيئن شان لڙي!

ڪش پوءِ انگد کي چيو تہ اي ٻاليءَ جا پٽ، تنهنجي شڪتيءَ جي خبر
سڄي سنسار کي آهي. تون اُهو انگد آهين نہ، جنهن پيءُ کي مارائي ماءُ پين کي
ڏيئي ڇڏي؟ شرم وڃائي هاڻي لڙائيءَ ٻر شان اچانڪ آيو آهين!



اُهو ڦل پوگهہ اڄ منجهہ لڙائي لاهہ ڪلنڪ ۽ ڪر پلائـي
ٻڌي انگد کي ڪروڌ چڙهيو پهاڙ ڪٽي مٿان ڪش ڇڏيو!

پر سڀ ٻيھر سرلوائي وڏو لشڪر ولي هليو. سندس مٿن ۾ ڏاڍو ڪروڌ هو. ٻچي جا ڏس؟ هڪ وڏي ندي رت جي وهي رهي هئي. ڪين اهڙو نہ ٻڙ ليو جو وڙهڻ جو آسرو لاهي ڇڏيائون!



اُنهيءَ سمي ٻئي پت سيتا اچي پهتا ميدان
ڏنا باندر ۽ دئيت سڀ ڪڏهن ڇيو هنومان.

انهيءَ وقت سيتا ماتا جا ٻئي پٽ بہ مدان ۾ اچي پهتا. سڀ باندر ۽ دئيت ڪين ڏسي ڏچي ويا. ڪڏهن هنومان همت رکي چيو تہ:



مات پتا ڏنيم جن جنمايو موتي وچو گهر وڙهو اچايو
"ميدان ڇڏي وڃو" لنڊ ٻڌي ٻنهين ٻارن کي ڪاوڙ لڳي!

اي ٻالڪو، توهان جا ماتا پتا ڏنيم آهن جن توهان جهڙن سندر سوروين کي جنم ڏنو آهي. اوهين اچايو چوليا وڙهو، گهر وڃي راند روند ڪرڻ ۽ حياتيءَ جي موج ماڻيو. "ميدان ڇڏي وڃو" لفظ ٻڌي ٻنهي ڪمارن کي سخت ڪروڌ ولي ويو.



ٻل نہ آٿو وڃو گهر هليا پائي ماريون نہ گيدين اسين ڪڏائي
ٻڌي وچن پرت پنهنجي ڪن ساڻ
"ٻالڪ، سنڀاليو پنهنجو تن پاڻ!"

اي ٻاءِ، جي توهان ۾ وڙهڻ جي همت ۽ شڪتي نہ هجي تہ مات ڪري گهر هليا وڃو. اسين گيدين تي هٿ ڪين هلائيندا آهيون. پر سڀ ٻالڪن جا اهي وچن ٻڌي ڪين جواب لکو نہ چکو، "ٻنهجا ڏنش ۽ ٻاڻ سنڀاليو."



چيخون ڪري ۽ سڀ گڏجي آيا مٿي وڙهڻ ڏرن ڪجهي!
سين گڏجي هڪ وارئي ماريا لوڪتي ڪن ڏرن سمهاريا!



هت جوڙي پرت چيا تڏهن وچن اندر دڪاءِ
سيه تياڳڻ ڦـل مليو اِهـو پريو چيو ڏسي آءِ.

پرت تڏهن لورو ڏمڪي ۽ هت جوڙي چوڻ لڳو ته اي پڳوان، وڏانا اسانکي اِهو ڦل سيتا جي تياڳڻ جو ڏنو آهي. تڏهن لي پڳوان چيو ته چڱو، لون وڃي روارو ڏسي ته اچ ته ماجرا ڇا آهي!



پڌ ڪرڻ ڪان پاءِ، چرڪين تيار ڪريو رت جيڪي ڏسين!
پگ رهي پل دشمن ڏسون رانوڻ برابر بـالڪ پسون!

اي پاءُ، مان سمجهان ٿو ته تون پڌ ڪرڻ ڪان چرڪين ٿو. هاڻي جلد سڀ رت، جيڪي ۾ هجن، سي تيار ڪراءِ. پل ته پگ رهجي وڃي ۽ رانوڻ جهڙن سورن دشمن کي هلي روارو ڏسون.



پرت وچن پڌي لڇي ٿيو گهڻن طرحـن سان رام چيو
جامونت سـگريـو وپيشڻ دِود مَيند نيل نل پوشڻ.

پرت اِهي وچن پڌي لڇي ٿيو ۽ ڏنو ٿي. پڳوان پوءِ ڪيس ڏبرج سان سمجهايو. پوءِ جامونت، وپيشڻ، سگريو ۽ نل ۽ نيل، ميند ۽ دود، جيڪي پنهنجي ڪل جا وڏا پوشڻ هئا،



پهرين سڪا سڀ ورتا گهرائي انگد هنومان پين سمجهائي
دشمن ميدان مان ماري پڄايو پاڻ بالڪ پئي پڌي پهچايو.

هنومان ۽ انگد کي ٻه پڳوان سڏ ڪيو. کين چيو ته اي پائيو، دشمن کي لڙائيءَ جي ميدان مان جيتي جڙا پڪڙي منهنجي سامهو حاضر ڪريو.



سُرنائي ونـي ڪٽڪ وشال پرت اُپجيو من ڪرود چنڊال
رت ندي وهندي ويرن ڏني وير پڌنا، آس وڙهڻ رکي!

شتروءَ کي نهايت ٻلوان سمجهي لڇمڻ کي سيتا جو ان ۾ چاڙهڻ ياد پيو. هوءِ ڏاڍو وياڪل ٿيو ۽ دل ۾ سوچيائين ته هوڙي جڳ ڪان نه مرڪبولي پلو آهي.




ڪروڌ ڪري ڪش ٻاڻ ڪنيو ن ڳڏ منتر سان منيءَ ڏنو!
آڪاش پاتال رساتل جو ٻاڻ لڳي پوم بچي نـه ڪو.

اڇڻ شرط ڪش اهو ٻاڻ ڪنيو جيڪو منيءَ کيس منتر سان ڳڏ ڏنو هو جنهن جي چٽڻ سان سنسار ۾ ڪير به بچي نٿي سگهيو.




ٻاڻ موهن تنهن شستر کي چاڻو
مهيش وشن برهم تنهين سياڻو!
لڇـڻ لڳو سو پيو ڌهي ڏرن ڪريـو ڪا سڌ نه رهي!

اُنهيءَ ٻاڻ جو نالو موهن ٻاڻ هو جنهنکي برهما، وشنو، مهيش به ڄاڻن ٿا. اهو ٻاڻ ڪش لڇمڻ کي ماريو، لڇمڻ يڪدم ڌرتي تي ڪري پيو ۽ سموري سڌ ٻڌ ڀلجي ويس. بيهوش ٿي ويو.




سڀڪي سئنا اُٿي ڀڳي اپـار اچي رام وٽ ڪئي پڪـار
سڀڪو سماچار يـڌ ٻـڌايو وير لڇڻ جيئن پوم سمايو!

سموري سئنا ڀڄي وڃي ايوڌيا پهتي ۽ سموري خبرچار اڳاڻيءَ جي رام کي ڏني. جهڙيءَ طرح لڇمڻ ڌرتي تي ڪريو هو سو به کيس ٻڌايائون.




جنهن طرح سارو ڪٿڪ سنهاريـو
اڪين ٻنهنجين اسان نائڪ نهاريو
ٻار ننڍا ٻر آنـي ٻـلوان روپ تنهنجو ٻئي اي ڀڳوان!
وار سونهري سندن متي ٻالن سگهه ڪو ورڻـي سگهي؟

هنن سڀ ورتانت ڀڳوان کي ٻڌايو، چيو ته ٻئي ٻار تنهنجي روپ جا آهن. سندن وار سونهري آهن. اتاهه شڪتي جي کاڻ آهن.



مَلهہ يڌ ڪرڻ لڳا للڪاري ميچي نہ هار ڪيرنڪي نہاري!
اُڀاءِ گهڻا ڪن، وري ڀِڙن ڪرن ڏرن وري اُٿي لڙن!

ٻئي وير ٻوءِ هڪٻئي کي للڪاري ملهہ يڌ ڪرڻ لڳا. ٻئي سور وير هٺا، هار ڪير بہ نہ ڀيو ميچي ۽ نڪي ڪو ڪنهن ڏي نہاري ٿو. گهڻا اُپاءَ ڪيائون هڪٻئي سان وري ٻک وجهي اڙيا. هر هر ڌرتي تي پيا ڪرن ۽ وري پيا اُٿن!



بيهوش سمُنا ڏي لڇڻ نہاري سمري رام چرن چِت ڌاري
باڻ هٺي لؤ ڌرن ڪيرائي بيهوش ڪري ڀيو ڪيئن الائي.

سڄو لشڪر مئل سمجهي لڇمڻ ڀڳوان رام جو سمرن ڪيو ۽ هڪ باڻ لؤ کي هڻي ڌرتي تي ڪيرائي ڇڏيائين. لؤ ڪيئن بيهوش ٿي ڪريو سا خبر ئي ڪانہ پيئي!



سييہ سمري، من چرن سُکد ڪُش اُٿيو وئي مورچا جلد
ڏسي بيهوش لؤ ننڍڙو ڀاءُ ڪروڌ اُڀجيو من وير اٿاهہ!

ماتا سيتا کي سمري ۽ مني جي سکدائي چرنن جو ڌيان ڪري ڪش جلدي مورچا مان اُٿيو. اُتي ڏٺائين تہ وڏو ڀاءُ بيهوش پيو آهي؛ انهيءَ ڪري ڏاڍو ڪروڌ من ۾ پيدا ٿيس ۽ وير ڀاءُ من ۾ پيدا ٿيس.



لڇڻ ايندو اُن ويـر ڏسي باڻ چاڙهي اڳ آيو ڪوسي
شترو جيت ۽ باڻ ڀيا ماري سيئي ڪٽي ڪش وير نواري!

لڇمڻ سامهون ڪش کي ايندو ڏسي باڻ هٿ ۾ جهليو ۾ هن سندس سڀ باڻ ڪاٽي ڇڏيا.



مـن ۾ وياڪل لڇڻ گهڻو ڏسي شتـرو ٻـلوان
سيہ ٽياڳڻ من سوچ اَتٽ پران ٽجڻ سک جاڻ!

پاڻ ڏسي اچ ”لڇمڻ ڀڄي ھن ڏانھن لئي ڪنھن ٻاڻ چاڙھيو، پر ٻالڪن کي
مٺي ٻالڪ سمجھي ۽ ڪل جو فرض سمجھي ڇڏي ڏنائين.“



پنھنجا سھائڪ وڃي اچو پائي  توھان مارڻ مان ناھ پلائي!
ڪش ڀڄي ڪنن ٻاڻ ڪنيون  ڏڪي ڏرن پڻ شيشُ ڌنو!

لڇمڻ ٻوء چوڻ لڳو ته اي ٻالڪن جا پوشڻ، توھان جي مارڻ مان پلائي
نه ليندي. توھين پنھنجي سھائڪن کي وٺي اچو. اھو ٻڌي، ڪش ھڪ خطرناڪ
ٻاڻ چاڙھيو جو ڏسي ڏرلي ڏڪي ريئي ۽ شيش کي ڏپ لڳو.



ٻاڻ چڏل ويا اُپ پکڙي  پنيان ٻاڻن ويو سج ڇپي!
.ٻلوان شترو ڏسي جوش ۾ آيو  ڌنو لڇڻ نه پر رٿ زورڪايؤ

ڪش جي ٻاڻ ڇٽڻ سان لکين ٻاڻ آڪاش ۾ پکڙجي ويا ۽ سورج انھن جي
ڇانو ۾ ڍڪجي ويو! لڇمڻ شترو کي ٻلوان سمجھي ڌنو نه کڻي پر رٿ کي روڪي
بيٺي رھيو.



ٻاڻ سان ٻاڻ کي ڪاٽي پائي  ڪيل پيا ڪن خبر نه ڪائي
لڇڻ گدا ڪنھن دم ھڪ ماري
ڏرن ڪريو ڪش مورڇا پاري

ٻاڻن کي ٻاڻن سان ڪاٽڻ ۽ ھڪ ٻارائو ڪيل آھي! ڪنھن ڪري لڇمڻ انھيءَ
دم ھڪ گدا اھڙيءَ طرح ھنئين جو ڪش بيھوش ٿي ۽ ڏاڍو وياڪل ٿي ڏرلي
تي ڪري پيو!



بيھوش ٿيل ڪش کي ڏسي  لو ڊوڙيو ڪري شور
ايندي لڇمڻ چاليءَ ھنيون  ڪريو نه پربل زور!

ڪش کي بيھوش ٿيل ڏسي لو ھڪدم ڊوڙيو ۽ گجڪار ڪري اچڻ شرط
لڇمڻ کي چاليءَ ۾ ھڪ ٻاڻ ماريائين. لڇمڻ کھٽي شڪتي وارو ھو ڪنھن ڪري ھو
ڏرليءَ تي نه ڪريو.

فتح ڪري ڇڏيو، هنن ڪانئرن نہ وڙهڻ جي طاقت ٻاھر نہ ڏسي، وڃي رام کي ڏانهن ڏني!



ٻـالڪ ٻـڌي حيران ٿيو لڇڻ گھرائـي ڪنهنکي ڇيو
ٻاڻر هٿان ٻئي وڃو گـڏجي مُن ٻالڪ ٻڌي اڇو وٺـي.

رام شترن کي ٻالڪ ٻڌي حيران ٿي ويو. ٻوء لڇمڻ کي گھرائي کيس ڇيائين تہ ٽون ٻاڻرن سميت وڃ ۽ پنهنجي ٻاھوٻل سان مني ٻالڪن کي ٻڌي هٿ وٺي اچ!



ماريو نہ ٽن کي آڏيو شـهـر رشي پٽ مارڻ آهي قـهـر!
ويو لڇڻ ساڻ سئنا اپار پهچي ميدان تنهن ڇيو هن پار

ٻالڪن کي مارج نہ، هنن کي جتر و شهر وٺي اچج. مني ٻالڪن کي مارڻ مهاپاپ آهي! ٻوء لڇمڻ هڪ ڀاري سينا وٺي لڙائيءَ جي ميدان تي پهتو ۽ چيو تہ:



وڃو بچائي پران من ٻالڪ رگھونشي برهم ديو من پالڪ
ٽري ڀري ٿيو اڪين ڪان پائي ڏسي ٽوهان آيو ڪروڌ اڏڪائي

لڇمڻ چيو تہ اي مني ٻالڪو، پنهنجا پران بچائي هليا وڃو. اسين رگھونشي برهمڻ، ديوتا ۽ منين جي رکيا ٿي ڪندا آهيون ۽ انهن سان نہ لڙندا آهيون، اي پتر، اکين ڪان هٿي ڀري ٿيو ٽوهان کي ڏسي مونکي ڪروڌ گھڻو ٿيو آهي!



ٻڌي لڇڻ جا وچن تـڏهن ڪليا گھڻو ٻال ويـر
ڀرين وڃي پنهنجو پاءُ ڏس اڃ ڀرٻل رڻ ڌير!

وير ٻالڪ لڇمڻ جا وچن ٻڌي ڪليا ۽ چوڻ لڳا تہ اي وير، ڀاڻ پنهنجي پاءُ جي حالت تہ ڏس.



”پاءُ ڏسي اچ“ ٻڌي ڪنن ڏنـش چڙهايو ٻـاڻ ڪنن
ويس ڏسي سمجھي من ٻالڪ ڪل فرض جاڻي ٻنو اُمالڪ!

چگي سور وار ورج ساڻ ڪري ڪوڙي ڪارڻ گھوڙو چڏي انجي پليان لڳا آهيو؟ پتر لکڻ-پڙل لوهان کي ڪو پڙلي نه ليو نه ڪو وير ڊرليء لي آهي!




جي پل ناهه لوهان سرير گھوڙو چڏي هٿ وچو گھر ڏير!
پڏي شترگهن لنظ لچاٽو استر ڪٽو هٿ چيو، مسڪانو!

جڏڪڏهن لوهان جي سرير ۾ اهتري شڪتي نه آهي جو گھوڙي جي رکيا ڪري سگھو نه پوء گھوڙوالي لي چڏي گھرروانا ليو. شترگھن ڪمارن جا لنظ ٻڌي ڏاڍو اچي لي ويو! پوء ڪين چپائين نه چگو، پنهنجا هٿيار سنڀاليو!




اسان للڪاريو وير ڏاڍا پياري!
ٻنا ڪڏهن شير، وجي جي تاڙي؟
الين چٽي هٿ ٻاڻ ڪنيون ۽ ٻهرين سرمن کي نميو.

واه، پالي، لوهين ڏاڍا ٻلوان لسا ڏسجو، جو اسانکي للڪاريو ٿا! ڪڏهن شينهن به ٽاڙيء جي آواز لـي ٻنا ٻڌو؟ الين چٽي هڻ ٻاڻ سنڀاليا ۽ ٻهرباٻين مڻيء والميڪ جي طرف سر نماٻاڻون.




ماري رٿ سارٿي ۽ ٽرنگ ٻاڻ هٽي ۽ ڦٽي انگ انگ
ڪري بيهوش پڻ ڪنڪ کي ماريو ماس سين جوگدن سنپاريو!

ٻالڪن پوء شترگھن، سندس سارٿي ۽ گھوڙن ۽ رٿ کي ٻاڻ هٽي انهن جا انگ ڦٽي وڌا. شترگھن نه بيهوش لي ويو ۽ سموري سينا کي جيتي ماري ڇڏيو جن جي ماس جي رکيا ڪدڙن ۽ ڪانڙن لي ڪئي!



هڪ هڪ وير ماري ڪيو وجيه جنگ ميدان
ورڻهڻ بدران ٽن دانهن ڏني وجي رام ڀڳوان!

وير ٻالڪن هڪ هڪ وير کي للڪاري هيٺ ڪيرايو ۽ اهڙيء طرح مران

بالڪن چيو ته اي ويرو، بيلي، ڪتري ڪل ڪي ڪلنڪ نه لڳايو. توهان انين ني ڪٽي گهوڙو ڇڏيو آهي! توهان ڪي ٻرڙيءَ تي ڪر سورويرن سڄڻن ني نٿي؟ اهڙا ڪنور وچن ٻڌي ۽ ڪمارن ڪي، بالڪ سمجهي ڪيترا سورهيه ڏانهن ڊوڙيا. ٻر لوڌانش لي ٻاڻ چاڙهي انهن سورمن ڪي ناس ڪري ڇڏيو!



ڏرن ڪريا ۽ اُتي ڦريا جوڌن وچي شترگهن چيو:
مُن بال لڙي ماري سڀن سڃي گهوڙو ٻڌي ڇڏيو.
ڪري ڪاوڙ آيو شترگهن سهايو فوج وني اڳتي وڌيو
رڻ گجن ٻئي بالڪ جڻ وڏندو ڏسي پڻ لڄي ٿيو!

ويرن جي ڏرليءَ لي ڪرڻا پيا هئا سي ورِي اُٿيا ۽ وڃي شترگهن کي ٻڌايون ته اي سوامي، ٻن مني بالڪن گهوڙو ٻڌي رکيو آهي! اهو ٻڌي شترگهن ڪاوڙجي فوج کي اڳتي وني هليو. ٻنهين بالڪن کي گرجنا ڪندو ڏسي هو ڏاڍو لڄي ٿيو. ڇو جو بالڪ اهڙو ته زور سان گرجنا ڪري رهيا هئا جيڙا شينهن.



ٻڌو اي ٻال ڪمار ڏيو گهوڙو ڇڏي ڪروڌ کي
پوڄي توهان تنهن وار جنم سڦل پنهنجو ڪريو.

شترگهن چيو: اي بالڪو، ڪروڌ کي ڇڏي گهوڙو واپس ڏيو. پوءِ توهان جي سورويرتا ڏسندو لڌهن يڪدم توهان جي پوڄا ني ڪندو. تنهن ڪري چرڻ ڇهو ۽ گهوڙو ڇڏي ڏيو ۽ پنهنجو جنم سڦلو ڪريو!



ڪانءِ ڇا راجن، ڪٿي رهواسي؟
ڦرو جهنگل وني فوج پڻ خامي!
گهوڙو ڇڏيو ڪهڙي ڪارڻ سياڳي
پٿر لکيؤ ۽ ٻڌو پوءِ ڪياڳي!

اي راجن، ڏيا پالي اسانکي پنهنجو نالو ته ٻڌاءِ! ڪٿي توهين راڄ ڪندا آهيو؟

جڏهن ۾ والميڪ جي ڪٿا هئي. سيتا ماتا جا ٻئي سورهيه پٽ ۽ اُتي هئا. اُنهن جي نظر هن سندر گهوڙي تي پيئي!



مٿين جــڙيل مستڪ مٿانئـي پتر ٻڌل سر پڙهيو ٿهائين
وڻ ويچهي سان گهوڙو ٻڌو ٻن ويچار ڪٿي ائين ڪيـو!

هن وچتر گهوڙي جي مستڪ تي پتر ٻڌل ڏٺو ۽ گهوڙو ٻهاري اهو پتر پڙهي ڪٿي گهوڙي کي واڇهي هڪ وڻ سان ٻڌي ٻهاريو. هن سوچيو ته اُتي نه اُنس ڪرڻ سان ڪهڙو نتيجو نڪرندو.



ڪمر ترڪش هٿ ڌنش ۽ تير تيار ڪرڻ لء ٿيا رڻ ڌيرا!
سٺ هزار ويـر گهوڙي ساڻ آيا اُتي جٿ ٻاٻر ٻلـوان

ڪمر سندن ۾ ترڪش ٻڌل هئا ۽ هٿ ۾ ڌنش ۽ ٻاڻ هوا. هو پتر پڙهي وڙهڻ لاء تيار ٿي ويا! هرڏانهن جو گهوڙي سان سٺ هزار پهلوان ساڻ هئا ۽ رکيا ڪري رهيا هئا، سي ۽ اُتي آيا جتي ٻئي ٻاران ٻاٻر بيٺا هئا!



وڻ ٻڌل ڏٺ گهوڙو ڏسي ٻا ڪ چاٽي ڪٿي ڪاوڙ روڪي
گهوڙو ڏيو گهر وڃو سويلو مات پتا ڏنيه اَگــڻ سويلـو!
لڙڻ لڙاي گهرڻ وري دان ڪين ٻوڙيو کتري ڌرم جو شان!

هرڏن گهوڙي کي وڻ سان ٻڌل ڏسي ۽ ڪمارن کي ٻالڪ سمجهي پنهن جي غصي کي روڪيو ۽ چوڻ لڳا ته اي ٻالڪ، گهوڙي کي ڇڏي سويرو گهر وڃو ليو. اهي ماتا پتا ڏنيه آهن، جن جا توهين ٻاٻا آهيو! اهو ٻڌي ٻالڪن چيو ته اي ٻانبو، لڙائي جي ميدان ۾ ڀيک گهري کتري ڌرم جو شان نه ٻوڙيو!



کتري ڪل ڪلنڪ نه لايو اي ســـورويـــر!
بـــن ٻـــل گهوڙو ڇـڏيؤ ڏرن ڏٺو نه ڪو رڻ ڌيز؟
کنور وچن ٻڌي ڪـوڙا ٻالڪ چاٽي ڏن ڏي ڊوڙيا
ڌنش کٽي هڪ ٻاڻ هٽي لؤ ڪلي ڏن سرير نهوڙيـا.



اُتي سندر ٻـــہ نگر ٻــڌي ٻلوان پٽن کي اُنھن رکـــي
متّرا نانءُ آ پـــرستا جنھنجو ٻيو شھر آ لکيل ويدن جو.

شترگھن ٻوءِ اُتي ٻہ شھر ٻڌايا ۽ ٻنھين ٻلوان ٻٽن کي اُنھن شھرن جا راجا مقرر ڪيائين. ھڪ متّرا ۽ ٻيو وشو. اُنھن جو ذڪر ويدن ۾ بہ ٿيل آھي.



وڏو سڀاھو ٻـــل پرويڻ متّرا راج ٿيو اُنھي اڏيـــن
يمنا ڪناري وشـــونگـــر يوپ ڪيتو اُن اولھہ طرف

سڀاھو، جو ٻل ۽ ٻڌ ۾ پرواڻ ھو تنھنکي متّرا جو راجا ڪيائين جو جمنا جي ڪناري تي آھي. يوپ ڪيتوءَ کي وشو جو راڄ ڏنائين جـــو ٻري اولھہ جـي پاسي آھي.



چرن جيؤ چٽي وڄائي نشان
ڏکڻ ھليو گھوڙو جڳہ کي جــاڻ .
وزير ۽ پٽ کي اُتي ڇڏي جل جمنا جت نچي کڏي.

چرن جيو چٽي ۽ واڄا وڄائي ۽ نغارا نشان وڄائـــي گھوڙو ڏکڻ طرف ھليو، جتي جمنا جي مست جل ۾ پي راند ين ڪيون ۽ ناچ لي ڪيا.



پـــرنام ڪـــري جمنا ھليا سٽنا ھلي گھوڙي سنـڪ
سوره سٽنا ڏاڍي خوش ھٽي سمجھي بس چترنـڪ.

جمنا کي پرنام ڪري ۽ وڄ گھوڙي جي پٺيان ھلي. ولرن جـو جھنڊ سٽنا کي ڏسي ڏاڍو خرش ٿيو.



والميڪ بـــن سٽنا سميت اچـــي پھتا سان ڪرپانڪيت
سيہ پٽ ٻئي ھئا ويراُتي نگاھہ پئي تن گھوڙي سندر تي

آخر شترگھن سمرري سٽنا سميت، گھوڙي جـــي پٺيان اُنھيءَ بن ۾ پھتو

جيئن ڪــال اچي ڪڙڪندو آهي . گهڻن ئي جوڌن کي ماريائين. پوءِ شترگهن طرف گجگوڙ ڪندو وڌيو.




هنيون ترشول اڇڻ سان ڇاتي ڪريو ڌرن ڌڪ کائي گهائي
مورڇا ڏسي ترار ڪٺي آيـو ڏنـو سپاهو ڪروڌ سمايو!

لوڻاسر اڇڻ شرط شترگهن کــي ترشول هنيون جــو سندس ڇاتيءَ ۾ کهڙي ويو. هو بيهوش ٿي پٽ تي ڪري پيو. هن کي ڪريل ڏسي لوڻاسر خوش ٿيو ۽ ترار کڻي ڏانهس وڌي آيو. اهو ڏسي سپاهوءَ کي ڪروڌ ولي ويو.




رٿ پيڇي سپاهو سارٿي ماريو سر گهٽن جو ڌرن ٿي ڏاريو
رٿ ڀــن لنوڻ بيهوش ٿيو سريو جي سڌ پلڇي ويـو

سپاهو پيهنجي گدا سان لوڻاسر جو رٿ ڀڃي ۽ سارٿي کــي ماري ڇڏيو. پوءِ ڪلندي ڪيترن کي موت جي گهاٽ تي آنائين. رٿ ڪانسواءِ لوڻاسر بيهوش ٿي ويو ۽ ڌرتيءَ تي ڪري پيو.




چرن وندي شري رام جا پاري ڇڏيا ڀـــ ٻاڻ
سر ويو ڌڙ کان ڌار ٿــي ڪريـو ڌرن نــڌان

سپاهو شري رامچندر جو سمرڻ ڪري ۽ ٻاڻ هڻيا جنهن ڪري هن جو سر ڌڙ کان ڌار ٿي ڌرتيءَ تي اچي ڪريو.




مرڻ ٻڌي خوش ديون دل ومان چڙهي ڇتڪارن گــل
گل ورســن ۽ وڄــن نغـارا مٽي ويا دک درد اپـارا .

لوڻاسر جــو مرڻ ٻڌي ديوتائن جو جهنڊ بلڪل اهار ٿيو ۽ ومان تي چڙهي مٿان گلن جي وڪا ڪرڻ لڳا. چوڌاري خوشيءَ جا نغارا وڄڻ لڳا ۽ سڀ دک ۽ ڪليش مٽي ويا!

مڙو ٿو چڪايان! ڪين جيتي ئي اچي لوهان اگيان سر نمائيندس. ڏسجو ته مان ڪيئن ٿو سرپ حاصل ڪريان. ٻنهي طرفن گهڻو فخر هو. يوپ ڪيتو ۽ سپاهر ٻئي پنهنجا هٿيار ڪڻي لڙڻ لاءِ نڪتا.



سُور پريا، جيهِ پنهنجي طرف جي چٽي ڳـولي جوڙ سنو
پير ســر ڪانـــي ڦتا ڪن يــوگني ٻالڪن متو مکو
گــدڙ لــومڙيون ڪانءُ سرٽيون رت پي سک منائن
بٽيا داني رت دان ڏئي من ۾ خوش ٿي منگل ڳــائن

ٻنهين پاسين جوڌا پنهنجي برابر جوڙي ڏسي، الڪي للڪاري لڙڻ لڳا. هڪٻئي جا سر ۽ پير ڪاٽي ڦٽا ڪيا ڪن ۽ ڏائڻين ۽ سرٽين جو مکو متو ۽ گدڙ ۽ لومڙ انهن جو رت پي پيا خوشيون ڪن. اهي سڀ پين جانورن کي ٻـ نينڊ ڏيئي وڏا داني ٿي پيا ۽ خوشيءَ جا گيت پيا ڳائن!



پيءُ ويجهو گڏ ٻئي پٽ آيا دشمن طريقا وڙهڻ سارهايا
ڏسي پٽن جي شڪت اکنڊ خوش ٿيا ناگ ديوپکي پرند!

شترگهن جا ٻئي پٽ دشمن جي ٻل کي ياد ڪندا پيءُ جي ويجهو آيا. هنن دشمن سان وڙهڻ جي سندن طريقن جي ۽ ساراهه ڪئي. ٻالڪن جي سورهيائي کي ڏسي ديوتا ۽ ناگ ڏاڍا خوش ٿيا.



سجي رت گهوڙن ساڏنن گجندو ساڻ نشان
ڪيتر پڌاريو ڪروڌ مان لوٽاسر ٻلوان

لوٽاسر رت کي تيار ڪري، هٿيار رکي ۽ گهوڙا جولي يدڪيتر ۾ آيو.



شترُ سمري ڪٽي شُول وشال جهپٽيو دشمن تي جڻ ڪال
سوين سسيون ڏڙن ڏارڪري طرف شترگهن گجڪار ڪري.

لوٽاسر شترُ کي سمري ۽ سندس ترشول کڻي دشمن متان انين اچي ڪڙڪيو



يڌ ڪري ٻشترن للڪاري ٻاڻ سان ڏيئين ڳهٽن کي ماري
مورڇت ڏسي ڪوتپ ٻلوان رٿ چاڙهي ڪيس وٺي ويو ساڻ.

ٻنهي ڀرن جي سورمن کي للڪاري گهٽن کي ماري ڇڏيائين. لڳاتار جڏهن ڪوتپ کي بيهوش ڏٺو تڏهن رٿ تي چاڙهي کيس ڪڍي هليو ويو!



گهر آيو جڏهن مورچا وٺي ڪنپ ڪوتپ گڏ آيا ٻئي
ويراهڙو جنهنڪان موت ٻچي هار کائي ويو سٽٿ سنجهي

گهر آيو ۽ جڏهن مورچا وٺي هلي تڏهن پنهنجي ڀاءُ ڪنپ کي ٻه ساڻ وٺي جنگ جي ميدان ۾ آيو. سندس ڀاءُ اهڙو ٻلوان هو جو موت ۾ ڪانئس ڊڄندو هو. ير قسمت کين پراس ۽ هار کائي وڃو.



ويڙ ڪروڙين ڇڏيا مون ماري ويو ٻالڪ ڏسي دل هاري
دشمن نيڪي ٻڌي اهنڪار چيو ڪريو نه من ويچار
نؤج سورج ونش ٻوڙي جمنا قيد ڪري راءُ وٺي اچان.

ڪاب چيو ته مون هزارين لکين لڙائيون آهن پر هتي راجا جي ٻالڪن کي ڏسي دل هاري ويٺي آهيان! ڪرڪ دشمن جي بهادري ٻڌي ۽ اهنڪار ڪري چيو ته اوهين ڊپ نه ڪريو. مان دشمن جي فوج کي جمنا نديءَ ۾ ٻوڙي سندن راجا ... هتي وٺي ٿو اچان!

رب ٻالڪ ماريان فوج جمنا تاريان اچي ٻوءِ سيس نمايان
سورج چڙي سڄي فوج گڏي سوپ ڏسو ڪيڏن پايان
ٻنهي طرفن فخر گهڻو من گرجي دئيت سپ سامهون ٿيا.
... ڪيتو پالـو وير سپاهڙ ڪٽي ٻاڻ جلد لڙڻ هليا.

... سر کي چيو ته مان ڏسو ته ڪيئن نه انهن دشمن ٻالڪن کي

جيئن شترگهن منتر پڙهي پاڻ هنيون ليئن ڪروڙين پاڻ آڪاش ۾ ڦهلجي
ويا ۽ مايا سموري ناس ٿي ويئي. جيئن هوا لڳڻ سان ڪڪر ناس ٿي ويندا آهن
يا آڏامي ويندا آهن.




نقلي ديو جهنڊ ڪين ڏسي وڏيو ڪال جان اڳـ وهسي
دشت، سنيال پنهنجو ترشول گدا هلائـي ڪروڌ انڪول

سباهو جڏهن نقلي ديوتائون ڪٽي ڪين ڏٺا، تڏهن ڪال وانگر اچي
وڏيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي ڪائر لوٽاسر، پنهنجو ترشول سنڀال. انين چئي هن
گدا هلائي.




۱ سهي نہ سگهيو گدا تيج اپار مورچا تي ڪريو ڪري پڪار
ڪرندو ڏسي پنهنجو راجـا ڊوڙيا ڪٽي هٿ شستر نهاري.

لوٽاسر گدا جي چوٽ سهي نہ سگهيو ڇاڪاڻ تہ گدا جو تيج سهڻ کان ٻاهر
هو. هو مورچا تي هيٺ ڌرتيءَ تي ڪري پيو. پنهنجي راجا کي ڪرندو ڏسي،
سندس مدد ڪرڻ وارا سورهيہ هٿيار سنڀالي سباهو ڏي وڌيا.




ڪوتپ نالي وير بلوان بيهوش لوٽاسر ڪيس پئي جاڻ
تي هزار وير تيا ڪـڙا اچي سباهوءَ سامهون لـڙيا

ڪوٽپ نالي هڪ بلوان راڪس کي جڏهن خبر پيئي تہ لوٽاسر ڌرتيءَ تي
ڪريو آهي تڏهن ٽي هزار جوان وٺي سباهوءَ جي سامهون لڙڻ لاءِ آيو.



دئيت وياڪل ڪري پـاءِ سنياري
۱ ويجهو اچي ڪـل ديپ نهاري
باڻ شترو کي ڇاتيءَ کهڙيو بيهوش ٿيو ۽ ڌرن ڪريو.

سباهو سيني راڪسن کي ٻاڻن سان گهايل ڪري وري پنهنجي نندي پاءِ
وٽ ويو. هن بہ راڪسن کي اهڙا چٽا ٻاڻ هنيا هئا جو ڪين سڌ پئي پاڃي ويئي!

بي حال ٿي ڌرتيءَ تي ڪري پيو. ٻر وري اُٿي ۽ ڪروڌ ڪري ترشول کڻي، جو شنڪر کان مليو هوس، شترگهن جي سامهون آيو.



مارِيا رگهوويـر سـپ ڌرن ڪريا رڻ ڌيـر
هڪ ڪڻ لوڻاسر ٿـيو گم وچي پل ويـر

شترگهن گهڻيئي وير جڏهن ماريا ۽ ڌرتيءَ تي ڪيرايا تڏهن لوڻاسر هڪ گهڙيءَ لاءِ غائب ٿي ويو!



رچي مايا گهڻا ديـو بڻايا شستر کڻي پوءِ وڙهڻ لاءِ آيا
برهما شـو ۽ وشـنو آدي گهڻا چون ٻيا ويد جا وادي.

هن مايا رچي گهڻيئي ديوتا بڻايا جن ۾ ڪيترا برهما، ڪيترا شو ۽ ڪيترا وشنو هئا. سنڪادڪ ۽ ٻيا مشهور ٻه هئا.



دئيت پربل ڏٺا شترگهن کان گهڻا ملبن هٿ پڻي هٿ سان
وياڪل ڏسي فوج نارد آيـو چئي سماچار سڀُو سمجهايو.

اهڙيءَ طرح دئيتن جي فوج شترگهن جي فـوج کان وڌيڪ ٻلوان ٿي ويئي تڏهن گهڻيئي جوڌا هٿ ٻيا ملن! سڀئي کي وياڪل ڏسي ناردمني آيو جنهن سڀُو احوال شترگهن کي سمجهايو.



شترگهن تنهن دم ٻاڻ سنڀاري سمري ٻاڻ ڌنش کي چاڙهي
سوريه نڪري ۽ دوُر انـڌار نقلي ديو نه رهيو بيڪار.

شترگهن، نارد جي چئي موجب رام وارو ٻاڻ ڌنش تي چاڙهيو ۽ رام جو سمرن ڪيو، ليڪن سڀ نقلي ديوتا ناس ٿي ويا.



منتر پڙهي جيئن ٻاڻ هنيون ڪروڙين نپ سماءَ
پربـل مايا سڀ ناس ٿي ڪڪـر هـوا اُڏاءَ!

شترگهن جي پٽ سباهو سان متنگ لڙڻ لڳو ۽ ٻي جوڙي يوپ ڪيتو ۽ ڪيتوءَ جي هڪٻئي سان لڙڻ لڳي. ٻئي بهادر هئا ۽ هن هڪ ٻئي جي آڏ نه مڃي.



هر هڪ جوڙو گڏجي جوڙي شستر استر ڪٺي پيا ڪن زوري.
گهور ڏسي جنگ ديو پيه پيت
پڇيو ورهسپت کان ڪنهنجي جيت؟

هر هڪ جوڙو پنهنجو ثاني ڳولهي خوب لڙڻ لڳو ۽ شستر ڪٺي لڙائي ڪرڻ لڳو. گهور لڙائي ڏسي ديوتائن کي ڀؤ وٺي ويو. پنهنجي گروءَ ورهسپت کان پڇڻ لڳا ته ٻڌايو ته ڪنهنجي جيت ٿيندي؟



اِندر هرديه ۾ سوچ نه ڪر ، رام پرتاپ رديءَ ڀر ڌر
يوپ ڪيتو ڪري ڪاوڙ اپار رپ ڪيتو ماري ڌرتيءَ ڌار
هيڏانهن سباهو متنگ کي ماريو
ڪٽي هٿ پير ڌرن تي ڌاريو.

اي اندر، رام جو چنتن ڪر ۽ من ۾ ڪو ڪتڪو نه رک. رام جي مهما اپار آهي. يوپ ڪيتو ڪروڌ سان لڙي رپ ڪيتوءَ کي ڪيرائي وڌو. سباهو وري متنگ کي ماريو ۽ هٿ پير ڪاٽي ڪٽي ڌرتيءَ تي ڦٽو ڪيائينس!



ڌرن ڌري هٿ پير ڪپي تير وچي ترڪش کڙيا
شترگهن سُت وير ٻئي پٽ ڪندي گرجنا خوب لڙيا
ٻڌي مرڻ پٽن ڪريو لوٽاسر ڌرن دک لٿي بيحال ٻٽايو
ترشول ڪٺي ۽ چڪر هٿي سڌو شترگهن سامهون آيو.

شترگهن جي پٽن سباهو ۽ يوپ ڪيتو جا ٻاڻ دشمن جا هٿ ۽ پير وڍي وري موٽي وڃي ترڪش ۾ پيا! ٻئي وير، شترگهن جا پٽ خوب بهادريءَ سان لڙيا ۽ گرجنائون ڪرڻ لڳا. ٻنهين پٽن جو مرڻ ٻڌي لوٽاسر بلڪل دکي ٿيو ۽

۽ اهي شترگهن جي لشڪر سامهون ليو، جو دشمن (شترگهن) جي لشڪر کي ڏسي خوش ٿيو!



ماريو ڪالو راجا ڀڏو جيڪي اچيو سو وڃي ڪريو!
الين چٽي فوج سامهون آندي ڪجل جبل جان ڪاري آندي!

جو چوندو آيو ته لشڪر کي ماريو، کين ڪالو، راجا کي ٻڌي مرڻ وقت آئيو، جيڪي وٺيو سو ڪريو، هن الين چٽي پنهنجي فوج کي شترگهن جي سامهون نهاريو جڻ ته ڪجل جبل تان آندي لٿي آهي، الين پير سمجهڻ ۾ اچي!



جوڌا بهادر وڙهڻ لاءِ آتــر سڀ شسترن پريـا
ڪي ڪي جوان جن ٻل ايمان، هڪٻئي جا هٿ روڪيا
تير ۽ شڪتي تومر ٽڪتي پــڻ تــلـوار هلائن
هٿ پير ڪاٽن ڌرن گهوماٽن پــر خبر نــہ پائن.

سڀ جوڌا ۽ بهادر وڙهڻ لاءِ اتاولا هئا ۽ سڀني هٿيارن سان ليار هئا. ڪي ڪي جوان، جيڪي وڙهڻ جي شڪتي هئي سي دشمن جي هٿن کي روڪين پيا. سڀ پنهنجا تير، تومر، تلوار ۽ ترشول هلائي پيا هٿ پير ڪاٽن ۽ کين خبر نہ ٿي ڪالہ ٿي پئي ته جو ڇا ڪري رهيا آهن! جيڪر هٿ چڙهين تنهنکي گهمائي ڌرتيءَ تي ڦٽو پيا ڪن.



پنهنجي سئنا پڄندي ڏسي لوٹـاسر بلونت
سڏيو پٽ متنک وير ۽ پيو پڻ ڪيتو اکند.

پنهنجي سئنا کي ٻٽجي هندو ڏسي پنهنجي پٽن متنک ۽ ڪيتوءَ کي لوٹاسر سڏ ڪيو.



شترگهن وڏو پٽ ٻانهون وشال
لڙيو متنک سان جيئن ڪر ڪال
ديپ ڪيتو ۽ ڪيتو للڪار گهڻو لڙن پـر ميئن نہ هار



شنک وڄائي فوج کي ساڄي آڪاش گونجايو لشڪر واڄي
شهر ٻاهر اچي سئنا سنڀاري پٺ ڏسي ٿيس آنند ڀاري !

شنکن کي وڄائي ۽ فوج تيار ڪري شهر کان ٻاهر نڪري فوج کي سنڀاريائين ۽ پٺ ڏسي ڏاڍو آنند ڀريو ٿيوس.



ٻارنهن راتيون رهيو منجهه رستي اچي پهتو پوءِ جمنا ڪنڌي!
ڪري روزانو دان اشنان چرن پوڄا ڪري سان اُتساهه

ٻارنهن راتيون رستي ۾ رهي، جمنا جي ڪناري تي اچي پهتو. روزانو گهڻو دان ڪندو هو ۽ ڀڳوان جي چرنن جي پوڄا ڪندو هو.



جمنا چرن شترگهن وندي پوءِ پوڄي مهاديو
رام پوڄي پڻ پريم سان ڪري سيڻن جي شيوا.

شترگهن گهڻي ادب ۽ آدر سان جمنا جي پوڄا ڪري پوءِ مهاديو جي پوڄا ڪندو هو. رام جي چرنن جي پوڄا ۽ انهن جو ڌيان ۽ نت نيم ڪندو هو. انهن سيڻن جي شيوا ڪندو اڳتي هليو.



هڪ هڪ جوڌو مٽ لوڻاسر ويو لشڪر ۽ گهيريو شهر
گونجيو آڪاش وڳا نغارا گهمنڊ ڪري اُٿيو لوڻاسر ڀيارا !

لوڻاسر جي لشڪر جو هڪ هڪ ويرُ لوڻاسر جي برابر ٿي هو. انهيءَ شترگهن جو لشڪر شهر کي گهيري ويو. چوڌاري نغارا وڳا ۽ آڪاش گونجي ويو. لوڻاسر لڙائيءَ جو ناد ٻڌي گهمنڊ ڪري اٿيو.



لشڪر لوڻاسر ست هزار گجندر وڌندو ڪندو للڪار
شترگهن لشڪر سامهون پهتو ڏسي لشڪر شترو گهڻو خوش ٿيو.

لوڻاسر جو ست هزار لشڪر گجندو ۽ للڪارون ڪندو وڌندو اڳتي آيو

ٻنيءَ سان گڏ وڃي رهي. ڪيس لوٽاسر ٻت جاڻو، جنهن ٻگران شڙ جو اڪنڊ ٻڃن وڃي ڪيو.




اکنڊ اگر تنهنجو تپ جاڻي ڏنو ڌرشول ڀڳت پرماڻي
جنهن هٿ رهندو استر هي پياري
جيتي ڀون چوڏنهن برهمچاري !

هن جو اکنڊ ٻڃن ڏسي شڙ ڪيس ترشول ڏنو ۽ چيو ته جنهن جي هٿ ۾ اهو ترشول هوندو اهو چوڏنهن ئي ڏسائن ۾ سڀ ڪنهن ئي جيت پائيندو.




تنهن ٻل ڪري هؤ نه گهٽي منش ديو راڪاس
جيتي وس تنهن سڀ ڪيا دک ڏئي تن خاص.

انهيءَ ترشول جي آسري هو انسان، ديوتا ۽ راڪاسن جي پرواه نه ڪندو آهي ۽ سڀني کي جيتي، وس ڪري دکي ڪري رهيو آهي.




چرلرٻڏي ڪجهه رام مسڪانو چڏي ڏيئي تنهن ٻل من مانيو
وير سمنا ٻلوان ٻڌائي هليو وني پٽ شترگهن سهائي.

اهو ٻڌي رام مشڪيو ۽ ڀهنجو ٻل شترگهن کي ڏئي ٻاڻ جهڙو ڪيو ۽ وڏا سمنا ڪي ۽ ڪرپا درشٽيءَ سان ٻلوان ٻڌائي ڇڏيو. شترگهن ڀهنجي ڀهي ٻئن کي ۽ ساڻ ولي ويو.




ٻڌي وڃن گڏ وڃائي نغارا تي هزار سيڱي هڪ وارا
هاٿين گرجنا ڏرن گونجائي رٿ هزارين سورج لڄائي !

ٻگران جي آکيا پاڻي ني هزار نغارا، سڀ گڏ ئي وڃايا ويا. انهن جي آواز ۽ هاٿين جي گرجنائن جي آواز ڌرتيءَ کي گونجائي ڇڏيو ۽ هزارين رٿن سورج جي سواريءَ کي ۽ لڄائي ڇڏيو!



لوٽا سر جي ڪٿا ٿن ڪئي منې ستايا ڳهٽا دک ڏيئي ؛
ٻڌي وچن نيڻن جل ڇايو رام ڪليو ۽ ترڪش ڳهرايو ۔

اُنهن چئني لوٽاسر جي ڳالهه رام کي ٻڌائي جنهن رشين منين کي انيڪ دک ڏنا هئا۔ اهو ٻڌي رام کي اکين ۾ پاڻي اچي ويو۔ پوءِ رام ڪليو ۽ پنهنجو ترڪش گهرايائين۔



شترگهن ڪيڏي تنهن مان ڏنو ٻاڻ اجيت ڪرال
منتر منهنجو پڙهي مار تنهن اچ جيتي مهپال ۔

انهيءَ مان هڪ ٻاڻ اهو ڪڍيائين، جنهن کان ڪير به بچي نه سگهي ۽ چيائين ته منهنجو منتر پڙهي اهو لوٽاسر کي هڻج ۽ اهڙي طرح ڪيس جيتي اچج۔



پوءِ وري رام ويشٽ گهرايو جنهن اچي اگيان سيس نوايو
لوٽاسر جا چرتر اپار پڇيا چڱيءَ پر رام اُدار ۔

پوءِ رام ويشٽ کي گهرائي اُن کان لوٽاسر جا چرتر پڇيا۔



چيو ويشٽ ٻئي هٿ جوڙي سچ سچو آ، پاڻ نوڙي ۔
پيڻ مائيلي ڪنب نشا ماءُ لوٽاسر جي آ سا ۔

هٿ جوڙي ويشٽ چيو ته سائين، اهو سڀ سچ آهي۔ لوٽاسر منهنجو پاڻيجو آهي ته ٻه جيڪي سچ آهي سو ته پڌرو آهي۔ هن جي ماءُ ڪنب نشا منهنجي مائيلي ڀيڻ آهي۔



مڌ دانو سا رانوڻ ڏني رهي پٽيءَ گڏ اُها وڃي ۔
پٽ تنهنکي لوٽاسر ٿيو شو پڄن جنهن اکنڊ ڪيو ۔

منهنجي ڀاءُ رانوڻ اُها وڏيءَ سان مڌ دانو کي پرڻائي، جا وڃي پنهنجي

مٿي لي مور ڄي کنب جهڙاون مٿيون هئس سي الين بيٺون چمڪن جئين آسمان ۾ تارا! چٽن سيوڪن جي هٿن ۾ ريشم جون جار رسيون هيون، جن سان گهوڙي کي وٺي لي آيا. گهوڙي جي مٿين جي چمڪ ڀيلي کي نه لڇي لي ڪيو.



ويرن هزارن وچير لڇڻ اڳيان رڻ ڌير
آئي بيهاريو منجهه سيا جت وينل رگهوير

لڇمڻ هزارن ويرن جي وچ ۾ گهوڙو ڪاهي آئي آيو، جتي شري رامچندر ويٺو هو.



گهوڙو پوڇيو پريپ جڳه جڳه هيتو
ڪئي آگيا جيڻن وشوامتر ڪيتو
وڏيءَ موجب ڏنا دان انيڪ تلڪ گهوڙي ڏئي لکيو پتر نيڪ

پڇران، جڳه وجيه ڪرڻ خاطر وشوامتر جي آگيا موجب گهوڙي جو پوڄن ڪيو ۽ دان ڏنائين ۽ پوءِ گهوڙي کي تلڪ ڏيئي هڪ پتر لکيائين.



”ويرهڪ آهي اوڌپريءَ ۾ شترو سنا ڪري نشت گهوڙيءَ ۾
جنهن هجي ٻل گهوڙو پڪڙي ڏنڊ ڏئي يا ٻن وڃي نڪري!

”اوڌپا جي پريءَ ۾ هڪ وير آهي، هو گهوڙي ۾ ٻلوان شترو جي سنا کي هڪ گهوڙيءَ ۾ ناس ڪري سگهي ٿو. جنهن کي انجي سامهون لڙڻ جي شڪتي هجي، فقط اهو هن گهوڙي کي پڪڙي يا نه ته وري ڏنڊ ڏئي، يا لڙائي ۾ هارائي ٻن هليو وڃي.“



لکي الين سر ٻڌو سنياري ٻڌي وڃن مَن آيا چاري
پرگو منيءَ سان سنگ سپيئي آيا اُئي جت رام وجئي.

اهي لفظ لکي گهوڙي جي مستڪ تي ٻڌا ويا. اهو ٻڌي چار رشي آيا جن سان پرگومني به هو. سڀ رام وٽ آيا.

تي سچا سيواداري مقرر ڪيا ويا جيڪي پورا گيانوان ۽ پرمارٿ ڪي ڄاڻڻ وارا
وويڪي هئا.



ٻه هزار سڏي برهمڻ اُتم پڙهيل پرم پروين
ڄاڻن پوڄا وڏ سڄي رهيا يگيه اڏين

ٻه هزار برهمڻ، جن کي پوڄا جي وڏي ايندي هئي، پڙهيل ۽ اُتم هئا،
تنکي يگيه ڪرائڻ لاءِ مقرر ڪيو ويو.



ماگهه مهنو رت سندر سهائي يگ شالا اچي وينو رگهرائي.
تڏهن چيا گر وچن امول گهوڙو آڻيو جنهن ويدن بول.

مانگهه مهني جي سندر بهار موسم، رام اچي يگيه شالا ۾ وينو. تڏهن گروءَ
آگيا ڪئي ته اُتم ۽ سندر گهوڙو آڻيو جنهن جو ويدن ۾ ورنن ٿيل آهي!



وچن ٻڌي لڇمڻ ساڻ خوشي وار وار گر چرن پرسي
ڪُڙه راجائيءَ ۾ هليو آيو مٽين اوچن سان گهوڙي سجايو.

لڇمڻ اهي وچن ٻڌي ۽ گروءَ جا چرن ڇوئي راجائي ڪڙهه ۾ آيو ۽ اچي
گهوڙي کي مٽين موتين سان سينگاريائين.



گهوڙو سفيد ۽ جنهن ڪن ڪارا
سورج ٽڪا گهوڙا لڄائڻ هارا
زين جڙيل ڪيئن ورڻي سگهجي سورج سواري جڻڪ اچي!

سفيد رنگ جو گهوڙو، جنهن جا ڪن ڪارا هئا ۽ اهڙو ٽڪو هو جو سورج
جا ٽڪا گهوڙا ٻه کيس ڏسي لڄي ٿي ٿيا. اُن جي زين ٿي جيڪا جڙت جڙيل هئي
سا ڏسي سمجهڻ ۾ آيو ته ڄڻ سورج جي سواري اچي رهي آهي!



مور پک مٽيون مٿان سوُنهن اُپ تارا پيا ڄڻ چمڪن!
چئُن سيوڪن هٿ چار پٽ ڏوريون
ڪنوڻ چمڪي پاڻ گهوري گهورون!

اها مورت اهڙي نہ سندر هئا جو الڪي ڏسي ڪامديو بہ لڄي ٿي وڃي!
اها مورت اهڙي لاهي وٺي، جا ڪوبہ سچائي نہ سگهيو تہ اها نقلي سيتا آهي!
سڀ ماڻهو حيران ٿي ويا.



سون جڙيل ۽ سندر مرگهہ ڇالا لنهنتي ويٺل هو رام ڪرپالا
رام سيتا سان خوش ڏسي سڀن ڪيو پرڻام مشڪي .

هيرن ۽ مرلين جڙيل سون جي مرگهہ ڇالا تي رام براجمان هو. پرسان سيتا ويٺل هيس. سڀني سيتا سان گڏ رام ويٺل ڏٺو ۽ سڀ ديوتائون مشڪيا. سڀني پوءِ پرنام ڪيو.



پيڙ اپار ڏسي گرگياني رڌين سڌين جيو ڪريو انوماني
وڃو، ڪريو جو اُچت سمجهو جيڪي گهري سو تنهن ڏجو.

گهڻي پيڙ ڏسي گياني گرو رڌين سڌين کي گهرايو ۽ انهنکي آکيا ڪئي تہ جيڪي واجب سمجهو سو ڪريو. جيڪا بہ شيءِ جنهن کي گهرجي سا هنا گهرڻ جي هن کي ڏيو.



بڌي حڪم رخ رام ڏسي ڪروڙ ٺهيا گهر گهڻو خوش ٿي.
ڪلپ برج آيا گهرن سڪ ڪاڻ ڪري نہ سگهجي ڪن هٿ بيان

حڪم بڌي ۽ رام جو رخ ڏسي رڌين سڌين ڪروڙين سندر گهر ۽ محل ٺاهيا ۽ انهن جي سکن لاءِ وري ڪلپ برج اچي ويا جن جو بيان هٿ ڪري ئي نہ سگهجي.



نگر گهر جايون گليون آناريون پري سگند سجيون سنواريون
سيوڪ ڌاري الي سچا انيڪ پورا پرمارٿ ساڻ وويڪ

نگر گهر بازاريون، گليون ۽ ڪنهڙا سڀ سگند سان پري ڇڏيا. هرهڪ جاءِ

رام ۽ جنڪ جي گروءَ کي متو ٽيڪيو ۽ من ڀانيو ڦل پاتائين. ٻوءِ سيني ديوتائن ۽ برهمڻن جي آسيس پراپت ڪيائين.



ڏهه هزار مُن ساڻ ڪري آيو پرڀ يگ ڌام
چيا وچن گـر نيت جا ٻـڌو وننتي رام!

ڏهه هزار سريشت مني ساڻ وٺي رامچندر يگ شالا ۾ آيو. گروءَ ڪيس نيت جا لفظ چيا ته اي رام،



ڌرم سڀي جـا نيت ٻتائن سنت پُران ۽ لـوڪ سٽائن
بن اِستري يگ سڦل نه ٿئي جنڪپتري ٿي هاٽي گهرجي!

سڀ ڌرم ۽ ويد ٻڌائين ٿا ۽ سنت، پراڻ ۽ لوڪ چون ٿا ته استريءَ کانسواءِ يگيه سڦل نٿو ٿئي! هاڻي جنڪ پتريءَ جي ضرورت آهي!



وچن ٻـڌي رام سَـن ٻيو سڄ ڪوُڙ ٻيو ڪين چيو.
هاڻ پريو مون ونيه ميي اُپاءُ ڪريو جَسُ ڪين رچي.

اهي وچن ٻڌي رام سن ۾ اچي ويو. سچا لفظ آهن يا ڪوڙا، رام ڪي ڪين چيو. فقط هٿ جوڙي گروءَ کي وينتي ڪيائين ته اهڙو اُپاءُ ڪريو جئين منهنجو جس نه گهٽجي!



ٻئي گرو ۽ نـارد سنڪادي چيا وچن ٻڌ پرم انادي!
موتين مٽين جڙيل سند رصورت رُوپ سيبه سشيل هرصورت

ٻنهين طرفن جي گرن ۽ نارد ۽ سنڪ آد ملي صلاح ڪئي ۽ رام کي جيو ته هاٽي سيتا جهڙي سندر سون جي مورت گهڙن ۽ ڪڙن سان سينگاري رچي.



انـگ انـگ جنهنجي ڀوشڻ ڀهرايو روپ ڏسي وجي ڪام شرمايو
ڪوئي نه سمجهي سگهيو نر ناري ڏسي سيبه پيا اچرج ڀاري!

اها خبر جلدي شهر ۾ پکڙجي ويئي. گهر گهر ۾ منگل ڪلش سجايا ويا. ان وقت جي خوشي ورڻن لئي نٿي سگهجي. راجا جنڪ پوءِ برهمڻن کي گهڻو دان ڏنو.



سيوا راجا خوب ڪئي دُونهي گهرائي پوءِ
ڳر گهر وري ويو جنڪ ڪارج سڀ سجوءِ.

جنڪ خوب سيوا ڪئي ۽ پوءِ دولن کي گهرائي سندن دوبارو خوش آمد ڪئي. پوءِ پنهنجي گروءَ جي گهر ويو ۽ خوشيءَ جو ڪارج ايڪ لاڳ نموڻي ۾ ڪيائين.



راءِ هليو ساٿ منترين پنهنجو چڙهي شهر
ٿيون ڏينهن صبح جو سويرجو آيا اوڌ نگر.

راجا جنڪ منترين سميت شهر ڇڏي ايوڌيا هليو ۽ ٽين ڏينهن صبح جو سويرو سانت ايوڌيا پهتو.



پُر باهر ۽ تير سرجوُ واس ڏنو خوش ٿي پريوُ
لڇمڻ سونپي راج ڪرڪار ملڻ آيو سان جنڪ اُدار.

پگوان راجا جنڪ کي شهر کان باهر ۽ سرجو جي ڪناري تي رهڻ لاءِ سندر محلات ڏنو ۽ لڇمڻ کي راڄ جو ڪاروبار سونپي، راجا جنڪ سان ملڻ لاءِ آيو.



رام چتر نيت سين سمجهائي وڏو وزير پرت وَرتا ڪهرائي
جنڪ سيوا سڀي پرت سنپاري رام ڪند ورهيو مٿان نظرداري

رام، راڄنيتيءَ ۾ سياڻي، سڀني کي نيت سمجهائي پوءِ وڏي وزير ۽ پرت کي پاڻ وٽ سڏايو. راجا جنڪ جي سيوا جو سڄو بار پرت مٿان رکيائين، پاڻ فقط سڀني جي مٿان نظرداري ڪندو رهيو.



گروءَ اڳيان اچي رام سرنايو من مانيو پڻ ڪنهن ڦل پايو
سين برهمڻن ديون رندي سين ڏني آسيس آنندي

يگ استان ڏاڍو سنڌر ٿي لڳو، انيڪ پرڪارن جو امر سامان ء تيار ڪيو ويو. مثلا پور جيڪو دوت ويو هو لنهنڪي ڏسي پرواسي ڏاڍا پرسن ٿيا.



دواربال وچــي خبر پڌائي ايوڌيا مان هڪ چٺي آئــي
پڌي جنڪ خبر جلد پڌاريو خوش سرير نيٽن جل هاريو

جڏهن دواربال وچي راجا کي پڌايو ته ايوڌيا مان هڪ پتر آيو آهي، تڏهن جلدي جنڪ آيو. سندس سرير پر نهايت گهڻي خوشي هئي ۽ خوشيءَ جا ڳوڙها اکين مان ٿي وهيس.



پڌي راجا ٿيو آنند مگن شيش سرسوتي نه ورٽي سگهن.
مست خوشي ٿي درٽي آيو دوت ڏنو ۽ گهڻو سک پايو.

راجا کي جيڪا خوشي ٿي انجو بيان شيش ۽ سرسوتي به ڪري نٿا سگهن. جنڪ پنهنجي سر دروازي تائين وڌي آيو ۽ دوت کي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو.



پڇيو راجا رام پائر ڪشل ڪيو حوال خط ڏيئــي اول
ڇاتي لڳائي اکيــن ڌري خشڪ گلي سان ڳالهه ڪري!

راجا، رام ۽ پائرن جو ڪشل پڇيو. دوت چٺي ڏني ۽ اوري پر احوال ڏنو. راجا چٺي اکين تي رکي ۽ خشڪ گلي سان ڳالهائڻ لڳو!



چٺي پڙهي نه پريت سمائي ڏني آگيا دوٽن گهرائــي
نگربزاريون سب گهر ساجو خوشيءَ وڄايو هرهنڌ واجو

چٺي پڙهڻ سان هيڪاري خوش ٿيو ۽ دلبر خوشي سمائي نــه پيو سگهي. پوءِ پنهنجي دوٽن کـي گهرائي آگيا ڏنائين تـه سڄو شهر، گهر ۽ بازارون وغيره سڀ سينگاريو ۽ خوشيءَ جا شرنايون ۽ واجا وڄاريو.



هڪ ڪن پر هيءَ ڦهلي خبر منگل ڪلش سجيا گهر گهر!
آنند اهڙو جو ڇا چئجي دان ڏنا راءِ برهمڻ سهجي.

وسشٽ منيءَ وٽ وڃو ۽ چيو تہ جيڪا اوهان جي وڏهڪ آگيا هجي سا پڄ ڏيو.



هردي خبر مُن پريوءَ جي چاٽي سنيهہ پريل بڻ بولي ٻاٽي
جنڪ ڏي موڪليو دوت هڪ هاڻ
سوپيا وڏائي اچي منڊليءَ ساڻ !

وسشٽ مني رام جي من جي ڳالھ ڄاڻي چيو تہ راجا جنڪ ڏي دوت موڪليو تہ هو منڊلي ساڻ اچي ڀگ جي سوڀيا وڌائي.



رام ڀڏو رگھونش مڻ نينڊ ڏيو هڙ جات
ورڻ ڪبير ۽ اندر يم مُنوز بڻ سپ گيات .

اي سريشٽ رام، سڄي شهر، هرهڪ جاتي ۽ ورن، ڪبير، اندر، يم اوڙي سيني ديوتائن کي نيند موڪلو.



گروءَ سميت پريپ ايوڌيا آيو شهر سجاوٽ ڏسي من ڀايو
جنڪ شهر پڻ دوُت پـٺيو ديش ديسانتر راڄ سڏ ڀيو .

شري رامچندر ۽ گرو وسشٽ شهر ڏسڻ آيا ۽ سجاوت سينگار ڏسي ڏاڍو خرش ٿيا متلاپور، راجا جنڪ ڏاهن ۽ دوت موڪلو ويو ۽ هرهڪ ديش جي راجا کي نيند موڪلي وئي.



جامونت سگريو ويبشڻ نل نيل دوُد ڪل پوشڻ
سيني آيا جتي رام ڪرپال ورڻ ڪبير اندر يم ڪال.

جامونت، سگريو، نل نيل ويبشڻ دود، جيڪي ٻهشي ڪل جا ناميارا هئا تن سيني کي گورايو ويو. ورڻ ۽ ڪبير بہ نيند تي آيا.



سندر لڳو ٿـي يگ آستان انيڪ پرڪارن اُلم سامان.
متلاپـور جـي دوت مڪا امنڪ سان خلقت جڏ

اي سوامي، توهين جيڪا بہ آگيا ڪندا، اها پوري ڪندس، توهين پاڻ ڏسجو. اِهو ٻڌي گرو وسشت خوش ٿيو ۽ چوڻ لڳو تہ اي رام، تون چڱو ٿا ائين چوندين. تون تہ مريادا جي پالن ڪرڻ وارو اتم پرش آهين.



مُن آس پڇندي سنت تنهنجي    چيو پرت رام تياري ڪريو.
ٻڌي وچن پرت سترگهن    منترين سان لڇمڻ گهر ويو
وڏ موجب سڀ برهمڻ گڏ    پرت سان پڻ شهر هليا
رام پيگوان چڻ ايوڌيا پران    مُن گهريا ڪارج سڌ ٿيا.

گرو چيو تہ تنهنجي ڪاما پوري ٿيندي. اهي وچن ٻڌي رام خوش ٿيو ۽ پرت کي چيائين تہ هاڻي هلي يگ جي تياري ڪريو. اهي لفظ ٻڌي چارئي ڀائر منترين سميت گهر روانا ٿيا. سڀ برهمڻ بہ پرت سان گڏجي هليا.



پُرجن سيوڪ منتري    سڀ کي لڙت سڏي
هَٽ رستا سڀ گهر شهر    سنواريو خوب اڏي

پوءِ دربار ۾ رام نگرواسين، سيوڪن ۽ منترين کي گهرايو ۽ آگيا ڪئي تہ سڄو شهر، هٽ، بازارون، رستا ۽ گهر خوب سينگاريو ۽ يگ جي تياري ڪريو.



سيوڪ هليا سڀ ٻڌي هيءَ ڳالهہ
خوش ٿي ڳالهہ ٻڌي هر راتي
ٺهي منڊپ ويا انيڪ پرڪار    سونهن ڏسي ڪاڏي برهما هارا

سيوڪ بہ هليا ويا ۽ وڃي شهر سينگارڻ لڳا ۽ راتيون بہ ڏاڍيون خوش ٿيون. منڊپ تہ انيڪ ٺهي ويا هئا. برهما انهن جي سندرتا ڏسي هار مڃي ويٺو!



مُن هرهڪ وٽ وڃو سگهو    سيڪنهن کي وڃي نينڊ ڏيو
رام وسشت وٽ پوءِ ويو    هجي جا آگيا اُها ڏيو.

رام جي آگيا پائي منتري سيني منين ڏي نينڊ موڪلي. پوءِ ڀڳوان پاڻ

رام کي ڏسي گرو ڪالتس ڪشل پڇي. رام جيو ته لوهان جي چرڻن جو درشن ڪرڻ سان آنند مليو آهي. گروء ڪالهوء وري پڻ پرهڻن اڳيان سڀ ترالين ۽ سڀڏن آشرواد ورتالين.

شروع ڪيو گرو پڙهڻ اِلهاس پريو پڏي من گهڻو ڳلاس
رام ڀائرن سک ڏنـــو الي ڏنو گروء ڏي شرڌا رکي.

گروء پـوء الهاس مان ڪٿا پڙهي، جا سڀني گهڻي آنند سا ٻڌي. ڀائرن پوء گوڻي شرڌا سان گروء ڏي نهارڻ لڳو.

ٻڌي هٿ جوڙي چيو سچدانند مٺا وچن چيا پان ڪل چند
گـرو لوهانجي چرنن پرتاپ جڳهه پرسڌ آ رام مريـــاد !

ٻڌي هٿ جوڙي شري رامچندر گروء کي واتي ڪئي ۽ چيو ته اي گرو لوهان جي آشرواد سان منهنجي مريادا جڳ پرسڌ آهي.

سمو ڏسي وينتي ڪئي سپ جاڻين گر تون
انترجامي پـرڀ ڪريو سڦل ڪامنا مـــون.

وقت کي ڏاڍي ڀائران گروء کـي وينتي ڪئي ته اي پربو، لوهين سڀ ڪجهه ڄاڻو ٿا. منهنجي ڪامنا پوري ڪريو ۽ منهنجي وينتي ٻڌو.

تو ڪرپا سان يـڪ انيڪ ڪير گهڻا هڪبئي ڪان نيڪ
پُرواسي اچـا آس رکـــن يڪ اشوميڌ ڪرڻ چـــون !

لوهان جي ڪرپا سان مون گيٽيئي ڀگ ڪيا آهن ۽ هڪبئي کان وڌيڪ ڪيا آهن. هاڻي سڀ پرواسي چاهين ٿا ته اشوميڌ يگيه به ڪريان.

جيڪا ڪا آگيا ڪندا اوهين پوري ڪندس سا ڏسجو توهين
سرير خوشي آئي ٻڌي وچن ڪيئن نه چوين مريادا پرشوتم.



وڏ موجب ڪريا ڪرم ڪرائي ڀرو رام ۽ ڀائُر سڏائي
گهڻن طرحن پڇ دانُ ڪري ڪيئن لکي ٿاسي قلم پري !

گروءَ پوءِ مالائن جي ڪريا ڪرم ڪرڻ جي آگيا ڪئي جو وڏيءَ موجب ڪيو ويو ۽ ڇئني ڀائرن ڪيو. رامچندر ڪروڙن طرحن سان دان پڻ ڪيو. تلسيداس چوي ٿو ته اهو دان ڪير ورنن ڪري سگهندو؟



ڳايون ڪپڙا سونو مٽيون ۽ هيرا موتين جڙيل پڻ وستر سهورا
پڻ پرلوڪ لءِ گهڻو ڏن دان برهمڻن ڏئي ڪيو پورن ڪام.

ڳائيون، ڪپڙا، مٽيا ۽ هيرا ۽ ٻيو اڪيچار دان ڪيائون ۽ پرلوڪ لاءِ ڏن ۽ دان ڪري ڪريا ڪرم پورو ڪيائون.



ڪريان اڃا يڳ هڪ رهيل آشوميڌ جڳ جاڻ
ناس ڪري سنتاپ سڀ جڳت پرم سک کاڻ .

شري رامچندر چيو ته اڃا هڪ يڳ ڪرڻ گهرجي جنهنکي اشوميڌ چئبو آهي. اهو يڳ سڀ ڪشت دور ڪندو آهي ۽ سکن جي کاڻ آهي.



هڪ ڏينهن گرگهر ويو اوڏيش ڀائن وزيرن ساڻ ڪٽيش !
ڪري ڏنڊوت چرنن سرنائي شڀ آسيس گروءَ جي پائي .

هڪ ڏينهن ڀڳوان گرو وسشٽ جي گهر سڀني ڀائرن ۽ وزيرن سميت ويو ۽ ڏنڊوت پرنام ڪري سر نوايائون ۽ گروءَ جي شڀ آشيرواد پاتائين.



رام ڏسي گرو ڪشل پڇي آهي آنند تو چرن پسي !
گروءَ پڇاتا برهمڻن سرنائي وينو آسڻ شڀ آسيس ڪي پائي.

هي. ٻئون ۽ سڀ مائرون ڏاڍيون دکي ٿيون. تلسيداس چوي ٿو ته ڪير آهي، جو ڪن آلمه ڏئي؟



گهٽيون ورلاپ ۽ دک سنتاپ چون ڪئن هيءَ وقت ٿيو
شور ٻڌي رام لڇمڻ گڏجي گهر پنهنجي پنهنجي ويو
نج گيان ڏوايو گهٽو سمجهايو پت اندر جو لڏهن ڪيو
پُت پنهنجو اسان کو سمجهو پرڀ ايئن جڳتر پليو.

گوڻاڻي ورلاپ ڪيائون ۽ دکي ٿيون ۽ چوڻ لڳيون ته ڏاڍو ڪٺن وقت آيو آهي. اهو ڏسي رام ۽ لڇمڻ ٻئي گهر ويا ۽ مائرن کي شد گيان ڏيئي ان لڏهن جو اگيان دور ڪيو ۽ چوڻ لڳيون ته اي ڀڳوان اسان توکي پنهنجو پت سمجهي، جڳتر کي پاليو وارن هيون سين ۽ پرم پر ڦاليون هيون سين.



ڪرڪرپا جگديش شري رام مهي ايش ڏي ڀڳت سهاون
جنهن ڀولن من ڀوڳي ڦولن ٿيي مني آلي پاون
ور ڏنو سو جو جنهن چيو مائرن رگهوپتي ايئن
من شودي پاڻ پربودي يوگ اگن جلي جئين.

اي ڀڳوان، ڪرپا ڪري اسانکي پنهنجي ڀڳتيءَ جو دان ڏي جنهن لاءِ رشي مني ۽ يوگي اسري، جي نهايت ٻولو هردي وارا آهن، توکي ارداس ڪندا آهن. ٻوءِ ڀڳوان مائرن کي دل گهربا ور ڏنا. مائرن پنهنجا هردا شد ڪري يوگ جي اگني ۾ سرير لاهي ڇڏيا.



يوگ اگن تن ڀسم ڪري سيئي ويون پتيءَ ڌام
ڀرت شترگهن ۽ لڇمڻ شوڪ ڀون پڻ رام.

يوگ جي اگنيءَ ۾ جلي سيئي پتيءَ جي ڌام ۾ ويون ۽ رام، لڇمڻ، ڀرت ۽ شترگهن شوڪ ۾ پئجي ويا.



هوش آئي هيڏي هوڏي نهاريو
رت نه ڳوڙها نڪي لڇڻ ويچارو!
دک ڀرين ڏسي رهيا هئا پران تنا نڪرن ڇو ڄاڻي پڳوان!

سيتا جڏهن هوش ۾ آئي تڏهن هيڏانهن هوڏانهن نهاريائين. هنڪي نڪي رٿ نظر چڙهيو، نڪي ڳوڙها ۽ نڪي لڇمڻ ئي! تڏهن دکي ٿي چوڻ لڳي ته هي پران ڀورين دک سهي رهيا آهن، پران پوءِ ٿي نڪرندا ۔ ڀڳوانئي ڇو نٿا نڪرن سو ڀڳوان ئي ڄاڻي!



ڪيا ورلاپ سيه آئي اُت پاري والميڪ رشي سيه نهاري
رشي ڇيا وچن مٺا سهاءِ ڪيئن بن آئين پتري پڌاءِ ۔

آئي سيه ڏاڍا ورلاپ ڪيا. والميڪ رشي به گهمندي اتي اچي نڪتو، تڏهن مٺن وچنن ۾ ڪالهن پڇيو ته اي پتري، پڌاءِ ته تون ڪيئن هيڙي گهور بن ۾ اچي پهتي آهين؟ جلد مونکي ورتانت پڌاءِ ته ڏيرج اچي.



مني، پتري مان جنڪ جي رام پتي پڻ ڄاڻ
بن ڇڏڻ نه سمجهه اچي وڏ گت آئي پلوان!

اي مني، سيتا چيو: مان راجا جنڪ جي سپتري آهيان ۽ شري رامچندر جي سپتني آهيان. اها سمسار کي خبر آهي بن ڇو ڇڏي ويا آهن، سو ته مان نٿي ڄاڻان. وڏائي جي ڪم ڏاڍي پاران آهي.



ڏير لڇڻ ويو هت ڀڄائي مني سمجهو سڀ يوگ ملائي!
پڌ سيه، تنهنجو پتا جنڪ پيارن شش مان آهئي هڪ

مونکي لڇمڻ ڏير هتي ڇڏائي ويو آهي ۔ مني ۽ يوگ ابياس سان سڀ کي ڄاڻي ورتو ۽ سيه کي چيائين ته اي پتري، تنهنجو پتا جنڪ منهنجي پيارن شش مان هڪ آهي.

همت نہ ياءِ ڪرئي مٺي ايندو ويندو ڪرن او ڏسجي ا هالي نہ ٻوپ ٻر ٻران لا نڪرن! لڇمڻ سيتا ماتا کي ٻڌائل ڏسي چوڻ لڳو تہ: اي وڏاا، تو هي ڇا ڪيو؟



رت مورڇت سبيہ لڇڻ ڏسي پاڻ سنيالي ڪرڻ ڏرئي !
سبيہ ڏسي دل ڏيرج ڏري پران نڪرن جيو اُچ ڪري !

سيتا ماتا کي رت ۾ مورڇت ڏسي لڇڻ ، مورڇت ٿي ڪري ها ۾ پاڻ سنيالي ڏرليءَ لي ڪرڻ کان پاڻ بچايائين. سبيہ کي ڏسي ، دل ۾ ڌيرج ڏرهائين. اُچ جي ڪري سمجهائين تہ هاڻ پران لا نڪرن!



لڇڻ جي هئي حالت اِها سبيہ ڏٺو هن وار
مون ڏک کان تو پران ڇڏي جيون منهنجي ڌڪار

لڇمڻ جي اهڙي حالت ڏسي سيتا وياڪل ٿي. چوڻ لڳي تہ منهنجي ڪري لڇمڻ پران تياڳڻ چاهي ٿو. اهڙي جيون کان تہ مرڻ ئي چڱو. ڌڪار آهي منهنجي جيون لي!



ڏٺو لڇڻ سبيہ مورڇا آئي نڀ واڻي ٿي تڏهن سهائي:
"اليئي ڇڏي وچ جنڪ پٽري پاڳوان آ رهندي جٽري"

لڇمڻ جي حالت ڪسي وچاري سيتا بيهوش ٿي ويئي. ان وقت سندر آڪاش واڻي ٿي: "اليئي سيتا کي ڇڏي وچ. هوءَ ڀاڳوان آهي ۽ جيئري رهندي."



برهم واڻي ٻڌي ڌيرج ڌري هٿ ٻڌي پرڪيڻ ڪري
رت ڦيري سبيہ چرن وندي آرت موٽيو "اُچ اُچ" ڪندي

لڇمڻ برهم واڻي ٻڌي خوش ٿيو ۽ ڌيرج ڌري سيتا ماتا کي پرڪيڻ ڪري ۽ وندنا ڪري "اچ اچ" ڪندو ايوڌيا موٽيو.



سندر ومان ٽي سيم وهاري ڀريا ڪپڙا زيور سنياري
گهڻوخوش ٿي رٿ چڙهي جانڪي ڏسي مرضي رام پڳوان جي .

اهو ومان لياز ڪري سيتا کي آلي وهاريو ۽ سيتا زيور ۽ ڪپڙا سندر پائي گهڻو خوش ٿي رام جي مرضي اهڙي ڏسي ومان ۾ چڙهي ويئي!



لڇمڻ اتي وياڪل ڏسي سيم رهي من چپ .
هردي ويچار پرسگهي نه چئي مڻ بن جئي نه سَپ .

لڇمڻ کي الي وياڪل ڏسي سيم ماٺ ۾ رهي پر اندر ۾ ڏاڍي چنتا هئس من ۾ نه گهڻو لي لي سوچي پر ٻاهر پڌرو ڪڏي نه سگهي . جيئن مڻ ٻنا سرپ جي نه سگهندو آهي ، ساڳيو حال سيتا جو هو .



گنگا نپي رٿ پار ويسو جهنگل ڏسي سيم دپ ٿيو .
پڻ لڳس سبب سمجهي بيا چيا منوهر شبد سيم .

گنگا ندي ٽپي رٿ پار ويو . ڳالو جهنگ ڏسي سيتا کي دپ وڙهي ويو . ڪو ٻيو سبب رٿ کي اوچتو ۾ اٽڪ جو سمجهي سيتا پڇيو :



ڏسان نٿي هت من آشرم ڪيڏانهن هلو ڪنهن ڪم ڏيرم!
مرگهه پکي هت ڪيهر گهڻ بگهڙ سپ جهنگلي جيو رهن!

اي سرامي جا ننڍا ڀاءُ دهي نه مين جا آشرم ڪين نا ڏسجن . لوهين ڪهڙي ڪم ۽ ڪهڙي پاسي ٻيا هلو؟ هتي نه مرگهه ، پکي ، ڪهور ، بگهڙ ، ۽ ٻيا جهنگلي جانور نا ڏسجن!



مَن ڏسجي نکرايندو ويندو پران منهنجو ڀاءُ هاڻ نکرندو
بدنل ڏسي سيم لڇمڻ پرانا چوڻ لڳو چيا ڪيو وڏانا ؟



دوئن جيو سو نيڪ سمجهڻ ڪل ڪلنڪ کي دور ڪرڻ
ونش سورج ٿيا راج انيڪ هڪبئي کان وڌ گياني نيڪ.

دوهه جا وچن ٻڌي ٻانرن کي ڊڄالي چيائين ته اهي سچا سمجهي ڪل تان اُن ڪلنڪ لاهڻ لي گهرجي. سورج ونش ۾ گهڻيئي وڏا ۽ ڌرماتما راجا هڪبئي کان وڌيڪ گياني ۽ نيڪ ٿي گذريا آهن.



سوايمڀو رگهو راجا جاڻــو سگر ڀڳيرٿ ورد سڃاڻــو
پتا دسرٿ ٻڌ ڏنــوَ اکين وچن نه ٽوڙيــو اُدم لکين.

سوايمڀو، رگهو، سگر، ڀڳيرٿ، ورد کي ٻــ سڃاڻو. دسرٿ پتا ته توهان اکين سان ڏٺو جنهن پنهنجا پران ڏنا پر وچن کي نه ٽوڙيو، ڪيترائي اُدم ڪيا ويا پر سڀ نشڦل ويا!



تنهن ڪل ۾ پــڏي ڌرو ڪلنڪ
ٻــران رهيا ڇنبس پاپــي اشنڪ
اي سروگيه سڀ جاڻنهار پاپ رهت سيبه سڌ سنسار!

سورج ڪل کي ڌرو ۾ ڪلنڪ لڳي ۽ مان ٻڌي جيئرو رهان ٿــ. پوءِ مان پنهنجي پاپي ٿي ڇنبس. پوءِ پرسه چيو ٿــ اي ٻڪران، ارهين ٿــ جاڻو ٿا ته سيتا پاپ رهت ٿي آهي! سنسار ۾ الين او سمجي!

برهما وشن مهيش سهايــا اگن پرک ڏسي نيڻ وهايا.
ديــو مُن نـــر سڀ سڀن سمجهن
چرنــر بــڏي پــڻ خوش من ٿين.



پاءِ، برهما، وشنو ۽ مهيش سيدي د ٻرتالن ڏٺو ۽ اگني ۾ پکيا مان ته سيتا پار پئي. اهــو ڏســي تنهين اکين مان ڳوڙها وهايا. سيتا جا چرنر ٻڌي هرڪو خوش او ٿئي.

اي ڀَڳوان، سوريه ڪُل جڳ ۾ مشهور آهي ۽ اسان جو پِتا دسرٿ ۽ ماتا ڪوشليا آهي. سنسار توهانکي انهن لوڪن جو مالڪ ئي سمجهي. توهان جي شان کي نه ويد ۽ شيش ناڳ ئي ڄاڻن ٿا.




شڪت سنيه تو پرسڌ سنسار سگهن نه ورڻي ويد وستار.
کاڻ سوڀيا پڻ جڳ جي ماتا نم آمنگل، منگل داتا.

توهان جي سنيه شڪتي ئي سنسار ۾ پرسڌ آهي. جنهن کي ويد ئي وستار سان ڳائي نٿا سگهن. سيتا ئي نه سوڀيا جي کاڻ آهي، سڀ ڪجهه ڏيڻ واري آهي، منگل روپ آهي!




مثال وني ۽ نار ڌرم پالڻ ڪيئن ٿيندو تنهن جو تو بن جالڻ؟
بن جل مڇي ڪيئن رهي ڪرپال جل بن ڪيتي رهڻ محال!

سيتا جو مثال وٺي، استريون ناري ڌرم پاليندڙيون آهن. ڇاڪاڻ ته هوءَ وچاري توهان کان سواءِ ان ۾ رهي سگهندي؟ ڀلا مڇي ئي ڪڏهن پاڻيءَ کان جدا رهي سگهي آهي؟ يا جل بنا ڪا ڪيتي ئي ٿيندي ڇڏو؟




تو بن رهي ڪيئن سگهندي سيتا گيان وان ۽ چتر پنديت!
پريم پريا پريو وچن ڇڏي چيو: پرت چڱي ڳالهه سچي!

گيان وان، پتي ورت ڌاهي سيتا توهان بنا ڪيئن جي سگهندي؟ ڀڳوان اهي لفظ ڇڏي پرت کي چيو ته ٻراٻر، پاءِ، لڪهڻ جي ڳالهه سچي آهي.




راجا ڪي گهرجي سدا راجنيت ڌن ڌرم
سوچ چڏي ڪر پالنا وچن پريت شڀ ڪرم!

ته راجا کي راجنيت، ڌرم ۽ ڌن جي رکيا ڪرڻ گهرجي ۽ اهي ٿيڻ لازمي آهن. سڀ ڪرم سوچي، پريم جي وچن ۽ پورو ڪمن ڌيان هن کي پرتويءَ جي پالنا ڪرڻ گهرجي.




ڪارڻ ڪهڙي هنن جانڪي کياڳي ـ ڪرم وچن من چرن انراڳي
پيار پنل پاڻن ٻاڻـي ٻـڌي ڳالھ نتائي ڪلندي چڙي

سرچڻ لڳا تہ ڪهڙو سبب آهي جو هنن جانڪيءَ کي تياڳڻ نشچيہ ڪيو آهي؟ هوءَ تہ من، وچن ۽ ڪرم ڪري سندن سيوا ڪندي آهي. ڀائرن جي پيار ڀريل ٻاڻي ٻڌي ڳالھ کي ڀڪوان نتائي ڇڏيو!




نيتر ڪمل جل ڀرجي آيـو ڌيرج ڏيئي ڀائرن سمجهايو.
وچن منهنجو جي هيءَ نہ مڃيندا ٻران سرير نہ منهنجا رهندا!

ڀڳوان جي نيتر ڪمل ۾ جل ڀرجي آيو. هن مٺا وچن چئي ڀائرن کي سمجهايو تہ جيڪڏهن توهين سڀتا جي ٻرہم وس لي منهنجا هي وچن نہ مڃيندا تہ ٻوءِ منهنجا ٻران رهي نہ سگهندا.




ٻرڀ اڃا ۽ ڀاوي ٻلوان توهان جي لءِ ٻڻ سرؤ ڪلياڻ
منهنجو وچن ٽاڻي ٻوزرو رکيو ڀائي ڏيو وٺي ٻن جانڪي راهي!

اي ڀائرو، ڀڳوان جي اڃا ۽ سندس ڀاوي ڏاڍي ٻلوان آهي! توهان لاءِ تہ هر ٻرڪار آنند ئي آهي. اي ڀاءُ، ٻرڀر اٽڻ شرط منهنجي آڳيا جو پالن ڪر ۽ سيتا کي ٻن ۾ ڇڏي اچ!




ٻرت چيو ٻلي هٿ ٻڌي ٻڌندي وچن ڪنـور
ٻڌو وٺيہ سروگيہ ڀـريـو ناٿ ٻڌي مون ٿور.

ٻرص ڪت ٻڌي ادب سان چير تہ اي ڀڳوان، منهنجي وينتي ٻڌو. منهنجي ٻڌي تہ تمام ٿوري ئي آهي.




ونش سوريہ سنسار وکياتا پتا دسرت ۽ ڪوشليا ماتا
تنهين لوڪن جا توهين ٻڻ مالڪ ويد ڳائن ڪڻ تو جڳ پالڪ

پکيئن جي مُنهن ۾ اهو ليڪ نه ڏسي ۽ سڀ ۾ وياڪل ٿي ٻيٺي پاڻ ۾ ڏسي رويا ۽ ڪنبڻ لڳا. پکيئن جيسا جرلي، جي ٻيان ڪرڻ کان ٻاهر آهن، ڏسي ڪين حيرت وٺي ويئي.



دم ڙوڪي سخت سهو ڏسي ڳُوڙها وڃن ڇيا رام وهسي.
ٻڌو پائي، هيءَ ڇيو رگهنات ونئي وچو سيم ٻن ۾ سات.

دم کي روڪي ۽ سهي کي ڏٺمت سدبڌي پکيئن ڳوڙهي مطلب وارا ٻـر منا شبد ڇيا ته اي پائي، سيتا کي ساڻ وٺي اڇهڻا ان ۾ چلڏي اچي!



ٻڌي وچن اِهي سخت ڪنور سڪي وين منهن دک جو زور
ڪِل ڪيئي ڀسا سچ رکهرائي انوي ڪري من شانت نه آئي.

اِهي ڪڙا ۽ ڪنور وچن ٻڌي ڏنهين پاڻون جو منهن سڪي ويو. سڀڻا لڳا ته شري رامچندر مسخري ۾ ائين چيو آهي يا سچ پچ سندس اچا سيتا ليائڻا جي آهي. انهي ڪري من ۾ شانتي ڪانهين.



وياڪل ٿيا پيرت آد سڀ مک نه اچن شبد ٽيڪ
همت جوڙي ڇيو شترگهن جـل نيڻـن ڀرليت!

پرت، اڇهڻ ۽ شترگهن اهڙا وياڪل ٿي ويا جو ڪجهه به چئي نه پيا سگهن آخر شترگهن همت جوڙي ۽ اکين ۾ پاڻي آڻي ويهي ڪرڻ لڳو ته اي سوامي،



وچن ٻڌي پرپ سڀ گهبرايا جگهه جنني سيم سشيل سُهايا
جگت پتا لوهين سڀ ۾ وسو جـڙ چيتن ٿـا سڀ پسو

شري رامچندر جا وچن ٻڌي سڀ گهبرائجي ويا هئا ۾ شترگهن جو نيڻ ۽ هر ڏنهن پکيئن کي چيو ته اي ٻرپو، سشيل سيم ته جگهه جي ماتا آهي ۽ اوهين جگهه جا پتا آهيو. جڙ لوڙي چيتن، سڀني کي ڏسو ٿا ۽ انهن ۾ وسو ٿا.



مايا سيءِ ڇيو پريپ سمجهائي   گهري وڻ ۾ رجو ڪوڪي سيبائي
مني ڇڏي گهر آيس ڪنهنجي   وري ڏسان سو اِڇا ۾ن منهنجي

انهيءَ مايا روپي سيتا کي ڀڳوان ڇيو تہ ڪون مـــن گهر ۾ ڪو گهري وڻ، سيتا ڇيو تہ اي ڀڳوان، مان وشين مئين جو گهر ڇڏي ڪنهنجي گهر ۾ بـــر وهش ڪير هو. هاڻي وري ساڳيو گهر ڏسڻ جي اِڇا اٿم.



ڳن ناري وستر پوشڻ ڀورايا   جيڪي سيءِ جي ۾ن کي ڀايا .
ڳالهہ ڪئي ڪلي رام سموري   پراٿهہ ڪال ڪو اِڇا ڀوري .

شري رام ڀوءِ سيتا کي مڻين جي استرين وارا وستر ۽ پوشڻ ڀورايا جي سيتا جي من کي وڻيا. ڀوءِ رامچندر ڪيس ڇيو تہ پراٿهہ ڪال جو تنهنجي من جي اِڇا پوري ليندي.



صبح ٿيندي جڏهن جڳت پتي   جاڳيو لڪشمي نـــواس
پت ڳاڻ ڀيا پڇڻ سندر   ڏسندي مک پرڪاش .

پراٿهہ ڪال جو ڀڳوان جڏهن جاڳيو لڏهن لڪشمي نواس مـان ڀاهر سندر مک ڏسي ڀت سنا گيت ڳائڻ لڳا.



ڀرت لڇڻ شترگهن سميت   آيا اُٺي جت ڪرپا نڪيت
ڪيو پرڻام ڏرتيءَ سر نائي   ڇيو نہ ڪجهہ پريوءَ ورجائي.

ڀوءِ لڇمڻ ، ڀرت ۽ شترگهن اُٺي آيا ۽ ڌرتيءَ اي سر نمائي پرنام ڪيائون. پرڀو شانت ۽ رهيو ۽ کين ڪي ڪين چيائين.



ڪيچ نہ مک ۾ بدن وياڪل   ٿيڻي پاڙ ويا ٻچي بـالڪل
لڳا ڪنبڻ ڀڻ ٿر هر ٿيڻي   چرتر ڏسي ڀيا حيرت سيڻي

۽ رهيل استريءَ کي ڪٽي ٻاٽوت رکيو اٿس. مان لوکي ڪين رکندس. ٻڪران اهو ٻڌي دکي ٿيو. سچي رات خراب سهنا ڏٺائين.



ڪٽي رانوڻ سيبه ويـــو گهر آندي وري رام
مان نه رکان ٿو پاڻ وٽ اي ناري اڻ جاڻ !

رانوڻ سيتا کسي ڪٽي ويو ته رام ڪٽي ٻاڻ وٽ وهاريس. اي اڻڄاڻ ناري مان رام نه آهيان. نڪري وڃ. مان توکي ٻاڻ وٽ نه رکندس.



يڪ هاٿي گذري چڪو ڪيو ويچار ڪرپال
هڪ يڪ ڀوڳيان راڄ کي آهه چڱو پيو ڪال.

انهيءَ وقت تائين هڪ يڳ رام کسي ايوڌيا ۾ راڄ ڪندي گذري چڪو هو. رام خيال ڪيو ته پتا جي راڄ کي اڃا هڪ هزار ورهيه ڀوڳيندس. چڱو ني وقت پيو آهي!



بن ٽياڳيان بس سيبه اٿين ويـــد مريادا رهي جتين
ڪندي ويچار سيبه وٽ آيو ڏنن ٻولن سان ڪيس ٻڌايو

رام خيال ڪيو ته ويدن جي مريادا رکڻ لاءِ مونکي هاڻي سيبه جو تياڳ ڪرڻ گهرجي جيئن ڌرم جو ناس نه ٿئي! اهو ويچار ڪري هو سيتا وٽ آيو ۽ سندر وچنن سان چيائين ته:



ڇايا ڇڏي وڃ پنهنجي برهمنڊ رهه وڃي پنهنجي ڌام اکنڊ
ٻڌي ٻريوءَ شبد وئي آڪاش جيئن چراچر ڏٺي نـــه خاص.

اي سيبه ۽ ٻرلا، تون پنهنجي ونيت ڇايا کي ڌرتيءَ اسي ڇڏي هاڻي پنهنجي پوتر استان ڏي هلي وڃ. اهي لفظ ٻڌي، سيبه ٻرنام ڪري هلي ويئي، جنهنکي ڪنهن به ڌرتيءَ تي رهندڙ جيوَ نه ڏٺو!

انهيءَ مهل ڀڳوان منش ليلا ڪري خيال ۾ ٻڏي ويو. دل ۾ ويچارڻ لڳو تہ ڪهڙو سبب آهي جو ٻيءَ جي ڄمڙي ڀت مري وار آهي! انهيءَ ڳالهہ ڪري ۽ برهمڻ کي دکي ڏسي ڀڳوان دکي ٿيو.



پريپ ويچار ڏسي ٿي نپ واڻي:
”تپ ڪري شودر جاڻي واڻي“
ونـــدچل پربت گهـر رهيو برهم مرڻ آ سبب اهـــو.

ڀڳوان کي ويچار ۾ ڏسي آڪاش واڻي ٿي تہ هڪ شودر، جاڻي واڻي تپ ڪري رهيو آهي، جو ونڌياچل پربت تي ويٺو آهي. اهو ئي ڪارڻ برهمڻ جي ڀت مرڻ جو آهي.

ان ڪري برهمڻ ٻڌي ڀت مرڻ رٿ ساجي لڪڙو هليو
۽ سندر وڻ ڏسي پوڙ چڻ چت پـڻ پرسن ٿـيو
ڪروڌ ڪري تير هڻيو رام سڌير ســر شودر جو ڪاٽيو
ڀڳت پوڙ جاڻـي وَر ڏنـو پاڻ وچـي تيرٿ رٽيو



اهو ٻڌي ۽ رٿ تيار ڪري رام ان ڏي هليو. ۽ سندر جبل ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. پوءِ هڪ پاڻ اهڙو هنيائين جو تپ ڪندڙ شودر جو سر ڪاٽي ڌر ڪيءَ تي ڪيرايائين. ۽ شودر کي ڀڳتيءَ جو وردان ڏئي پاڻ پراشچت ڪرڻ لاءِ تيرٿ ڪرڻ هليو ويو.



بـــرهم بالڪ جيئرو اُٿيو گهڻي قـــدر هـــر شاهہ
آيـــو رگهوپتي اوڌو ري دکَ ڀڃڻ سکَ داهہ

برهمڻ جو پٽ وري جيئرو ٿي ۽ خوش ٿي آيو. پوءِ ڀڳوان وري ايوڌيا نگريءَ ۾ آيو.



رگهوپتي ڪئي سنڌيا وندن شنڪر پوڄا مستڪ چندن
ڪائي پوڄن پـوءِ ڪيو آرام سين کي آگيا ڪئي ڀڳوان.

ٻڪي ڪڏ لي گذاريندا هئا. ڪٿي به وير جو نالو ٻڌڻ ۾ ڪونه ايندو هو. سڀ هڪ ٻي سماج وانگر رهندا هئا.




سڀ وڻ ڪاتي ناهي ليکڻ ست ڪنڊ ڌرتي ڪاغذ جڻ
سمنڊ گڏي سڀ مس ڪٿي ناهيو لکڻ لءِ ديويون ديو گهرايو

سڀئي وڻن کي ڪاتي، انهن جا قلم ناهيو، سڀ کنڊ ڌرتي ڪاغذ ٺاهيو ۽ سڀ سمنڊ گڏي مس ناهيو ۽ پوءِ سڀئي ديوان ۽ ديوتائن کي سڏي کين چئو ته وهي ڀڳوان جي راج جي اپما لکن.




ته به نه پائن پار رام راج آ کيـــل عجب
ٻڌ ٻڻ چرڪر اپار رام ڪٿا اڳتي هلـــي .

تڏهن به رام جي گڻن جي مهما ڪري نه سگهن. اي گرڙ، هاڻي رام جي وڌيڪ ڪٿا ٻڌ.




پالـــن سهت سيا رام سهايو تڏهن دکي اُت برهمڻ آيـو
ڪندو آيو هڪ دردي پڪار ونش سورج جلد ٻڏو سنسار!

هڪ ڏينهن شري رامچندر پالڻ سميت سيا ۾ ويٺو هو ته برهمڻ دردناڪ دانهون ڪندو آيو. چي: سورج ونش هاڻي جلد ئي ٻڏندو!




رگـــهو دليپ ۽ سگر نريش اٽل پرڀاءُ هو ايوڌيـا ايش
بيءُ جٺري پٽ ٿياڳي پران شبد ٻـــڌا سي رام ڀڳوان .

مهاراج رگهو، دليپ، سگر ۽ ٻيا راجائون، جنهن جو پرڀاءُ جڳ پرسد هو. هنن جي وقت ۾ ڪڏهن به ائين نه ٿيو جو ٻيءُ جٺري پٽ مري وڃي! اهـــي لفظ ڀڳوان رامچندر ٻڌهي ڪين سان ٻڌا.




نـــر ليلا ڪري رام امـــل ڪرڻ ويچار لڳو تنهن مهل
ڪارڻ ڪهڙي پٽ اڳي مئو برهمڻ دک پرپيو دکيّ ڪيو.




جتي وچو ڪٿا ويد پراڻ ٻئي ڌرم نہ ڪنهن ڪا ڄاڻ .
وڌندڙ پريم ڏسي اپناسي ڏسندو هو خوش سپ پرواسي.

ايوڌيا ۾ وچو ۽ ڏسو تہ جتي لتي ويدن ۽ پراڻن جي ڪٿا ٿي رهي آهي .
ماڻهن کي ٻئي ڌرم جي نہ ڪا ڄاڻ ٿي ڪانهي . پڳوان ماڻهن جي پريم کي روز
بہ روز وڌندو ٿي ڏسندو هو ۽ خوش ٿيندو هو .




سؤ ورهيہ باقي آيو ڏسي سوچ پيو بس رام پسي .
ڪجي اشوميڌ يگيہ هڪوار ڳائي ، منش ڪن پؤ سنڌ پار

باقي هڪ سؤ ورهيہ عمر ڏسي پڳوان واچار ڪيو تہ هڪ اشوميڌ يگيہ
ڪجي جيئن سپ ماڻهو دکن کان ڇٽن ۽ پؤسنڌ ترن .




پرجا خوش هئي راج پرڀوءَ جي ڪبير اند رپاڻ هرڪو سمجهي
خوش راڻيون راج رام هٿ ڏور خوش ٿين ڏسي چنڊ چڪور

رام جي راج ۾ پرجا ايترو خوش هئي جو هرڪو پاڻکي ڪبير ۽ اندر جيترو
سکي سائو سمجهندو هو . جيئن چڪور چنڊ کي ڏسي خوش ٿيندو آهي تيئن راڻيون
بہ رام جي راج ۾ خوش هيون .




راج رام جو ڏسي پڳيون سپيئي پرايون دور
رشي مني بن پريم سان رهن بنا قصور .

رام جي راج ۾ اڀارون تہ انين پري ڀڄي ويون جيئن ڪهان کي ڏسي ڪان ؛
ڀڄي ! رشي مني بہ بن ۾ ايما ڪٽڪي رهڻ لڳا .




ڏرن سندر ۽ بن سُهاون پکي هرڻ سپ ڪڏ گذارن .
وير نہ پڌجي رام جي راج رهن گڏجي جيئن هڪ سماج .

ڏرليءَ ۽ ٻين ۾ سندر ٿا پکڙيل هئي . پکي ، هرڻ ۽ ٻيا سپ جهنگ پيا

پکوان، جر اجل ۽ امل ۽ دنيس کان پري ۽ اهڙي آهي سو ايرڌيا ۾ اٺ هزار هڪ سؤ ورهيه پرپرسان راڄ ڪندو رهيو.



پساڻ وزير سڏائي پرجسا گر گهر سپ ساڻ وڻي ويا
مڪر سنڪراتي سورج گرهڻ ڪاشي رتن لئ آگيا وٺڻ.

هڪڙي ڏينهن رامچندر ڀينجي ڀاڻن ۽ پرجا کي ساڻ ڪري گروءَ جي گهر آئيا ولڻ لاءِ ويا ته مڪر سنڪرانت جي سورج گرهڻ جي ڪاشي ياترا وڃڻ جي اجازت ڏين.



ڪاشي ڪيتر ڌرم ميه ڄاڻي واهڻ سجائي هليا سڪ ڪاڻي
ساڻ ڪنئين سڄي فوج ويرن ڪيو ڪاشيءَ اڀين پريپ گمن.

ڪاشيءَ جو ڪيتر ڌرم استان سمجهي، سوارين ليار ڪري ۽ سموري چترلگي فوج ساڻ ڪري ڪاشي ياترا ڪرڻ هليا.



رستي ترسي ڪاشيءَ رسيا شهر اڳيان اچي ٽيڪيا مٿا.
پوءِ اچي ڪيو گنگا پرنام تڪ لاهي پاڻو سين بسرام

رستي ۾ ٽڪندا اچي ڪاشيءَ پهتا. سڀني، رام سميت پريءَ کي پرنام ڪيو. گنگاجيءَ کي به پرنام ڪري سڀ ترمل ليا.



ڪجهه عرصو هؤ رهيا منجهه ڪاشي
خوش ڪيا رشي مني اپناشي
پوءِ موٽي سپ آيسا ارڌ خوش ڏسي ٿيا رام پرڄنا.

ڪجهه وقت تائين ڪاشي رهيا جتي رشين منين جا درشن ڪري کين خوش ڪيو. پوءِ ورڻي موٽي ايرڌيا ۾ آيا جتي سڄي پرجا کين ڏسي خوش ٿي.

اي ناٿ، مون شري رامچندر جو سمورو ورتانت ٻڌو جنهن ڪري منهنجا سڀ ڪارج سڌ ٿيا. هاڻي منهنجي هردي ۾، توهان جي ڪرپا سان، ڀڳوان جي ڪتا سدائين ياد رهندي.



نر رهن جي آوڌ سک ڌام سرڳ پڌاريا سي گڏ رام
جِڏي اوڌ سڀ ويا سان ديهه رهيوانڊ ۾ مونکي سنديهه.

جيڪي ۽ ماڻهو ايوڌيا ۾ رهن ٿا ان سڀني کي شري رامچندر انهيءَ ساڳي سرير سميت سرڳ ۾ موڪليو. ڇا اهو سڀ سچ آهي؟ هيءَ ڏيهي ڪيئن سرڳ ۾ ويندي! اها ڳالهه مونکي کولي سمجهايو ۽ منهنجو سنسو مٽايو.



هاڻ پريو مون کولي ٻڌايو پٽ ڄاڻي مون عرض اگهايو
پوتر اتهاس اهو ڪرپال ڪيئن ڪيو يگ پريت تنهن ڪال؟

اي ديالو، مان توهان کي پتا سمجهندو آهيان. ديا پالي مونکي توهين ۽ پٽ سمجهي سمورو احوال کولي ٻڌايو ته انهيءَ وقت ڀڳوان ڪهڙيءَ ريت يگيه ڪيو؟



خوش ٿي وچن منا چيا سامت آيو سرير
ٻڌي خوش ٿي چيا پريم مهه وري وچن مت ڌير.

گرڙ اهي ڪومل ۽ نمر وچن جڏهن چيا تڏهن ڪاڪ ڀشنڊ خوش ٿي چيو:



ٻڌم اوهانجا وچن رس وارا مونکي لڳا جي بيحد پيارا
ڪٿا ڪريان هاڻ سان وستار ٻڌو اوهين ٿي دل اُدار.

ته اي گرڙ، مون توهان جا رس ڀريا لفظ ٻڌا، جي مونکي ڏاڍا وڻيا. هاڻي مان وستار سان ڪٿا ڪندس، سا ٻڌو.



اَج امل اَدويت ابناسي رهن سدا سي چتل چوراسي
هڪسؤ هزار اٺ ايوڌيا واسي ڪيا چرتر امت ابناشي.

شري گڻيشاءِ نمه

# گوسوامي تلسيداس

ڪرت

# رامايڻ

## لڇمڻ ڪانڊ



شري يشند جا ٻڌي وچن ڏسي پڻ رام ۾ پريت
تي راضي پڻ ٿيا گرڙ وچن پرم پنيت .

شري يشند جا وچن ٻڌي ۽ هن جي رام جي چرنن ۾ پريت ڏسي گرڙ
تمام خوش ٿيو. هن پريم پرڀل ۽ شرڌا واري مٺي واڻيءَ ۾ چيو

گنگاجي جان پورڪر ٿيو ناٿ هرديه هاڻ مون
جنم جنم نه ڇٽي ڪڏهن چرن ڌيان ۽ ڌون .

پروڀو، هاڻي منهنجو هردو گنگاجيءَ وانگر پورڪر ٿي ويو. هاڻي مونکان
ٿيندڙ ڀاڳ ۽ لوهين ڪين وسرندا.

مٺو رام ورڪانت ست ڪارج سڀ ڪنهن اُپرانت
وڏو رام ياد سدا وسندي رهندي ردي ڪنتا .




جنهن ڪلجڳ نه ساڌن پيو يڳ جپ تپ جو نه تس ڏياءُ
سمري رام ڀڄڻ ڳائي رام رام ڪٿا ٻڌي لائي ڏيان

ڪلجڳ ۾ پيو ڪري، ساڌن پار ڪرڻ جو نه جهڙوس، يڳ، جپ تپ ا.. ڪونه ڪندو آهي ۽ گيان جي جوتي سندس هردي کي روشن نه ڪيو آهي سو رام جو سمرن ڪري، رام جا گڻ ڳائي، ۽ رام جي ڪٿا پريم سان ٻڌي.




پتت پاون وڏو جنهنجو نانءُ ڳائن ڪوي ۽ ويد پران
ٽنهن جهڙو ڇڏي من ڪٽلائي رام ڀڄي ڪنهن ناهه گت پائي؟

ويد، پران، ساڌو، سنت ۽ شرتيون سمرتيون ۽ ٻڌ ڪري چون ٿا ته جنهن جو سڀاءُ آهي ڪرپل کي چاڙهڻ ۽ اڌمن کي اڌار ڪرڻ، انهيءَ رام کي ٻاڌي ڇڏي ياد ڪريو. اهو ڪير آهي، جنهن ڀڳوان کي ياد ڪري مڪتي نه پائي آهي؟ اسان جو نيتارو رام جي ڀڳتي ڪرڻ سان ئي ٿيندو، اهو نشچي سمجهو.

رگهونش ڀوشڻ چرتر نرچون ٻڌن ۽ ڳائن
ڪل مل من ساڌو ٿي ٻن، اُتم راءِ ڌام سڌائن
چوپايون سورٺا ڇند ۽ دوها منوهر سمجهي ردي ڪري
تلسي اوديا سنيار پنج وڪار شري رگهوپت هري.



جيڪي ماڻهو رامچندر ڀڳوان جو چرتر ٻڌن ٿا، پريم رکي ڳائن ٿا، ٻڌن ٿا. اهي پنهنجي من جي سموري مٿل کي ڌوئي پرم ڌام کي پراپت ڪن ٿا.
هي چوپايون، سورٺا، ڇند ۽ دوها منوهر ۽ رسيلا سمجهي. دل ۾ رکن ٿا سي پنج ئي ڪنن وياڌيون، جي وڪارن کي پيدا ڪنديون آهن سي ڀڳوان، ڪرپا ڪري ناس ڪري ڇڏيندو آهي.




نار پريه ڪامي جيئن لوڀي تلسي دام
تيئن سدائين رگهوپتي پريه رام ڀڳوان.

جيئن ڪامي ماڻهوءَ کي استري ئي پياري لڳندي آهي ۽ لوڀيءَ ماڻهوءَ کي ناڻو پيارو هوندو آهي، تيئن تلسي داس چوي ٿو ته مونکي رام جو نالو ئي پريه آهي.

اُتر ڪانڊ سماپت

تاري ڏاءِ آهي، ها ببوڌي پتيءَ ڪالـراءِ پـن کي بيءَ پـاءِ سمجهي ٿي. اهو
راجا ڏليہ آهي جو سدائين لباءِ رجب پرجا سان ورتاءَ ڪري ٿو. ڏنڀ آهي اهو برهمڻ
جو وبدن جو چاڙر ۽ ستبل آهي.




پرش اهي جي دشٽ هٺيلا من لائي نہ پڌن هر ليلا
لوڀي ڪروڌي ۽ پرش ڪامي ڪٿا پڌايو نہ رام سوامي.

دشٽ ۽ هٺيلا پرش من لائي هيءَ رام جي ڪٿا نہ پڌندا آهن. اهي پرش،
جي لوڀي ۽ ڪروڌي آهن، جيڪي پر استرين سان پيار ڪن ٿا، تنکي هيءَ
رام جي پرلر ڪٿا نہ پڌايو.




گــرپد پـريت ۽ نيت هلي برهم سيوڪ نہ ٺڳي چلي
تنهن لاءِ آ هيءَ ڪٿا سکدائي پراڻن پيارو آ رگهـرائي.

جيڪو گروءَ جي چرڻن ۾ پريم رکي ٿو ۽ نيتيءَ پوروڪ هلي ٿو، برهمڻ
جي سيوا ڪري ٿو، لکي ۽ پاپ نٿو ڪري انهن لاءِ هيءَ ڪٿا سکدائي آهي ۽
کين رام پيارو آهي!




رام چرنن چاهي پريت جو ۽ پـڻ پـد نرواڻ
شرڌا رکي پڌي هيءَ ڪٿـا پئي پڻ پاڻي جاڻ

جنهن ماڻهوءَ جي اِڇا هجي تہ سندس من ۾ رام جي چرنن جي پريم
سدائين وڌندي رهي ۽ نرواڻ پد پراپت ڪرڻ جي لبر اهلاڪا هجي، سو هيءَ
ڪٿا شرڌا رکي پڌي ۽ پڙهي اهڙيءَ طرح جيئن پاڻي پيئبو آهي!




هن ڪٿا ست سندر سيڙهيون پؤسنڌ پار ڪرڻ لاءِ پيڙيون
آئي ڪرپا جنهن منش کي ڻلي هن رستي سو پير رکـي.

هن رام ڪٿا ۾ ست سندر ڏاڪا آهن. يعني ست ڪانڊ آهن. اهي ڪانڊ
رام جي ڀڪتيءَ جي سڙڪ جو ڪم ڏيندا آهن. جنهن منش تي ڀڳوان جي الـي
ڪرپا ٿيندي ۽ پاڻ کليندا اهوئي هن رستي تي پير رکي سگهندو. هن ۾ شرڌا ڪوي
۽ نہ گيان. ۾ هي شرڌا ۽ گيان ٻئي هجن تہ بوءِ وبهہ تي آگرا ون گيهہ ۾.



جيون جنم سڦل مون ٿيو تو پرساد سڀ سنسو ويو
جاڻ سدا مون پنهنجو سيوڪ گرڙ ڇيو سؤ وار نہ هڪ!

منهنجو جنم ۽ جنم ڦل سڦلو ٿيو ۽ جو توهان دیا پالي منهنجا سنسا سڀ
دور ڪيا آهن. هاڻي ديا پالي پنهنجو مونکي سيوڪ سمجهو.
اهي لفظ گرڙ سؤ دفعا چيا ۽ نہ هڪ دفعو.



چرنن سر نائي ڪري پريم پوروڪ مت ڌير
گرڙ ويو وئنڪنٺ هليو رکي ردي رگهوير.

گرڙ چرنن ۾ سر نمائي ۽ پريم سان ڪانءَ کي پرنام ڪري ونڪنٺ هليو
ويو. سندس هردي ۾ رام جو ني واسو هيو.



منين درلڀ پڳتي هري پائن بنا آدم
بدن ڪتا سدا نيم سان سمجهي ڀلا ڪرم.

جيڪي ماڻهو وشواس رکي هيءَ هريءَ جي ڪتا بڌن ٿا، جا منين کي ۾
درلڀ آهي، سي ڪنهن ۾ آدم ڪانسواء سرڳ جا سک ماڻن ٿا.



سو سروگيہ گڻي ۽ دانا گيان وان ۽ پنڊت گيانا
ڌرم ڌريند رهلي شڀ رستو رام چرنن من جن رکو.

اهو ني پڳوان سروگڻ سمپن آهي، دانا آهي. گيان وان، پنڊت، ڌرم ڌريند
شڀ رستي تي هلي ۽ شڀ وهنوار ڪري رام جي چرنن ۾ ڌيان ڄمائيندا آهن
۽ انهيءَ سان رتا رهن ٿا.



ڌنيہ سوديش وهي جت گنگا ڌنيہ سا نار جا پتيورتا
ڌنيہ سو راجا نياءَ ڪري ڌنيہ برهمڻ جو ويد پڙهي.

اهو ديش ڌنيہ آهي، جنهن ۾ گنگا جهڙي اتم ۽ پوتر ندي وهي ٿي. اها

مهنجو مرڪ. تنهن ڪانءِ مان ٿري آلم پرچارڪ ٿي پيس. اهو سڀ رام جو پرتاپ آهي.



اڄ مان ڌنيه ۽ ڌنيه آلي  توڙي نيچ ڪنو!
پريو ڪٽي پنهنجو ڪيو سماگم سنت ڏنو!

اڄ مان ڌنيه آهيان جو تو جهڙي ساڌ جو سنگ مليو اٿم. پريو پنهنجي ديا ڪٿي ڪئي ۽ ڪني؟ نيچ تي ديا ڪٿي ڪئي!



سڌ ساڌڪ جيون مڪت اُداسي
ڪري پڙهيل ۽ ورڪت سنياسي
يوگيشور ۽ تاپس گياني ڌرم وان پنڊت وگياني ؛

سڌ، ساڌڪ، جيون مڪت، ورڪت، ڪوي، ويد شاستر جاڻندڙ سنياسي، يوگي، تپسوي، گياني ۽ پنڊت وغيره،



بن سيوا نہ ڪرن سوامي  وار وار پرنام وش گامي.
نيچ آڌم پيڇڪن چوراسي شڌ ٿي ٿين اڳيان اُپناشي.

سيوا ڪانسواءِ ڪبہ پار تري نہ سگهندو. مان پکيان کي وار وار پرنام ڪريان ٿو. مون جهڙا پاپي بہ پکيءَ جي پرپاءَ ڪري پار ٿي سگهن ٿا. مان وري بہ پکيان کي نمسڪار ڪريان ٿو.



نانءُ جنهنجو اڻ ليپ دوا  ناس ڪري ٿيڪي سوُر
تنهن ڪرپال مون آسرو ڪاٽي ڪشٽ ضرور.

پکيان جو نالو اڻ ليپ دوا آهي، جا تنهين سوُرن، سارسرڪ، مالڪ ۽ آلمڪ کان جدائي لي. مونکي آسرو آهي تہ ھر ضرور مرلتي ديا ڪندو ۽ ڪشٽ ناس ڪندو.

ڪان ڇڏيندو، سندس ٻڌڻ جي اک نت ٿيندي هجي، وشيه واسنا جي ڪمزوري دور ٿئي ته من ئي ماڻهو سچو ڀڳت بڻبو آهي!



ويد پراڻ سڻا گرنٿ چئون رام ڀڳتي کي سک ملن.
ڪيئون پنيءَ تي جهڻ پيل وار
سنڌ عورت پُٽ ڪيئي ڪنهن مار!

ڪيئون جي پنيءَ تي پيل نه وار جهڻ يا سنڌ عورت جو پٽ ڪٿهڪي مار ڪيئي، پر رام جي ڀڳتيءَ بنا سک نه ملندو آهي.



ٿڻن آڪاش پيل سندر قول سک نه پائي نر پرپ ٿرت ڪؤل
هوندي ترشنا پيل پياس بجهي پلي جهڻ سنگ منئي سهي!

ڀريوءَ ڪان بي مک سک اصل نه پائيندو چاهي آڪاش ۾ گل ٿڻن، ترشنا هوندي اڄ مري وڃي يا سهي جي مٿي تي سنگ جمن.



چيم جيڪي سي وچن ست ڀڳتيءَ جي پرتاپ
رام ڀڄن تين پار سنڌ دستر اگم اگاڌ!

مان توکي جيڪي چيان تو سو سڀ سچ ئي آهي. منهنجا وچن ڪوڙا نه آهن. جيڪي ڀاڳوان ڀڳوان جي پريم سان ڀڳتي ڪندا آهن سي ئي سنسار جو اگاڌ ۽ اٿاهه ساگر ترِي ويندا آهن.



ردي پنهنجي ڪري ڏس ويچار نيچ پکي پڻ ڀڄن ڌاڪار
سين ڳالهين آ پکي آپاون ٽونڪا هٽڻ پڻ مرڪ آڪانون
نيچ ڪانءَ ڪٿ اُتم پرچارڪ رام ڀڳت پرتاپ پتارت!

اي گرڙ ويچار ڪري ڏس ته مون جهڙي نيچ پکيءَ کي به ڀڳتيءَ جو ادڪار ملي سگهي ٿو. مان سيدي ڳالهين ۾ ابوڪو آهيان، ٽونڪا ٻارن کي هٽائڻ

ايمان گڏيل دکدالک آهي. دنب، ڪمت، دولت جو نشو، مان، ايمان، ترشنا، هيج اهي سڀ من جا ٻاري روڳ آهن. سڀ برا ۽ دک ڏيندڙ آهن. پت، ڏنڀ ۽ اسٽري وغيره سڀ ڪوڙا آهن. ٻيا ۾ ڪيترا چوان!



اهڙيءَ طرح سڀ جيو جڳ روڳي غم خوشي ڀؤ پريت ويوگي
مانسڪ روڳ مون ٿورا چيا لوڪ قاتل اجا گهڻا پيا.

اهيءَ ڪري سنسار ۾ هرهڪ جيو کي مانسڪ روڳ لڳل لي آهن. اهن کي دک سک، ڊپ، پيار، ويوگ آد چوڏاري وڪوڙي ويٺا آهن. مون ٿورا مانسڪ روڳ چيا آهن پر ماڻهو اجا ٻه ٻين گهڻن روڳن ۾ قاتل آهن.



جاڻو منش ٿئي ڪجهه گهٽ پاپي
ناس نه ٿين ڪوڙي منش پرتاپي
مَن هردا وشيه ڪپٽ هلن منش ساڌارڻ ڪيئن؟ نه ڦسن؟

مانسڪ روڳ جاڻندڙن لي اهن روڳن جو ڪجهه اثر گهٽ ليندو آهي پر ليندو ضرور آهي! اهي ناس نه ليندا آهن. وشيه واسنا جو واس نه منهن کي نه لوڏي ڇڏيندو آهي، پوءِ ساڌارڻ منش جي ڪهڙي گتي هوندي؟



رام ڪرپا سان ناس سڀ روڳ سنتو ملي گر ساڻ سنجوڳ
ستگر ويد وچن وشواس اُپاءُ اهو نه وشيه جي آس.

رام جي ڪرپا سان اهي سڀ روڳ ناس لي وڃن، جي سنجوڳ سان ڪامل ستگرو ملي وڃي ۽ اُتي ۽ ويدن جي وچن ۾ وشواس هجي. انهن ڪالساءِ وشيه واسنا جو خيال دلبر اصل نه هجي.



تڏهن سمجهو من آهه نروڳي ردي ڪري جڏهن ٻڌي جوڳي
شڌ ٻڌ بک نت نيئن لڳي واس وشيه ٻڌ نيچ پڇي

جڏهن انسان هردي ۾ ڪري جوڳي ٻڌ ۽ واسنائون لياڳيندو تڏهن لي روڳن



سپ جي نندا جي نرڪن جوُڻ چمڙي جي اُهي ڏرن .
پڏ هاٿي مٿر، مانسڪ روڳـ، جنهن ڪري ڏک پائن لوڪ

جيڪي ٻين جي گلا ڪندا آهن سي چمڙي جي جوڻ پراپت ڪندا آهن .
اي مٿر هاٿي مانسڪ روڳ پڌ. جي ڏک جو ڪارڻ آهن.



سڀني روڳن جو موهه ئي مول تنهنمان پيدا ٿين ٻيا سپ سوُر
ڪام وات، ڪف لوڀ اپـار ڪرود پت، نت ڇاتيءَ ساڙ .

سڀنـي روڳن جو مول موهه ئي آهي، جو اگيان ڪري پيدا ٿيندو آهـي
ڪام ۽ لوڀ وات جي ڪف آهن ۽ ڪرود پت آهي! اهي سڀ منش جي ڇاتي
جلائيندا آهن .



پريت رکي جو انهن تنهين سان اُپجي ڏک پوءِ من بدن مان
ڏک وشيه واسنا ڪير ڳڻي سڀن سورن ناڻ ڪير ڪٿي ؟

انهن تنهين سان جيڪو ماڻهو پريم رکندو آهي سو ڏکي ٿي ٿيندو آهي .
گهڻين وشين جي خواهش گهڻي ڏک جو ڪارڻ آهي . انهن سڀني وشين ۽ انهن
مان پيدا ٿيندڙ ڏکن جا نالا ڪير ڳڻي سگهندو؟



ممتا موهه جا ٻهريان سڪ سندن گهرائي ٻوڀـان ڏڪ .
اندر جلن ٻين سڪـي ڏسي ڪوڙهه ڪٿلتا هرش پسي !

ممتا ۽ موهه ٻه ٻهريائين ته سڪ ڏسبا آهن ٻر انهن جي گهرائي انهن مـان
پيدا ٿيندڙ ڏک آهن ! پرايو سڪ ڏسي، اندر ۾ جلڻ پيدا ٿيندي آهي . من جي
ڪٿلتا ۽ دشتتا ٻئي اهڙا ڏکدائي آهن جهڙو ڪوڙهه جو مرض .



آئي اهنڪار ڏکن جي کاڻ ڏمڀ ڪپٽ ۽ مڏ ۽ مـان
هبهچ ترشنا روڳه سي ڀاري سپ برا ۽ پڻ ڏک ڪاري
ڪوڙ ڏمڀ اگيـان اوريڪ ڇوان ڪيڙا پڻ روڳه انيڪ .



منش ديھ مت ٻي نہ ديھي جيو چراچر گھرن سيپئي ٠
گيان وڪراڳ ڀڳت سک ڏيندڙ
نرڪ يا سرڳ ڏاڪڻ پھچائيندڙ.

اي گرڙ، سڀ ڪان اُٿم ديھي منش ديھي آهي، جا چر لوڙي آچر جيڙ گهرندا آهن. اُهوي ديھيءَ ڏناوان انسان سرڳ ٿوڙي ترڪ ۽ وينڊو آهي. اها ديھي پائي ماڻهو گيان ۽ وئراڳ ۽ ڀڳتيءَ جو سک ماڻي سگهي او.



ديھ پائي اِها ڀڄن نہ جي نر موهہ ڦاڻل وشيہ ڀوڳہ رُلل
ڪچ وٺن ڏين هيري ڪٽي هٿاسان ڪن ڦنٽو پارس ڪٽي !

جيڪي ماڻهو اِها اُٿم ديھي پائي ڀڄن نہ ڪندا آهن، سي وشيہ رنگ ۾ رُلل رهندا. اهي هيري جي ڪٽي ڏيئي شيشي جو ٽڪر وٺن ٿا. يا هٿ سان ٿي پارس ڦٽو ڪن ٿا.



سنت سهن دک پر هت ڪارڻ
ڏين اسنت دک غريب ويچارن !
ڪلپ وڻ وانگر سنت ڪرپال ڀين سک لءِ دک سهن وشال

سنت ۽ ڀين جي ڀلي ڪندي مرن ٿا ۽ اسنت ويچارن غريبن کي دک لي ڏيندا رهندا آهن. سادو ڪلپ وڻ وانگر ديالو آهن ۽ من گهريا مطلب پورا ڪندا آهن. پراپڪار لاءِ اهي دک ۾ سهندا آهن.



دکي ڪري ڀين اسنت اداس پارو ڳري ڪري ڪيتي ناس
دشت چون جڳہ انرٿ هيتو رهن پرسڌ جيئن اڌم گره ڪيتو.

جيئن پارو ڪتيءَ کي ناس ڪندو آهي ليڪن دشت ۽ اسنت پرش ۾ ڀين کي دکي ڪري پوءِ مرندا آهن. ڪيتو گره پرسڌ گره آهي ليڪن دشت ۾ جڳہ ۾ مشهور ئي خرابي سهندا آهن.

ٻئي شترو ناس ڪر. جيڪو انين ڪري سڀ پائيندو سوئي ڀڳوان جو ڀڳت ڪٿبو. اها ڳالهه اي ياءُ، من ۾ چٽيءَ ريت رک.



عرض ڪريان هڪ ٻيو ڪرپاءُ مونتي ڪرپا جو جي من ياءُ
مونکي سيوڪ پڻ پنهنجو جاڻي
سوال ڪريان آئون ڏو ڪان سوامي !

اي ڪاڪ، جي مونتي اوهين راضي آهيو ته هڪ عرض ٻيو به ٻڌو. مونکي سيوڪ ڄاڻي مهنجي انن سوالن جا جواب ڏيو.



ڇوان ٻهريون ٻڌ تون مت ڌير سڀ کان درلڀ کهڙو سرير؟
وڏو دک کهڙو سک ڀاري
ٿوري ۾ ورنن ڪريو هتڪاري.

ٻهريون ته کهڙي ڏهي سيڻي ۾ آلر آهي. ٻيو سڀ کان وڏو دک کهڙو آهي. ٽيون سڀ کان وڏو سک کهڙو آهي. دَيا پالي ٿوري ۾ ٿي انهن جي وياکيا ڪريو.



سنت اسنت فرق جو ڄاڻو سهج سڀاءُ تن ٻنهين وکاڻيو.
ويد ورنن ڀڄ کهڙو اتم ڀاپ کهڙو آ سين ڪٺن؟

ساڌ ۽ اساڌ جو حال اوهين ڄاڻو ٿا. ٻنهين جو ساڌارڻ سڀاءُ ٻڌايو. ويدن ۾ سڀ کان اتم ڀڄ کهڙو ڄاڻايل آهي؟ سڀ کان ڪٺن پاپ کهڙو آهي؟



مانسڪ روڳهه چئو سمجهائي ڪولي ٻڌايو سروگيه ورجائي
پريت رکي سڀ ٻڌو اِهي ڇوان ٿوري ۾ هتي سيي.

دَيا پالي من جا روڳ به سمجهايو. اهو ٻڌي ڪانو جيو ته اي ياءُ هاڻي چڱيءَ طرح ٻڌ. مان ٿوري ۾ انهن جو ورنن ڪريان ٿو.



پرم پرڪاش روپ ڏينهن ۽ رات تيل ڏيئو ٻيو ڪري پڙڪات
غربت موهه نه سگهن ليائي لوڀ هوا نڪي جوت وسائي.

ڏينهن رات انهيءَ ماڻهو لاءِ پرڪاش ئي آهي. گيان جو ڏيئو سدائين ٻري ٿو. غريبي ۽ موهه سندس واجهه وجي نه سگهندا، لوڀ جي هوا به سندس گيان جي جوت کي وسائي نه سگهندا!



اگيان انڌار ٿئي پربل ناس وڃن هارائي دپ حراص!
دشٽ ڪٽرنه ويجهو وڃن ڀڳت مٽيون سي اندر رهن!

اگيان جو زبردست انڌارو ناس ٿيو ۽ اهنڪار جو حملو به هارائي ويو ته ٻاهر ڪام دشٽ ويجهو نه ايندو آهي. پر ان لاءِ ڀڳتيءَ کي دل ۾ جاءِ ڏيڻ ضروري آهي.



شترو متر زهر امرت سمان بنا ڀڳت مڻ ڪونه ڪلياڻ!
روڳ نه مانسڪ ستائن پاري جنهن وس رهن سي جيودڪاري.

هن کي زهر به امرت جهڙو ۽ دشمن به دوست جهڙو ڀاسندو آهي. ڀڳتي جي اُملهه مڻيءَ بنا منش جو ڪلياڻ نه ٿيندو آهي. ڀڳتيءَ سان سڀ ڏک ڀڄي ويندا آهن ۽ سک پراپت ٿيندو آهي.



رام ڀڳت مڻ جنهن اندر رديي ڏک ذرو نه سُپن سهي
اُتم سرشٽ پرش جڳ سي مڻ خاطر ڪن اُدم نت جي.

جنهن انسان جي هردي ۾ ڀڳتيءَ جي مڻي آهي انکي ڏک سپني ۾ به نه ستائيندو! جڳ ۾ اهيئي سرشٽ پرش آهن، جي ڀڳتيءَ جي مڻ پراپت ڪرڻ لاءِ رات ڏينهن اُدم ڪندا آهن!



اُها مڻ لوڪي پرگهٽ جڳ آهي
رام ڪرپا بن سگهي نه پائي
اُپاءَ سولا پر مور نه ڏسندا نر نياڳا وتن پٽڪندا.



دک ڏڌهن گڻن طرحن جا پائـي پڻ ڪلبش
هر مايـا آ بنهه ڪڻن ڇٽي نہ منش ڪگيش!

گيان جي ڏاڍي وـاهڻ سان مدش گهڻا دک ڏسندو آهي. هري جي مايا ڏاڍي ڪٺن آهي انڪان پاڳرانڻي ڇٽندا آهن.



ڇوڻ ڏکيو سمجهڻ ڏکيو ساڌڻ ڏکيو وويک
ڪاٽ لکڻ پڻ اڪر ڏکيا موکيہ پر وگهن انيڪ.

گيان ڇوڻ، سمجهڻ ۽ سکڻ ڏاڍو ڏکيو آهي پر انهن ساڌنائون نہ مها ڪٺن آهن جيئن ڪاڻيء لي اکر لکڻ ڏکيا آهن تيئن پگتيء بنا موکيہ پائڻ بہ ڪٺن آهي!



گيان جو رستو ڏار ڪرار . مرڻ پر اُن سـان لڳي نہ وار
پنٿ وگن بن صاف هجي تڏهن منش کي موکيہ ملي.

گيان پائڻ جو رستو ڪرار جي ڏار جهڙو ڪٺن آهي. انسان مرڻ پر نہ ڏيو اصل نہ لڳندي آهي! رستو جـڏهن بنا وگهن ۽ صاف هجي تڏهن ئي منش موکيہ پائيندو آهي.



الي ڊرلڀ آ مـاڻ پرم پد ويد پراڻ چـون ٿا سڀ
رام ڀگت سو مکت گوسائين بن خواهش ملي اک جنپ نيائبن.

سڀ ڏومشاستر چوندا آهن تہ پدم پد ملڻ ڏاڍو مشڪل آهي، پر اهو موکيہ پد بہ رام جي ڀڄن سان ۽ بنا خواهش ملندو آهي!



گيان سڏانت ڇڏيو پڏائي ڀـڳتي مارگ پڌ چٽ لائي
رام ڀگت چنتا مڻ سندر وسي پيارا سا جنهن من اندر!

گيان جو سڏانت نہ مان پڏائي ڇڪس، هاڻي ڀڳتيء جو سڏانت پڌ، ڀڳوان جي ڀگتي چنتامڻ آهي. اها جنهن جي هردہ پر سڏائين وسندي رهندي آهي،

ڪسي وڻندي آهي. سماڌيءَ کي ٻه ڪنڌن ڪري ڇڏيندي آهي!




يا تہ وري ٻُڌ تيز هجي هِـــمُ پنهنجو اهڙي سمجهي.
اُنهن وڳهنن جي ٻُڌي ٻڌي ديو اُپدرؤ ڪن بيءَ وِڌي!

يا تہ وري ٻڌي اهڙي تيز هجي جا پنهنجو ڀلو ٻروچڱيءَ طرح سمجهي ۽ انهن سڌين ڌي نہ نهاري. تہ ٻہ ٻوءِ وري ديوتائون اپدرؤ ڪرا ڪندا آهن ۽ ٻيا وگهن وجهڻ جا اُپاو سوچيندا آهن!




اِندرين دروازا ڪليل پسي وشيہ هوا ديو ايندي ڏسي
ٻل پنهنجي سان اندر ڏڪن رس وشيہ کي ڪٽيو ڇڏن!

اهي ديوتائون اندرين جي دروازن مان وشيہ جي هوا کي ايندو ڏسي پنهنجي ٻل سان اهي در ڪولي ڇڏيندا آهن ۽ وشيہ رس کي ٻي ڏڙڪ اندر اچڻ ڏيندا آهن!




هردي گهر وشيہ هوا وڃي ديپ وگيان کـڌهن وسمي
ٻُنڌ نہ کلي تہ مٽيو پرڪاش ٻُڌ وياڪل رهيو مايا پياس!

هرديہ گهر ۾ وشيہ هوا وگيان جو ڏيئو وساڻي ڇڏيندي آهي. ٻُنڌ نہ کندي تہ پرڪاش هليو ويندو ۽ ٻڌي وياڪل ٿي ويندي ۽ مايا جو پاس ليندو!




اندرين ديون نہ وٽي گيان وشيہ ڀوڳہ ٿي سندن اُتان!
وشيہ هوا ٻُڌ پيرشت ڪري گيان ڏيئو ڪيئن اندر ٻري؟

اندرين جي ديوتائن کي گيان سٺو نہ لڳندو آهي. اُنهن جو وشيہ رس پيار هوندو آهي. جڏهن وشين جي هوا ڏيئي کي وساڻي ڇڏيندي آهي تڏهن گيان جو ڏيئو ڪيئن ٻرندو؟

آهي ۽ ۽ وڇاڙو جيو الڪان ڇٽي نٿو سگهي.




تنهن ڪان جيو ٻٽيو سنساري ڇٽي نہ ڳنڍ نڪي ٽٽي شڪاري
ويد پراڻن چيل اُپاءُ ڇٽي نہ، ٻاڻ ٻڻ ڪري وڌاءُ!

انهيءَ ڪري جيو سنساري ٿيو ۽ انڪان ڇٽي نٿو سگهي، ويد پراڻ ۾ جيڪي ڀڪتيون آهن سي ڪرڻ سان ۽ اها ڳنڍ وڌيڪ ٻڌجي ٿي وڃي ٿي!




سوهنگ اسم ورتُ اکنڊ اندر چمڪي ٻٽي سدا پرچنڊ
آتم انڀوُ سڀ پرڪاش ڀوَ مُول ڀيد ڀرم ٽين ناس.

”سوهنگ اَستر“ اها نہ ٽٽڻ واري ڳنڍ آهي. جڏهن آتما جو انڀو ٿئي ۽ آتم آنند جو سندر پرڪاش ٿئي، تڏهن سنسار جي جڙتا جو خيال ناس ٿيندو آهي.




پربل اوديا سندو پرِوار موهہ جهڙو بس مٽي انڌڪار
ٻوءِ ٻڌي ٽسٽي آلي اُجل گهر ويهي ڳنڍ کولي اول!

جي مَن چاهي تہ اهو اوديا جو انڌارو ناس ٿئي ۽ موهہ جو زور ڀڃي تہ هوُ ٻڌيءَ ۽ هردي ۾ جهالي ٻاٽي ڏسي ۽ اڳيان ڪري ڳنڍ کي اپياس سان کولي ڇڏي




جڏهن ڇٽي اها ڳنڍ اڪيارتَ تڏهن ٿئي تو جيو ڪرتارتَ
ڳنڍ ڇٽندي ٻڻ ڏسي هيءَ مايا وگهن انيڪ وجهي اجايا.

جڏهن اها ڳنڍ کلندي تڏهن ئي جيو ڪرتارٿ ٿيندو. ڳنڍ ڇٽندي ڏسي مايا وگهن تہ گهڻائي وجهندي آهي!




رڌين سڌين کي منجهي ليائي ٻڌي کي اوڀ گهڻوئي ڏيکائي
کل ٻل ڇل ڪري ويجهو وڃي جوت اُکين وڃي انهيءَ سمي.

مايا ٻوءِ رڌين سڌين کي موڪليندي آهي ۽ ٻڌي کي لالچائيندي آهي مايا ڇل ڪپت ڪري سندرتا جي ليرَ هٽڻ سان مَن کي انڌو ڪري، سمجهہ

ڪسي ونندي آهي. سماڌيءَ ڪي ٻه ڪنڌن ڪري چڙهندي آهي!




يا ته وري ٻُڌ تيز هجي هِـتُ پنهنجو انهن سمجهي.
اُنهن وگهنن جي ٻُڌي ٻڌي ديو اُپدرؤ ڪن ٻيءَ وِڌي!

يا ته وري ٻڌي اهڙي تيز هجي جا پنهنجو ڀلو برو چڱيءَ طرح سمجهي ۽ انهن سڌين ڏي نه نهاري. ته ٻه ٻوءِ وري ديوتائون اپدرؤ ڪڙا ڪندا آهن ۽ ٻيا وگهن وجهڻ جا اُپاو سوچيندا آهن!




اِندرين دروازا ڪليل پسي وشيه هوا ديو ايندي ڏسي
ٻل پنهنجي سان اندر ڏکن رس وشيه کي ڪٽيو چڏن!

اهي ديوتائون اندرين جي دروازن مان وشين جي هوا کي ايندو ڏسي پنهنجي ٻل سان اهي در کولي ڇڏيندا آهن ۽ وشيه رس کي ٻي ڏڙک اندر اچڻ ڏيندا آهن!




هردي گهر وشيه هوا وجي ديپ وگيان لـڏهن وسمي
ٻنڌي نه ڪلي ته منيو پرڪاش ٻـڌ وياڪلٖ رهيو مايا پياس!

هردي گهر ۾ وشيه هوا وگيان جو ڏيئو وسائي ڇڏيندي آهي. ڳنڍ نه کلندي ته پرڪاش هليو ويندو ۽ ٻڌي وياڪل ٿي ويندي ۽ مايا جو پاس ٿيندو!




اندرين ديون نه وٽي گيان وشيه ڀوڳ ٿي سندن اُتان!
وشيه هوا ٻُڌ پرشٽ ڪري گيان ڏيئو ڪيئن اندر ٻري؟

اندرين جي ديوتائن کي گيان سٺو نـه لڳندو آهي. اُنهن جو وشيه رس پيار هوندو آهي. جڏهن وشين جي هوا ڏيئي کي وسائي ڇڏيندي آهي تڏهن گيان جو ڏيئو ڪيئن ٻرندو؟

آهي ۽ ۽ واڇارو جيو الکان ڇٽي نٿو سگهي.



تنهن کان جيو بٽيو سنساري ڇٽي نہ ڳنڍ نکي تٽي شڪاري
ويـــد پراڻن چيل اُپـــاو ڇٽي نہ، پاڻ پڙ ڪري وڏاءُ!

انهيءَ ڪري جيو سنساري بڻـو ۽ انکان ڇٽي نٿو سگهي، ويد پراڻ ۾ جيڪي بڪتيون آهن سي ڪرڻ سان بہ اها ڳنڍ وڌيڪ بختي ٿي ٿي!



سوهنگ اسم ورتِ اکنڊ اندر ڇهڪي پٽي سدا پرچنڊ
آتـم انيڙ سـڀ پرڪاش پـڙ مؤل پيد پرم تين ناس.

"سوهنگ اسم" اها نہ ٽٽڻ واري ڳنڍ آهي. جڏهن آتما جو انير ٿئي ۽ آتم آنند جو سندو پرڪاش ٿئي تڏهن سنسار جي جڙتا جو خيال ناس ٿيندو آهي.



پربل اوديا سندو پـرروار موهـہ جهڙو بس مٽي انڌڪار
بوءِ بڌي تـئي آئي اُجل گهـــر ويـهي ڳنڍ کولي اَول!

جي منش چاهي تہ اهو اوديا جو انڌارو ناس ٿئي ۽ موهہ جو زور ٽٽي تہ هڙ بڌيءَ ۽ هردي ۾ جهالي ٻـالي ڏسي ۽ اگيان جـي ڳنڍ کـي اپياس سان کولي ڇڏي



جڏهن ڇٽي اها ڳنڍ اکيارت تڏهن ٿئي تو جيو ڪرتارت
ڳنڍ ڇنندي پڻ ڏسي هيءَ مايا وگهن انيڪ وجهي اجايا.

جڏهن اها ڳنڍ کلندي تڏهن ئي جيو ڪرتارٿ ٿيندو. ڳنڍ ڇنندي ڏسي مايا وگهن نہ گهڻائي وجهندي آهي!



رڌين سڌين کي منجهي ليائي بڌ کي لوڀ گهڻو ئي ڏيکائي
ڪل بل چل ڪري ويـجهو وڃي جوت اُکين وڃي انهيءَ سمي.

مايا بوءِ رڌين سڌين کي موڪليندي آهي ۽ بڌي کي لالچائيندي آهي مايا چل ڪپٽ ڪري سدرتا جي ليڙ هٽڻ سان منش کي الڏو ڪري، سمجهہ

مايا ۽ ڀڳتي ٻئي استرون آهن پر ڀڳوان کي ڀڳتي پياري آهي . مايا تہ هڪ ناچڻيءَ وانگر ناچ پيئي نچندي آهي! جيڪي بہ کيل مايا ڪندي آهي سي انسان جي سمجھ کان ٻاهر هوندا آهن !



ڀڳت لئي پريو ديا ڪري ڊڄندي اِنل ۽ مايا رهي
رام ڀڳت رام سندر سدن جنهن ۾ دل رهي بنا ٻنڌن !

ڀڳوان پنهنجي ڀڳت لئي ڪرپا ڪندو آهي انهيءَ ڪري مايا هن کان گھڻو ڊڄندي آهي . ڀڳت جو من ئي رام جو سندر گھر آهي، جنهن ۾ هو بنا ٻنڌن جي رهندو آهي . يعني ڀڳتي، بنا ٻنڌن جي رهندي آهي .



ڀڳت ڏسي سدا مايا جلي ڪري نہ سگهي ڪي شڪت علي
انهيءَ ويچار ڪان جي مُن ڪياني
گھرن ڀڳتي جا سڀ سک کاڻي .

ڀڳتيءَ کي ڏسي مايا پوسرندي آهي . ڀڳت لي تہ سندس شڪتي عمل ڪري نہ سگهندي آهي! اهو ئي سبب آهي جو مني لوڪ ڀڳوان کان ڀڳتيءَ جو دان گھرندا آهن جو اها سکن جي کاڻ آهي .



گيان ڀڳتيءَ ۾ ڀيد ڀيو ٻڌ تون ساڻ اُمنگ !
جنهن ڪري شري رامچرن پريت رهي اکنڊ !

گيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ هڪ ٻيو بہ فرق آهي، اهو ٻڌ . انهيءَ ڀيد ڄاڻڻ سان ڀڳوان جي چرنن ۾ اکنڊ پريت اُپجندي آهي .



مايا ۾ قائل جيو اي سائين ٻڌل سدا باندر طوطي نياڻين
جيو چيتن مايا گنڍ ٻڌل چڙهڻ سندس آ ڀڃڻ مشڪل

مايا ۾ قائل ماڻهوءَ جو حال طوطي ۽ باندر وانگر آهي جي ٻنڌن ۾ قائل آهن . چيتن جيو جي مٿان مايا جي رسي لپٽيل آهي! اها لوڙي ڪوڙي تنهن

اي ناٿ، مون ڪجهه منهنجي ڀرم ڀڃائين ٿا. اهو ڀرم ڪهڙن ساڌن لئي ۽
ڪهڙي طرح ڪري ٿو.




گيان وئراڳ يوگ وگيان آد پرش ڪون ڪنکي جاڻ
پرش پرتاپ پربل هر ريت نار هيڻي جڙ سهج پرڪيت

گيان وئراڳ يوگ ۽ آتم گيان آد پرش آهن. پرش جو پرتاپ سڀ طرح
ڀلارو آهي. استري سڀاوڪ ڪمزور جڙ آهي.



تياڳي سگهي پرش نار کي جي وِرڪت مت ڌير
جو ڪامي ۽ وس وشيه بي مک پد رگهوير!

جو پرش وِرڪت ۽ تياڳي هوندو، اهو ئي استريءَ کي تياڳي سگهندو پر
وشئي ۽ ڪامي الڪي ڪو ڇڏي سگهي.




سو من گيان نڌان مرگهه نيني چندر مک ڏسي
وياڪل ٿين پڌيمان نار وشو مايا پرگهٽ.

مني لوڪ به هرڻ جهڙين سندر اکين واري ۽ چنڊ سمان سهڻي استري
ڏسي وياڪل ٿيندا آهن. استري ئي سنسار ۾ مايا جو ظاهر ظهور روپ آهي!
يعني جيڪي مايا جي معنيٰ نه اچي، اهو استريءَ کي ڏسي.




پکيه پاد نه ڪنهن سان ڪريان ويد پران سنت مت ورڻيان
نار نه ڇڪجي ناريءَ رُوپ استري جاڻي نبت انوپ!

مان هتي ڪنهن جو طرفدار ٿي ڪونه ٿو چوان پر جيڪي ويدن ۾ ڄاڻايل
آهي سو ٿو چوان. استري، استريءَ تي موهت نه ٿيندي آهي، پر ڪهڙي نه
سندر هجي. اها استري حاليءَ جي ريت آهي.




جهڙي مايا تهڙي ڀڳتي ناري پر رگهوير کي ڀڳتي پياري
نچڻي مايا ناچ نچي جيڪي ڪري نه سمجهه اچي.

مايا ۽ ڀڳتي ٻئي استريون آهن پر ڀڳوان کي ڀڳتي پياري آهي . مايا ته هڪ ناچڻيءَ وانگر ناچ ڀيئي نچندي آهي! جيڪي ٻه کيل مايا کندي آهي سي انسان جي سمجهه کان ٻاهر هوندا آهن!



ڀڳت ٿي پريو ديا کري ٻڄندي انلء مايا رهي
رام ڀڳت رام سندر سدن جنهن ۾ دل رهي ٻنا ٻنڌن!

ڀڳوان پنهنجي ڀڳت تي ڪرپا ڪندو آهي انهيءَ ڪري مايا هن کان ڪيٽر ٻڄندي آهي . ڀڳت جو من ئي رام جو سندر گهر آهي، جنهن ۾ هو ٻنا ٻنڌن جي رهندو آهي . يعني ڀڳتي، ٻنا ٻنڌن جي رهندي آهي .



ڀڳت ڏسي سدا مايا جلي ڪري نه سگهي نکي شکت هلي
انهيءَ ويچار ڪان جي مُن گياني
گُهرن ڀڳتي جا سڀ سک کاڻي .

ڀڳتيءَ کي ڏسي مايا پوسرندي آهي . ڀڳت تي ته سندس شڪتي عمل ڪري نه سگهندي آهي! اهو ئي سبب آهي جو مني لوڪ ڀڳوان کان ڀڳتيءَ جو دان گهرندا آهن جو اها سکن جي کاڻ آهي .



گيان ڀڳتيءَ ۾ ڀيد ٻيو ٻڌ ٽون ساڻ اُمنگ!
جنهن ڪري شري رامچرن پريت رهي اکنڊ!

گيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ هڪ ٻيو ٻه فرق آهي، اهو ٻڌ . انهيءَ ڀيد ڄاڻڻ سان ڀڳوان جي چرنن ۾ اکنڊ پريت اُپجندي آهي .



مايا ۾ قاتل جيو اي سائين ٻڌل سدا باندر طوطي نيائين
جيو چيتن مايا ڳنڍ ٻڌل چيتڻ سندس آ پڻ مشڪل

مايا ۾ قاتل ماڻهوءَ جو حال طوطي ۽ باندر وانگر آهي جي ٻنڌن ۾ قاتل آهن . چيتن جيو جي مٿان مايا جي رسي لپٽيل آهي! اها لوڙي ڪرڙي ڳنڍ




کرم وچن من ڏسي نڌان من ڦيري چڏي مست ڀڳوان!
سهن شيل سياءِ ڏسي رام چرن وشواس پسي.

ڀڳوان منهنجي وشواس ۽ ڀرم کي ڏسي مٺيءَ جي من کي ڦيري ڇڏيو.
مٺي منهنجو سهڻ سياءُ ۽ رام چرڻن ۾ پريم ڏسي اهڙو خوش ٿيو.




مٺيءَ اندر ۾ گهڻو پڇتايو پريم آلو ٿي مونکي گهرايو.
سکيا ڏني مونکي پاڻ ڏنو خوش ٿي مونکي منتر ڏنو.

مٺيءَ دل ۾ ڏاڍو پڇتايو ۽ مونکي سڏ ڪيائين ۽ سمجهائي مونکي رام
جو منتر ڏنائين.




ٻال روپ رام رکي ڌيان چيو مٺي مون ڪرپانڌان.
سندر سکدائي سکيا لڳي ڪرڻ، ٻڌائي لوڪي چڏي.

منهنجي ڌيان ڪي جاڻڻ لاءِ رام جو ٻال روپ ٻڌايو جو مونکي نهايت سندر
۽ سکدائي لڳو. اهو لوڪي ٻڌايو اٿم.




پنهنجا ڪمل هٿ مٿي ڌري گهڻي چڏي آسيس ڪري
رام ڀڳت ڪر ياد اناد وسي سدا من مون پرساد!

مٺيءَ پنهنجا آسيس ڀريل ڪومل هٿ منهنجي مٿي تي رکيا ۽ آسيس ڪئي
ته لوڪي هاڻي ڀڳوان رام جي ڀڳتي آسيس ليندي.



رام پريه رهندين سدا شيپ گڻن جي کاڻ
جمين ورين پنهنجي اڇا گيان وڪراڳ نڌان!

اي ڪاڳ، تون سدائين رام کي پيارو رهندين سڀ گڻ وارو ليندين.
ودي ۽ گيان ۽ وئراڳ رهنديءَ تون من ماڻيو شري ڌارڻ ڪري سگهندين ۽ مرضيءَ

سان اُهو ڇڏي سگهندين.



بڌي خوش ٿيس اي گرڙ سڌير آڪاش واڻي ٿي گهٽي گنڀير
ائين ٿيندو ”ٿو وچن ۾ن گياني
ڀڳت آ منهنجو ڪرم وچ باڻي.

اي گرڙ مان آڪاش واڻي ٻڌي خوش ٿيس ته مني جا وچن سچا ٿيندا ”ائين ٿيندو“ هي ڪانءُ من وچن ۽ ڪرم ڪري منهنجو ڀڳت آهي.



ڪٿا مون ٿوسان ڪئي سڄي سبب ڪهڙي ڪانءُ ديهه لڌي
سوال ٿنهنجي جي ورندي ساري رام ڀڳت مهما اَت ڀاري.

مون جنهن سبب ڪانءُ جي جوڻ پاتي سو توکي ٻڌايم ۽ پورو جواب ڏنم ته رام جو ڀڳت سڀ کان اُتم آهي.



ڀڳت ڇڏي گرڙ پيارا ڀاءُ جي سک چاهي ٻئي اُپاءُ
سي جڙ ناڻءُ بنا ڪيئن ترندا ڀؤ ساگر کان پار نه ٿيندا.

جو ماڻهو ڀڳوان جي ڀڳتي ڇڏي ٻيا آسرا سک گولڻ لاءِ ڳوليندي ٿو، سي ٻڌايو ته ڪيئن ڀؤ ساگر کان پار ٿيندا؟



گيان ڀڳتيءَ ۾ فرق ڪهڙو سڄو ٻڌايو ڪٿا جهڙو
وچن ٻڌي ۽ خوشي ڪري ڪانءُ وراڻيو ڏيان ڌري.

اي پيارا، هاڻي مونکي ديا ڪري ٻڌاءِ ته گيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ فرق ڪهڙو آهي؟ اهو ٻڌي گياني ڪانءُ آدر سان چيو:



ڀيد ڪونهي ڪو ڀڳتيءَ گيان دک ناسڪ بس ٻئي نڌان.
مني ٻنهين ۾ ڀيد چون چڱيءَ پرٻڌ، ڪري سرالڪن!

گيان ۽ ڀڳتيءَ ۾ ڪو فرق ڪونهي. ٻئي دکن کي ناس ڪندڙ آهن.

ٻيو ڀائين ايوڌيا وڃي ڀڳوان رام جو درشن ڪريان ٻوءِ ئي ڀرڳڻ مت جي
سڪيا ٻڌندس، مني ءَ تمام ڪومل ۽ مٺن وچنن سان سڳڻ مت جو ڪٿن ڪيو ۽ ڀرڳڻ
مت کي سڌ ڪرڻ جا ڀتن ڪرڻ لڳو.




ڪهڙو ايمان ۽ بحث جي ڪن ڪروڌ اُپجي پڻ گياني من
سيتل چندن ڪو ڪهڙو گهوي باهه پرگهٽ پڻ اُن مان ٿئي.

اي سوامي ڪهڙي بحث ۽ ايمان ڪرڻ سان نه گياني ءَ کي به ڪروڌ ايندو
آهي. جيئن سيتل چندن کي جي گهڙو ڪير گساليندو تہ ان مان به باهه
پرگهٽ ٿيندي.




ڪروڌ نہ اُپجي دُليت بن دليت، بنا اگيان
مايا وس جڙ جيو ٿئي جيو ڪيئن ايش سمان!

مان سوچڻ لڳس تہ دُبدا بدي بنا ڪروڌ ۽ بنا اگيان جي دليت ڪيئن
اپجدي؟ مايا جي وس ۾ جڙ جيو اهي ڀڳوان ڪيئن ٿي سگهندو؟




ڀلو ڪري سپ ٿنهن دک آرس!
سچو سڌجي ڪيئن جنهن هٿ پارس؟
اهي نرڪامي مٿان ڪلنڪ پر دور هي رهي ڪيئن بن شنڪ؟

جو سڀني جي ڀلائي لو سوچي سو ڪڏهن دکي ٿيندو؟ جنهنجي هٿ ۾
پارس مڻ هوندي اهو ڪيئن سچو سڌ ٿيو؟ ڪامي انسان ڪڏهن ڪلنڪ کان
اجو ٿيو؟ ٻين سان دغا ڪرڻ وارو ڪڏهن ٻڌو تہ ڪيس ڊپ ڪرلهي؟




ايش جهڙي نہ ٻوي ڪا خندڪ سکي رهي ڪيئن ڀلا پرنندڪ؟
راڄ رهي ڪيئن نيت نہ جاڻي،
پاپ رهن ڪيئن چريتر وڪاڻي!

بنا رڪاوٽ جي ايشور جو نالو جهڙي الڪي ڪا الڪ نہ ٿيندي. ٻو جو

سدائي ٻين جي گلا ڪندو سو ڪيئن سکي رهي سگهندو. جيڪو راڄا راڄيتيءَ کان ٻي خبر آهي تنهن جو راڄ ڪيئن رهندو. پر جو ٻڳوان جا چرڻ واڪائيندو انهن پاپ ڇيئن اچي سگهندا؟



انهيءَ برابر ٻي ڪا هاڃي؟ نرڌن پائي نه پائي سوامي؟
گڻ ڏاس ڪان وڌ ڪو ٻيو ڌرم ديا سم ٻيو ڪو ٿيو؟

انهيءَ جي برابر نه ٻيو ڪو به نقصان نه ٿيندو جو انسان منش جوڻ ۾ ڀڳوان کي پائي نه سگهي! ڀلا ٿمو گڻ جي پلاءِ پاپ ڪيئن ايندو؟ ديا جي سمان وري ٻيو ڪهڙو ڌرم آهي؟



انهيءَ طرح گهڻيون ڳالهيون سوچيون
ڇڏيون نتائي سڀ من ڀڪتيون!

مان نه سگڻ مت هيس درڙايو ڳالهه انهيءَ مني گهڻو ڪاوڙايو.

مون گهڻو سوچي ۽ منيءَ جي ڀڪتين کي نتائي ڇڏيو جو مان سگڻ جو پريمي هوس. انهيءَ ڳالهه منيءَ کي ڏاڍو ڪاوڙايو.



مورک، سگڻ مت تون وشال ڪانءَ وڃي ٿيءُ ڪنڊل چنڊال!
سراپ ڪٽي مون مٿي رکيو نڪي ڀنس نه دک ئي ٿيو!

اي مورک، تنهنجي دل پکيه پاد سان ڪتيل آهي. تون ڀڪو سگٽي آهين. وڃ، وڃي ڪانءُ ٿيءُ. مان اهو سراپ ڀڌي نڪي ڀنس ۽ نه وري ڪو دک ئي ڪيم.



ترت وڃي ٿيس ڪانءُ مان ويس منيءَ سرناء
سمري رام رگهونش مڻ ڪاندي هليس اڏاء.

ترت ڪانءُ ٿي ٻيس ۽ منيءَ کي سرنمائي هليو ويس. رام کي ٿي سمريم ۽ ڪاندي اڏامي ويس!

اهي ڳالهيندا هئا، نچندا هئا ۽ ڳائيندا هئا. ٽوليون ٺاهي گهمندا هئا ۽ ڪام ڪرڙا ڪندا هئا ائين لڳي رهيو هو. ڪام ديو انهن اپسرائن کي هٿان ۽ نارد جي سمادهي ڀنگ ڪرڻ جا سڀ جتن ڪرڻ لڳو.



ڪام ڪلا ۾ مني نه لوڏيو نسچاتا تخت اندر جو ڏوڏيو.
جنهن رکوالي ڪري ڀڳوان ڪري نه شترو سگهندو هاڃ.

ڪام جڏهن سڀ ڪلائون ورتيون وريون ! نارد جي من کي لوڏي نه سگهيون. جنهن جو جي ڀڳوان لڪشمي پتي رکيا ڪري انجي ڪارڻ ڪير بگاڙي سگهندو؟



ساٿين سان دڄندو ويو ڪام مُني وٽ نيٺ،
جرن ڇهي معافي وٺي پاڻ ڪري ڪُٽ هيٺ.

ڪام لڄي هار مڃي ڊڄندو نارد وٽ ويو ۽ نارد جي من جي استثنيٰ اڳيان سر جهڪائي ڪام ڪاڻي وچن چئي سندس پيرن تي ڪري پيو.



ٿيو نه نارد دل ڏک ڪوئي اچريا مٺڙ وچن مرڪوئي.
ڪام ويو گهر سيس نوائي مني جي ڪرپا ويترپائي.

نارد کي ڪرڌ ڪرڻ يا من جو دک ڪرڻ ٿيو. الو ڪامديو کي ڏاڍو لڳو. ڪام ان سهانڪ سميت هليو ويو.



اندر سڀا ويو نارد آئُر ڪام جيت جي ورڻن خاطر.
هڏي سين مَن اچرج آيو اڳيان پرڀوءِ سِرُ هرڪنهن نايو.

نارد ڪام جيت جي وارتا اندر سڀا ۾ وڃي ورڻن ڪئي. اها هڏي سڀني جي من ۾ حيراني ولي ويئي. نارد جي شلتا ڏسي هرڪنهن ڀڳوان اڳيان سر جهڪايو.

گروڙ جا وچن دل بر ڏري ڀڄن ڪرڻ لڳس ؛ رام نام سان ڀرپور لڳايم.
جتي تتي سندس گڻ ڳائيندو ونندو هوس.




پربت ميروءَ چوٽيءَ مٿان ڏٺم لومش من لين
چرن سندس تي سر رکي چيم وچن آڻي دين.

هڪ ڏينهن سميرو پربت جي چوٽيءَ تي لوميش منيءَ کي ڏيان بر ڀڏل
ڏٺم! سندس چرنن بر سر نمائي تمام دين شبد اُچاري وينتي ڪيم:




وچن ٻڌي منا ونيہ پريل مــن ڪرپال گلــراج !
پڇيو مونکان ڳوٽي پريمسان آيا توهين ڪنهن ڪاج ؟

اي گرو، منهنجا دين ؛ ونيہ وارا لفظ ٻڌي منيءَ پڇيو تہ ڪيئن ؛ ڪهڙي
ڪارج سان آيا آهيو؟




مون چيو تڏهن ڪرپاند توهين سروگيہ سجــان
سگڻ بــرهـم آراڌنــا مونکي سايو ڀڳــوان.

مون ورندي ڏني تہ اي ديالو، ديا ڪري مونکي سگڻ برهم جي پوڄا
جو رستو ٻڌايو.




رام ڀڄن جل مون من مين رهي جدا ڪيئن من پروين؟
ديا ڪري مون ڪريو اُپديش
اکين ڏسان جيئن رام مهيش !

اي منيشور، جل روپ رامچندر کان سواءِ من روپي مڇي تڙڦي ٿي. ڪريا
ڪري اهڙو اُپديش ڪريو جيئن ساکياتڪ رام ڀڳوان جو درشن ڪري سگهان!




من پري ٻهرين ڏسان اوڌيش پوءِ ٻڌايو نِــرگڻ اُپديش
سکيا ڏني منـي هـرهڪ وِڌ کنڊن سگڻ مت نرگڻ سِڌ !

نہ وسريو. اهڙي هيو گروءَ جو ڪومل سڀاءُ ۽ مهمجي ڪٿلنا.




انت ديھي مون برھمڻ پاتي ويد پراڻ جا درليپ جاتي
ملي بارن سان کيل ڪريان رام نام پڙ اُٿي جپيان !

ليت مون برھمڻ جي ديھي پاتي جا ويدن ۽ پراڻن موجب درليب آهي !
الي ٻارن سان راند ڪئيندي بہ رام نام جپيندو هوس.




ٽيس وڏو ڪڍھن پتا پڙھايو پڙھان لکان نہ من ليايو
اچا سوڙري وئي چيتي چرن ڪمل پوچان دل لڳي !

وڏو ليس ۽ پتا پڙھايو پر دل نہ لڳم. سڀ واسنائون ڇٽي وارن، وڳو ڀڳوان جي چرڻن ۾ دل لڳل رهندي هئي.




ڪال وس ٿي ويا جڏھن پت مات
ويس لنوڻ بن ڀڇن جي لات.
جتي جتي لھي مني بڏان هرهڪ جا وڃي چرن ڇهان.

ماتا پتا جي مرليو ڪالوءَ مان بن ۾ لهيا ڪرڻ هليو ويس. جتي جتي لهيشور ڏلدو هوس الي وڃي سندن چرن ڇهندو هوس ۽ ڳبان ولندو هوس.




جنهن پڇان، مَن الين چوي سين پراٽين ايش رهي.
نرگڻ مت نہ مونکي وڻي سگڻ روپ من رهي ٻٽي.

جنهن جنهن لهريءَ کان پڇندو هوس سو چوندو هو تہ ڀڳوان هر جيو جنس ۾ موجود آهي. پر مونکي جو سگڻ روپ ۾ پريم هو لهنڪري نرگڻ مت سان مهمجي نہ پرلدي هئي.




گروجن ڪري ياد من رام چرن لڳي پريت
رکهپت يش پٽندوگھمان من ڪي پاڻي جيت !



بڏي وينتي سروگيہ شو ڏسي برهم ڀڳوان
مندر نپ واڻي وري گهر ور تون من مان.

اِهو بڏي ڀڳوان شنڪر، سروگيہ برهمڻ کي ڏسي چيو ۽ نپ واڻي ٿي ته
”دل گهربو ور گهر.“



جـي پريو پرسن اوهين ديڻن سان پــڻ نيهہ
تو چرنن سدا ڏيان رهي ڀيو ور ھونڪي ڏي .

ڀڳوان، جي ھونتي راضي آهيو ته ور ڏيو ته سدائين تنهنجي چرنن ۾ ڌيان
جميو رهي ۽ ٻيو ور ۾ مونکي ڏيو:



تـو مايا وس جيو جـڙ پـُـليا پـُـٽن ســڌ سنت
تن تي کهڙوڪوپ پريپ ڪرپا سنڌ جڳہ ڪنت!

اي ديالو شنڪر، سڀ منش، سنت ۽ سڌ ۾ تنهنجي مايا ھوهي چـڏيا
آهن، تن تي ڪاوڙ ڇا جي، ڀڳوان!



شنڪر دين ديال تون شش تي ٿيۓ ڪرپــال
دک سراپ کان وچي چٽي پڻ ٿيوڳيي تيچ ڪال!

اي پريو، تون ديا ڪر ۽ هن شش تي اهڙي ڪرپا ڪر جيئن سراپ جي
دک کان ڇٽي وڃي ۽ دک کي ٿورو وقت ٿيوڳي!



هن جو ٿئي جيئن ترت ڪلياڻ اُهو ڪريو جو پڇي ڀڳوان!
پرهت ل ۽ هي وينتي جاڻــي
”ائين ٿيندو“ چيو ٻــيۓ نپ واڻي .

اي ڀڳوان اهڙي ڪرپا ڪريو جيئن هن جو ڪلياڻ ٿئي. ڀڳوان جالــو تــ

برهمڻ هنن جي ڀلائيءَ لاءِ ارداس ڪري انهن کي آڪاش واڻي ٻڌائي ته "الک ليندو."



هن ڪيو گرو ڇڙو پاپ ڪارڻ منجهان مون ڏنو سراپ
تنهنجي ڏسي مون گهٽي نمرتا ڪٽي مٽس آ ڪٽي ديا.

لوڙي هن هيڙو گرو پاپ ڪيو آهي ته به تنهنجي نمرتا ڏي مان خوش ٿيو آهيان ۽ هن تي دَيا ڪندس.



ڪميا شيل ۽ پرائپڪاري پيار منهنجو آ ڪن تي ڀاري.
سراپ منهنجو نه وڃي وڪرڻ هزار جنم هي ڀوڳي ڪشٽ!

اي برهمڻ، جنهن جو سڀاءُ آهي ڪميا ڪرڻ ۽ پرابڪار ڪرڻ سي جيئن رام کي پيارا آهن تيئن مونکي به پيارا آهن. سراپ منهنجو اجائو نه وڃي تنهن ڪري هي هڪ هزار جنم ڏک ڀوڳيندو.



جنم ونندي لوڙي مرڻ ڏک ڏئي دکن انهن کان ڇٽل رهي.
ڪڏهن نه مٽندو تنهنجو گيان شودر ٻڌ منهنجا وچن ٻروان!

جنم وٺڻ مهل لوڙي مرڻ سميت ڏک ليندو آهي، اهو توکي ڏک نه ليندو. توکي جيڪر گيان آهي، اهو به سڀني جنمن ۾ جڙيل رهندو. اهي لفظ منهنجا سچا سمجهه.



رام پري تو جنم ٿيو مون سيوا جو لاڀ مليو
پري پرياءَ ۽ اِڇا منهنجي رام ڀڳت من اپجي تنهنجي.

ٽڪڙو نه تنهنجو جنم ٿي رام جي نگريءَ اجوڌيا ۾ ٿيو آهي. ٻيو وري تو منهنجي سيوا ڪئي ٻڌي من ڪئي آهي جنهن جو لاڀ به توکي ملندو. انهيءَ ڪري ۽ جنم اسان جي پرڀاءَ ڪري تنهنجي عرده ۾ رام جي ڀڳتيءَ جو سلو اپرندو ۽ اڳمندو رهندو.



بڌي وينتي سروگيہ شو ڏسي برهم ڀڳوان
مندر نيپ واٽي وري گهر ور تون من مان.

اِهو بڌي ڀڳوان شنڪر، سروگيہ برهما کي ڏسي چيو ۽ نيپ واٽيءَ ۾ ته "دل گهريو ور گهر."



جــي پريو پرسن اوهين ديئن سان پـــڻ نيهم
تو چرنن سدا ڌيان رهي ڀيو ور هونڪي ڏي .

ڀڳوان، جي هونتي راضي آهيو ته ور ڏيو ته سدائين توهان جي چرنن ۾ ڌيان جميو رهي ۽ ٻيو ور ٻه مونکي ڏيو:



تــو مايا وس جيو جــڙ ڀُـليا ڀُـٽن ســـڌ سنت
تن تي کهڙوکوپ پريپ ڪرپا سنڌ جڳ ڪنت!

اي ديالو شنڪر، سڀ منش، سنت ۽ سڌ ٻه توهان جي مايا موهي ڇڏيا آهن، تن تي ڪاوڙ ڇا جي، ڀڳوان!



شنڪر دين ديال تون شش تي ٿيءُ ڪرپــال
دک سراپ ڪان وڃي ڇٽي پڻ ڀوڳي ٿيڇ ڪال!

اي پريو، تون ديا ڪر ۽ هن شش تي اهڙي ڪرپا ڪر جيئن سراپ جي دک کان ڇٽي وڃي ۽ دک کي ٿورو وقت ڀوڳي!



هن جو ٿٽي جيئن ٿرت ڪلياڻ اُهو ڪريو جو پڇي ڀڳوان!
پر هت لءِ هي وينتي جاٽــي
"ائين ٿيندو" چيو ٻــيءَ نيپ واڻي.

اي ڀڳوان اهڙي ڪرپا ڪريو جيئن هن جو ڪلياڻ ٿئي. ڀڳوان جالــو لــ

ڪرو منهنجي دشا تي ٻياس ڪري ٻرهمڻ سان ڀڳوان شو جي اڳيان هٿ جوڙي ايئن ونتي ڪرڻ لڳو:




تون نرآڪار اوانڪار تون مُول ڻتؤ ترِيا سڀ ويد انڪول
ڀيانڪ ڪال جو ڪال ڪرپال ڪريان پرڻام تو اڳيان ديال.

اي ڀڳوان، تون نرآڪار آهين. اوانڪار تنهنجو مول آهي. تون واڻيءَ ۽ گيان اندرين کان پري آهين. تون ڀيانڪ ڪال جو به ڪال آهين. ڪرپال، سنسار کان پري، ڀڳوان! مان توکي پرنام ڪريان ٿو.




هم وان تو گورو شرير ڪام نه وياپي مڪت سڌير!
تو مستڪ سدا گنگا رهي ٻيج چنڊ سر جٽا سونهي!

تون هم وان، گوري شمار شرير وارو، ڪام جي ڀيج کان مڪت آهين. توهان جي مستڪ تي گنگا براجمان آهي! ٻيج جو چنڊ به ٽرڙ تي سونهي ٿو. تنهنجي مٿي تي سندر جٽائون آهن. ڳچيءَ تنهنجيءَ ۾ نانگ ٿا گهمن، ڀڳوان!




جيسين نه توکي منش جپيندو تيسين سنتاپ رهي ڏسندو
سروياپي سروشڪتيمان مونتي راضي ٿي رام ڀڳوان!

جيستائين انسان تنهنجو نالو نٿو جپي، تيسين دک ۽ سنتاپ ڏسندو ئي رهي ٿو. تون سروياپي ۽ سروشڪتيمان آهين. اي ڀڳوان مونتي راضي ٿيءُ!




نه ڄاڻان تپ يوگ ۽ پوڄا پرڻام ڪريان ٿو توکي سدا
دکن کان هاڻي اچي ڇڏايو سراپ ڪنن کان شش بچايو

اي پرڻانٿ، اي شنڪر، مان جپ تپ ڪونه ڄاڻان. مان نه رڳو توکي ئي پرڻام ڪندو رهندو آهيان. اچو ۽ اچي هن ميرڪ کي هن ڪنن سراپ کان مڪت ڪريو.



گرنت ڏئي پربوڌ ڏسي ڏکي منهنجي هلت.
دل اچي مون ڪروڌ نيت پاڪنڍي ڪيئن وٺي؟

منهنجي ٽيڙي هلت ڏسي گروءَ کي ڏپ ٿيندو هو ته مان اوڙاهه ڏي وڃي رهيو آهيان. هو روز سمجهائيندو هوم پر اهو ڏسي ٻاڻ مونکي ڪروڌ اچي ٿيندو هو. چو جو ٻاپيءَ ۽ گهمنڊيءَ کي ڀلا نيت ڪيئن وڻندي؟



هڪ ڏينهن مونکي گروءَ سڏايو نيت ٻڌائي گهڻو سمجهايو
شوَ سيوا جو ڦل پٽ، هيءَ! رام ڀڳت شرڌا سان ٿيءُ

هڪ ڏينهن مونکي سڏائي گرو نيت جي سکيا ڏني ۽ چيو ته اي پٽ، شيوا جي معنيٰ آهي شو جو ڀڄن ڪرڻ ۽ ٻڻ رام جو ڀڳت ٿي رهڻ.



جيئن سڀ شو ۽ برهما ويڙ رکين دل منجهه نڪما
جن چرنن آ شو جو پيار وروڌ رکي سک چاهڻ بيڪار!

اي پٽ، رام کي نه شو ۽ وشنو نه جهين ٿا. اڙي نادان، جن چرنن ۾ انهن جي پريت آهي تن جي وروڌ ڪندي ٿون سک جي اڇا ٿو رکين؟ اهو خيال بيڪار آهي.



جڏهن سيوڪ گرو رام چيو مون هردو جهٽ جاي ويو!
نيچ جاتي مون وديا پائي نانڪ ڏنگي جئين کير، پيائي!

گرو جڏهن چيو ته شو به رام جي ڀڳتي ڪندو آهي تڏهن مونکي ااهه وڻي ويئي. مان وديا پراپت ڪري اهڙو نيچ ۽ ايماني ٿي پيس جهڙو کير پيارڻ سان نانگ ٿي پوندو آهي.



جئين مان نيچ وڏائي پائين هٿ سان ٽنهنکي ناس ڪرائن
دڙنهي کي خود ٿي باهه اپائي ملي ڪڪر سو باهه وسائي.

ليڪ جنهن مان وڏائي حاصل ڪن لنهنکي همت سان لاس ڪن! جنهن دونهون
ناه مان پيدا ٿي وري ڪڪر سان ملي ناه کي وسائيندو آهي.



رستي پيل دز نرآدر سهي سڀ جي پيرن هيٺ رهي
پهرين أڏي سان هوا گذاري پوء مڪٽ منهن راجا بگاڙي!

مٽي جا رستي ۾ پيٺي هوندي آهي ۽ سڀني جي پيرن هيٺان لتاڙ ڄي
آهي، سا جڏهن هوا سان مٽي اڏامندي لـڏهن پهرائين اُن سان لڪنجي پوء
راجائن جي مٽڪ ۽ منهن کي لڳندي آهي.



هڪ دلعي شو مندر اندر پڳي جپيم شو نام
گـــر آيـــو ايمان کير أٿي نہ کير پرنام!

هڪ ڏينهن، جنهن شو جي مندر ۾ شو جو جاپ پي ڪم لڏهن اُلي اهو
ارهمڻ آيو. مون سندس ڪو ستڪار ڪرڻ ڪير لڪو پرنام لي ڪم.



گرو ديال ٿہ ڪين ڪهيو سهي ويو ايمان!
اُنهيءَ گهٽي ايمان ڪـــي پر نہ سنو پڳوان!

گرو ته ڊالو ٿي هو. ايمان سهي ويو. پر انهيءَ ٻاري ايمان کي ڀڳوان ڪيئن
لي سهي سگهيو؟



ٻڌي مندر ۾ مون نڀ واڻي "اڙي نياڳا اڌم ايماني!"
تنهنجي گرو نہ ذرو ڪروڌ الي ڪرپال ٿي ڏنو پربهوڌ!

مندر ۾ آڪاش واڻي لي، جا مون ٻڌي. "اي نياڳا، اڌم ايماني،
لنهنجي گرو ديال کي لہ ڪروڌ ذرو ۽ لہ آيو آهي. جاڪاڻ هو هو نرم گياني
۽ سيل آهي.



ڪلجڳ پرياڻ دشمن هرڪو
نمو گهٽو بنهه تورو رجو
بڌي يڪ ڌرم منش سمجهي
اڌرم ڇڏي رکن ڌرم رُچي •

جڏهن نمو گڻ تمام گهٽو هجي ۽ تورڙو رجو گڻ به هجي تڏهن سمجهجي ته ڪلجڳ جو پرڀاءُ آهي ! هرڪو ماڻهو انهيءَ ٽائي دشمن ٿيندو آهي • ماڻهو انهيءَ طرح ڳڻن جو ڌرم سمجهي اڌرم ڇڏي ڌرم ڏي وڌيڪ ڌيان ڏين لاءِ سنئو آهي •



ڌرم ڳڻن جو اثر نه تن تسي
رگهوپتي چرن پريت من جنهن جي
پينڪر ڪيل جيئن نٽ رچي
ڪيل اثر نه مٽس اچي •

جن انسانن جي من ۾ رگهنات جي چرنن جي پريت آهي تن تي ڌرم ۽ ڳڻن جو پرڀاءُ نه پوندو آهي ؛ جيئن ڪيلاري کڙو ۽ خوفناڪ کيل رچيندو آهي پر مٽس انهيءَ جو اثر نه پوندو آهي •



هَر مايا رچيل دوش گڻ بنا ڀڄن نه دُور
رام ڀجيو ڀيا ڪرم ڇڏي رکو ويچار ضرور

هريءَ جي مايا جيڪي گڻ دوش رچيا آهن تن کان ڇوٽڪارو ته رام جي ڀڄن ڪرڻ سان ٿيندو. تنهڪري ڪامنائن جو تياڳ ڪرڻ ئي انسان جو پرم ڌرم آهي •



ڪجهه وقت نبريو ويس اُجين
سيو، هڙ منهنجي هيو ڪجهه ڪين !
وقت گذرئي ڪجهه دولت هٿ آئي
شؤ سيوا اُت ڪير سڪدائي •

ڪجهه وقت ڪاليوءَ اجين ويس• سيو هوس، هڙ ۾ ڪجهه به ڪين هوم•

اهڙي ڪري من ۾ لي ليو، ٻر ڪجهه وقت گذرڻ کان پوءِ ڪجهه دولت هٿ آئي. آئي رهندي مون شو ڀڳوان جي سيوا جو ڏن نه ڇڏيم ڪبو.



برهم پوڄي شــو وڏ انوسار نڪا اچا من نڪو اهنڪار
ماڻ پــؤرو نه سوارٿ لاشڪ شنيو ڀڳت ۽ رام اپــاسڪ

هڪڙو برهمڻ آئي وڏيءَ سان شو جي پوڄا ڪندو هو. ڪيس نڪا اڇا هئي ۽ نه اهنڪار! هو پورو ساڌو هو. ڪيس ڪا به لالچ يا سوارٿ نه هو. هو شيوءَ جو ڀڳت ۽ رام جو پيارو هو. پر وشنوءَ لاءِ به ڪا نندا نه ڪندو هو.



ڪريان سيوا اندر رکي ڪپٽ ديال برهم ۽ پــرم ڀڳت!
ڏسي منهنجي هن گهٽي نه‌رتا پٽ جاڻي مونکي پاڙهي ڪتا.

مان نه اهڙيءَ ديالو برهمڻ جي سيوا ڇل رکي ڪندو هوس! هو نه ديالو اهو منهنجي نمرتا پاو کي ڏسي پٽ سمجهي مونکي ڪٿا پاڙهيندو هو.



سو منتر ڪري يــاد ڀڏايو شيـ اپديش وڏ ساڻ ڪرايو
منتر جپيان شو مندر وڃي ڦکر اندر، هالن نيت پڇي!

برهمڻ مونکي وڏيءَ سان شو جو منتر ڏنو ۽ ٻيا سڀ سکيا ڏني. مان روزانو اهو منتر ٻڌي سان مندر ۾ وڃي جپيندو هوس. ٻر مون ۾ ڪمت ۽ اهنڪار گهڻو هو. سدائين نمتيءَ جي ورڌ هلندو هوس.



آڪــي ملين ۽ مند مـت نيچ جــات مون ڏوهه
برهمڻ ڏسي دل ۾ پران ڪريــان وشنو سان دوهه!

مان من ۾ نيچ نه هوس ٻي منهنجي ڪرتي مت هئي ۽ نيچ جاتيءَ جو هوس. برهمڻ کي ڏسي جلندو هوس ۽ وشنوءَ کي نگيندو هوس.

ماڻهو ڏسندا ته روڳ جا ماريل اسپتالن ۾ حڪيمن وٽ قطار ۾ بينا ڏڪا جهليندا. پوڳ ته ناليءَ مالر آهي! جتي وڃو اُتي ڏسبو ته هڪبئي سان وڙ! جتي لتي دڪ چاليل. جيون تمام ٿورو ۾ سڪ ۾ ناليءَ جو. سمجهندا ته اسين اڃا هزار سال جيئرا آهيون.



ست جڳ ۾ ٻين جڳن اندر پوڄا ڀڳ ۾ يوڳ
ملي گتي ڪلجڳ جپي رام نانءُ وٺي لوڪ.

ٻين ٽنهين جڳن، ست يڳ، تريتا يڳ، دواپر يڳ ۾ مڪتي سولي پراپت نه ٿيندي هئي. انسان ڏاڍا ڪشٽ سهي تپسيا ڪندا هئا، پوڄائون ڪندا هئا ۽ يڳ يوڳ ڪندا هئا. پر ڪلجڳ ۾ انسان جي گتي فقط پريم سان رام نام جو سمرڻ ڪرڻ سان ٿيندي آهي.



ڪلجڳ يوڳ ۾ يڳ نه گيان هڪ آڌار آ رام گڻ گان!
ڇڏي ڀروسا رام جپي پريم رکي نانءُ رام وٺي.

ڪلجڳ ۾ يوڳ، يڳيه يا جپ تپ جي ضرورت ڪانهي. فقط رام نام جو آسرو پڪو ڪري ۽ انهيءَ نالي جپي. ڀڳتي ڪري.



تري ڀؤساگر سنسو ناهي رام پرتاپ جڳ پرگهٽ آهي
ڪلجڳ جو هڪ اُتم اصول پٽيه ڳڻن پر پاپ نه مول!

انسان ڀوساگر سولائيءَ سان تري ويندو ڇو جو رام نام جو پرتاپ وڏو آهي ڪلجڳ جو اصول آهي ته پن ڳڻيا ويندا ۽ نه پاپ!



ڪلجڳ سم نه يڳ ٻيو جي نر رکي وشواس
ڳائي اُتم گڻ رام جا بي نه پائين پياس!

جيڪڏهن ماڻهو وشواس ڪري ته ڪلجڳ جهڙو ته ٻيو يڳ ئي ڪونهي! ڀوساگر ترڻ لاءِ ڪلجڳ ۾ رام نام جپڻ ئي اُتم آهي. من ۾ ٻي ڪا به پاونا نه هجيس ۽ جتي لتي رام کي ڏسي.



ڏر و پرگهٽ پد چار بس ڪل ۾ هڪ پرڌان !
اُنهن چئن ۾ مکيہ هڪ 'دان' ڪري ڪلياڻ !

ڌرم جا چار ڏاڪا آهن، جن ۾ هلڻ سان انسان پرم پد پائيندو آهي. ڪلجگ ۾ هڪ پد، دان ئي ڪلياڻ جو ڪارڻ ٿيل آهي. يعني دان ڪرڻ ئي ڌرم جو مکيہ ٿنڀو آهي.



يڳ نت ڌرم ظاهر چوان رام مايا ردي اچا سان
من شد، سمتا ۽ وگيان تڏهن پر ياءُ من ست جُڳ جاڻ

ڀڳوان جي مايا جي اڇا سان، سڀني جي هردي ۾، يڳن جا ڌرم لٿا آهن جيڪڏهن من شد ۽ ستوگڻي، سمدرسي، آتم گياني ۽ پريم سان هجي ته پوءِ سمجهو ته لوڪن جي هردي ۾ ست جُڳ موجود آهي!



ستوگڻ ڪجهه ۽ رجو رُچي ڪرم ڪري من سکن خوشي
ٽريتا يڳ ڪري پرگهٽ نشان سڀ وڏ سک ۽ من پڳوان.

ستوگڻ گهٽو ۽ ان سان ڪجهه رجوگڻ ڏي رچي هجي. ڪرم ڪرڻ سان من ۾ خوشي پيدا ٿئي ته سڀ جڳ سمجهو. پر ٽريتا يڳ جو نشان آهي ته سڀ سک ۽ هجن ۽ من ۾ ڀڳوان جي ڀڄن جو ڀاءُ هجي.



رجو اڌڪ تمو ستو گڏيل غم خوشي ٻنهي ٻئو وڏيل
دواپر اهي چؤ ياءُ، نشانيون
ڪجهه نيتي ڪجهه ڪري من مانيون.

جيڪڏهن رجوگڻ گهٽو الس ۽ تمو ۽ ستوگڻ ۾ ان سان گڏيل آهن ۽ غم ۽ خوشي ٻئي من ۾ وڌيڪ هجن ته پوءِ اهي دواپر جون نشانيون آهن. دواپر ۾ ماڻهو ڪجهه لوڪ لئي هلندا آهن ۽ ڪجهه من جي اڇا پرماڻي ۾ ڪم ڪندا آهن.




ڪنوڪري ڏن ڀوڳي جَتِي ڀوڳ وشيہ ڪسي وئراڳہ جي ورتِي
ڏنـوَنت تـپسـوي سچا گـرهستِي !
چئي نـہ سگهان وجهي اچرج مستِي !

ڀوڳي سڏائيندڙ ڪپت ۽ چل سان ڏن ڪنوڪري سدر مثل اَڏائي رهندا. منجهن وئراڳــ جي بـانس ئي ڪانہ هوندي . ڀسوڻ لي نظر ڪجي نہ اهي ڏنوان ڏسبا پر گرهستي وڃارا ، جن جي دان لي اهي ڀلجن تا ، سچا ڏسبا. انهن جي مستي ڏسي مونکي حيرت وٺي ٿي .




ڪيڏي چڏن ڪُلين نارستِي لونڊيون آڻن گهر آڏر گتي !
پت مين ليسين پتا چيو زال جو منهن اچا نہ ٿن ڏنو !

ماٺهو پنهنجي سشيل ، پتيورت ۽ ستي ڪُلوان ناريءَ کي ڪيڏي چڏيندا ۽ لونڊيون آڻي گهر ۾ ويهاريندا جيڪي گهر کي ئي تباهہ ڪري چڏينديون ! پت ، پنهنجي پيءُ جي آگيا ۾ ليسين رهندا جيستائين هنن ناريءَ جو مکڙو نہ ڏٺو آهي !




ڪٽنبي دشمن ٿيا ٻڌهن ڪان لڳن پيارا ساهرا جڏهن ڪان .
آڏرم ڪري راءِ ڏسي وائسي محصول ٽيڪس پڻ ڏنڊ وٺي !

جڏهن ڪان پيار ساهرن سان ٿيو ، تڏهن ڪان ڪٽنبن سان وير شروع ٿي ويو . راجا آڏرم ڪري محصول ، ٽيڪس ۽ ڏنڊ وصول ڪندو .




ڏنوان ڪلين ، ملين غريب ڪلجگہ جي آ رسم عجيب
برهـم نشاني جٽيا گـلـي ٽپي اگـهـاڙي انگ هلي
مڃي نـہ ويـد پراڻن جو هر سيوڪ صحيح ڪل سو !

قبيلداريءَ کي ٻوڙي چڏي ، نٺ ولس جهجهو ناٺو هجي . غريب اوڙي

سڀئي ڪل جو هوندو ۽ انکي ڏنگو سمجهيو ويندو. اها ڪلجگ جي عجب رسم آهي. برهمڻ جي نشاني ڄڻيندي نڪ ڄڻيا ڳلي ۾ هجنس، ٻوءِ لوڙهي ولي حجي ڪاليندو. اهڙي اهو ڄاڻيو ويندو جنهن کي سر ۾ لي ڪجهڙو نه هوندو. ٻوءِ ٻل ۽ ويدن کي نه مڃي، انکي ساڌو سمجهو ويندو.



ڪوين اُدارتا ڪان سُٽي پاپي گڻ ڳاڻن، ڪاوڙ گُٽي !
ڪاجڳ هرجا ڏڪار پوي اناج بنا لوڪ بڪ مري !

ڪوين ۾ اُدارتا ڪرڻ رهندي. اهي ڳڻوان کي ۾ دوش لڳائيندا. پاپي ماڻهو لي ٻوڏنگ ڪري ٻگڙان جا ڳڻ ڳائيندا ۽ ڳڻوان اهو ڄاڻيو، جنهنکي گهٽي ڪاوڙ هوندي. ڪلجگ ۾ هر هنڌ ڏڪار پوندو. اناج بنا ماڻهو بک ۾ مرندا.



ٻڌ منا، ڪل ڪپٽ هٺ دمڀ دويش پاکنڊ
ڪام ڪروڌ لوڀ آد مڌ رهيا وياپي برهمانڊ !

منا، ڪلجگ ۾ ڪپٽ، هٺ، دمڀ، دويش، پاکنڊ جو راڄ هوندو. ڪام ڪروڌ لوڀ آد ماڻهن جا لڇڻ هوندا.



زيور گهري، نہ سک ڏٺي ! ڏکي ڏن هيڻ ممتا گهٽي
سک چاهن نہ ڌرم ستا ڪٺور متي نہ ڪوملتا !

ڪلجگ جي استرين کي نڪ زيور تي پيارا لڳندا ۽ پتيءَ جي پيار جو سک هنکي ڪڏهن ڪين ! پرش کي ۽ رڳو ڏن ڪٺو ڪرڻ جو هنر هوندو ۽ ممتا ! ڌرم جي خاطر جي لہ ڪين گهرج لي ڪاڻ ! سياءَ ڪٺور، دل سخت، ڪوملتا ڪاڻ هوندن.



روڳ پيڙيل نر پوڳ ڪٿي ؟ وروڌ ايمان دک جتي ڪتي
سک ٿورو جيون سال پنج چار سمجهن جتڙا رهندا سال هزار !

پاکنڊ ڪري وڏو چولو پهري ، ڪيڙو ڪپڙا اوڍي ، همت ٻانهن ۾ ڪنگڻ وجهي ، شد اشد ، جيڪي اچيس سو ڪائي ، اهي ني ڪلجڳ جا سڌ پرش ٿيندا آهن . انهن جي ني پرجا ٿيندي آهي . انهن جو بول بالا آهي !



نار اڳيان نر ايئين گوسائين مرد نچن تا نت جي نيائين !
شودر برهمڻ کي ڏين گيان پهرائي جڻيا وڏن ڪوڙو دان !

سڀ مرد استرين اڳيان نست وانگر نچندا آهن . بي حيائي جي پوشاڪ پائيندا آهن . مرد استرين جيل گهمندڙ آهن . شودر گياني سمجهي برهمڻ کي سکيا ڏيڻ لڳندا آهن . جڻيا پهرائي ڪوڙو دان پراپت ڪري منهن ۾ ڏوڙ وجهندا آهن



سڀ نرڪامي لوڀي ڪروڌي ديو گرو سنت برهمڻ ورودي
ڪٽي، سندر پنهنجو پتي تياڳي سيوَ ڪرن پرش نياڳي !

سڀ پرش لوڙي ناريون ڪامي ، لوڀي ۽ ڪروڌي آهن . ديوتائن ، گرو سنت ۽ برهمڻ جي گلا ڪندا آهن . استريون نه پنهنجي گڻن واري ، سنيل ۽ سندر پتيءَ کي تياڳي ٻي پرش سان ، نياڳن ٻاون سان پريت ڪنديون آهن .



ڏسو سهاڳڻيون ، زيور ڪون ! پردوائون جهنجهيل سون !
شش گرو ٻئي اُٻتڙ ليکي هڪ ٻڌي نکي ٻيو وري پيکي .

ڪلجڳ ۾ پتي ورت ناريون جا زيورن ڏسندا . جن جا مرد ۾ استرين وٽ گروي هوندا ! ودوائون نت نوان زيور نهرائي پائين ! شش ۽ گروءَ جي نه ڪتا ني اٿي آهي جو ؟ چاڪاڻ جو شش گرو جي آکيا نٿو ٻڌي ، گرو شش جا ڪرم نٿو ڏسي !



گرو ڦري ڌن دک نه هري گهور نرڪ گرو واس ڪري !
مات پتا ڏسو ٻارن سڏي پيٽ ڀرڻ ڪر سکن جڏي !

اڄ ڪلهه جا گرو پنهنجي ششن کان ڌن ڦرو رقم سال بسال وٺي وٺندا

آهن ۽ ٻيهي سکيا ٻان هن جو ڪٻٽ ٻور ڪرڻ مان ن ڄاڻن. اهڙا گرو گهور اوهڪ ۽ واس ڪيدا. ماءُ پيا ڏيٖ ڏسو. اهي ٻالڪن کي ودِيا ڏيڻ ۽ چگي چال سان هلڻ ۽ ٻدران اهي ڪر سيکارين ٿا جن جي ڪرڻ سان پيسو ملي ڏين وڏي!




يوگن پرناريون ڪپٽي سياڻا موهه ٻوهڀ ممتا لپٽانا .
اڄري سوهنڪ چرن شبد منا ڪلجگ چرڻ انيڪ ڏنا !

ٻ استرايون يوگيندر ٻالڪي سياڻپ سمجهندا آهن . چل ، ڪپٽ ۽ اگيان ۽ آسڪت ، رکو وانه سان 'سوهنڪ' شبد اچاري ۽ منڙا اي دنيا کي سرمون لا ٻالن . مون ڪلجگ جا ڪهڙيي چرتر ڏنا آهن .




نيچ ورڻن ٻڻ ٽيلي ڪنيار ديـدِ پيل واگهڙي لوهـار
زال مري ، تني سمپت ناس مٿو ڪوڙائي ڌرن سنياس !

جيهي ورڻن ۾ نيچ لياي ، ڪنيار ۽ پيل ، واگهڙي ۽ لوهار جڏهن زال مري وينده يا ڌن ناس ٿي وينده تڏهن مٿو ڪوڙائي وڏا سنياسي ٿي ويندا ! واهه ڪلجگ !




جپ تپ شوُدر ڪن ٿا دان وياس گديءَ ويهي پڙهن پران
مردسيئي ڪن ڪنا ويچار ورڻي نہ سگهجي انيت اپار .

شودر جاتيءَ جا ماڻهو جپ ۽ تپ ڪري گرو برهمڻن جي گدي واري ويهي ويد پڙهندا . سڀ انسان من مانيو وهنوار ڪندا ، ڪنا ويچار ڪندا جن جو وستار ڪير لي نٿو سگهي !



ورڻ سنڪر ڪلجگ انـــدر پن پن دنيوي لـوڪ
پاپ ڪري دک سهن سڀ ڀئي روگ شوڪ ويوگ !

حرامي ٻارن جو انداز وڏي وينده . ڪلجگ جي اندر جدا جدا قسم جا ماڻهو پاپ ڪرم ڪري دک ڀوڳيندا ۽ روگ سهندا .

ڏن جي مد ۾ مست، ڀالوني (ڀاڙين ۾ طرح)، اُگر ٻڌيءَ وارو ۽ پاکنڊي هوس. رام جي جنم ڀوميءَ ۾ رهندي به مونکي هن جي مهما جو اثر نه ٿيو! ايماني ٿي پيس:



هاڻ مون ڄاتو اوڌ پرياءِ ويد چون پڻ سهج سڀاءِ
ڪنهن به جنم ڪو اوڌ رهي پريمي رام اوس ٿئي!

آهستي هاڻي مونکي ايوڌيا جي مهتو جي خبر پيئي. ويدن ۾ چيل آهي ته جيڪو ايوڌيا ۾ جنم وٺي ٿو انکي اوس ئي رام جي ڀڳتيءَ ۾ پريم ٿيندو.



اوڌ مهما پوي منش کي ڄاڻ ردي وسي رام ڏنش ۽ ٻاڻ
ڪلجگ ڪپٽ ۽ کوٽ اپار پاپ وسي من سڀ نر نار.

ايوڌيا جي مهما منش تڏهن سمجهندو آهي جڏهن رام جي مورت ڏنش ۽ ٻاڻ سان سندس هردي ۾ وسندي آهي! ڪلجگ جي ته ڳالهه ئي ڇڏي ڏيو سڀ منش پاپي ۽ پاکنڊي آهن. بلڪل کوٽا ۽ ڪپٽي!



ڪلجگ مٽايا ڌرم سڀ گسر ٿيا سڀ گرنٿ
پاکنڊ ڌرم پيدا ڪيا ڪوڙا هلائي پنٿ.

ڪلجگ ڌرم جو ناس ئي ڪرائي ڇڏيو آهي. سڀ شبد ۽ اُهر گرنٿ گم ٿي ويا آهن. پاکنڊين پنهنجا پنهنجا ڌرم پيدا ڪري ۽ ڪوڙا پنٿ هلائي ٻاٻا کي ٻرچايو آهي.



لوڪ سڀيئي ٿيا موهه وس لوڀ مٽيا شڀ ڪرم
ٻڌ اي گرڙ گيان نڌ چوان ڪجهه ڪلجگ ڌرم.

سڀ لوڪ موهه وس ٿي پيا ۽ لوڀ ڪري سڀ ڪرم ڪرڻ ڇڏي ڏنائون وڃو ڪين پڇسو ڪجي! ٻين ڌرمن جي ڳالهه ٻڌو.



ورڻ ڌرم نہ آشرم چار ويـد ورروڌي سڀ نرنار
برھمڻ ويد راج پرجا سان ڇل ڪن، ڦريا ويد ڌرم ڪان

ورڻ، ڌرم ۽ چار آشرم ڪرا سڀ نر ناريون ويد کان پلٽيل . ڪين ويد جي معنيٰ بہ نہ ڄاڻندي آھي ! برھمڻ ويدن سان ۽ راجا پنھنجي پرجا سان ڪپٽ ڇل ڪن ٿا . ڪير بہ ويدن جي آگيا ۽ وشواس رکڻ وارو ڪونھي !



مارگ سئو جو جنھن وڻـي پنڊت سچو پاکنڊي بـڻي
ڌرم ڪوڙي جا شاستر اُچري ھين اُنھي سڀ ساڌ ڪري .

جيڪو رستو ھنھنکي سئو لڳي سو ھلي . جيڪو پاکنڊ رچي سو سچو پنڊت . ڪوڙي ڌرم جا شاستر ٺاھي اھوئي ساڌ ٿيو وڃي !



سياڻو سڏن ٻين ڏن ڦري پاکنڊ ڪري ڪوڙو ڏيان ڌري
ڪوڙ ڪٿڻ، ڪرڻ ڇرچو جاڻي گھڻو گڻوان ڪلجگ پرماڻي .

ٻيائي ڏن ڦرڻ وارو سياڻو ٿيو آھي . پاکنڊ جاڻندڙ کي ڪلجگ جو آچاريہ سڏيندا آھن . ٺڳي ڪندڙ کي چتر چوندا آھن . جيڪو ماڻھو سچو ڏيھن ڪوڙ ڪي ۽ ڇرچي ۾ وقت گذاري سو گڻوان ٿيو وڃو آھي .



ڪنياءُ ڪندڙ پنڊت ويدن تياڳي ڪلجگ جا ٿيا گياني وئراڳي
جنھن مٿي ڊـسي جٽا وشال پرسڌ تپسوي سو ڪلوُ ڪال !

ويدڪ ڌرم ڇڏي ، ڪنياءُ واري ھلت ھلي، اھي ڪلجگ جا گياني ۽ وئراڳي سڏيا آھن ! جنھن جي مٿي تي وڏيون جٽائون ھجن ، نھون وڏا ھجن ، اھو ڪلجگ جو تپسوي ٿيو آھي !



ويـس ڪوڙا زيور ڪري شڌ اشڌ کـائي اَنڌ
سي يوگي سي سڌ پرش پوُڄجن ڪلجگ منجھہ !

اي ڳرڻ ٻڌ. نيت تي چوي ته نيچ سان ٻه ٻول ڪبو آهي جيڪڏهن هن
مان ڪا ڀلائي ٿئي ته.



پُٽ ڪيئين اُپجي سندر ڪپڙ پيدا ٿئي
ڪنو به گهر رکجي پيارو سمجهي پران سر!

پُٽ ڪيئين مان ڪيڏو پيدا ٿيندو آهي، چاهي اهو ڪهڙو آهي ته به هنڪي پراڻ
جهڙو پيارو سمجهي ماءُ پيءُ گهر ۾ رکندا آهن!



مقصد آ سڀ جيون سندو من وچن ڪرم پيار ڪندو
اُهائي پورڻ آهه ديهي پائي پڇي ٻٽي رام سنيهي!

سڄي جيون جو آخر مقصد آهي پرڀوءَ جي ڀڳتي ڪري انسان وڃي ملڻ.
منش ديهي سڄي ۾ اُتم ۽ پورڻ ديهي آهي. انهيءَ ديهيءَ سان پرڀو کي سگهجي
ٿو ۽ هنکي پائي سگهجي ٿو.



رام ومک هجي برهم شرير ڪوي چون لنهن ديهه آڌير
رام ڀڳت ۾ گهاريان ساري لڳي انهي ڪري مونکي پياري.

رام کان بي مک هجڻ ڪري برهمڻ جي ديهي واري انسان کي ڀي آرام
نه ملندو آهي. ان کي ڪو مهتو ڪونهي. مونکي هن ديهيءَ ۾ ڀڳتي ملي آهي
انهيڪري اها مونکي ڏاڍي پياري آهي!



چڏيان نه ديهه مران اچا سندم ديهه بن پڇن نه ويد چون
موهه مونکي پورين گهٽو پتڪايو
رام ومک سک ڪڏهن نه پايو.

مان پنهنجي مرضيءَ سان هيءَ ديهه ڇڏي سگهان ٿو ته به هيءَ ديهي ڇڏ
چڏيان جو جو ويد چون ٿا ته ديهيءَ بنا پڇن ٿيڻ اسيو آهي. مون ته پوريانس

ڀڳوانَ کان ومک رکي گهڻو ڪشٽ ڏنو.



جدا جدا جنم جدا جدا ڪرم
يڳ ۽ تپ جپ ڪيا پڻ ڌرم
ديهه نه هئي ڪا، مان نه جميس. پرمي پتڪي ڪک گهڻو ٿيس.

جدا جدا جنم ولي يڳ، جپ، تپ ۽ دان ڪيم. ستسار ۾ جيڪي به جوڻيون آهن، سڀ ڀٽڪي ڪک ليس.



ڀرين جنمن جا ڪرم سڀ ڀڏ، چوان مان مک
جنهن ديهه ڌاري اپجيو پرم آنند پرم سک.

مان جيڪي ڀرياڻين جنم ڀرگيا سي ڀڏ ۽ جنهن ۾ ديهي ڀڳوان جي چرڻ ۾ پريم اپجيو سا ڀڻ ڀڏ، جنهن مان موکي پرم آنند جو سک پراپت ٿيو.



ڪلپ پهرين ۾ مان ٻڌيس يگ ڪلجڳ مل مول
نرناريون سڀ آڌرمي هلن ويد پرتڪول

مان پهرين ڪلپ ۾، هڪ يگ لاءِ، ڪاڪال ٿيس. سڀ پرش ۽ ناريون اڌرمي ني الٽو هلندا هئا.



اُن تاڻي اوڌپُر جميس شودر گهرُ ۾ وڃي رهيس
شوسيوڪ من ڪرم ۽ ٻاٽي ديو نندڀان ٻيا بٽي ايماني.

انهيءَ وقت مان اجوڌيا پوريءَ ۾ هڪ شودر جي گهر جنم ورتو. شو جو ڀڳت ٿي هوس ٿي، ٻه ٻين سڀني ديوتائن جي نندا ڪندو هوس. ايمان ٻه دل ۾ گهڻو هوم.



ڏن مد مست بنهه متوال خراب بدي ۽ دمي وشال
ڏورڙي رهيس تي رام راجڌاني ڏڏهن ٻه من ڪري رهيس ايماني



مهما رام گڻ روپ اننت، رام آهي پڻ خود بي انت
نج مت موجب مني گڻ ڳائن، برهما ويد شو پار نہ پائن.

رام اننت آهي. هن جا گڻ ۽ شيل ۽ روپ بہ اننت آهن. مني نہ پنهنجي سمجهہ موجب سندس گڻ ڳائيندا آهن. انت نہ ويد ۽ شو بہ ڄاڻي نہ سگهيا آهن



موهہ سمجهي وري ڀوءِ ڀڄائڻ، برهم اناد ڪري منش ٻڌائڻ
پرم چڙي ڪٽي گرڙ سر نايو، رام سنيہ ڄاڻي پريم وڌايو.

موهہ کي ۽ سمجهي ڀڄائڻ لہ هاءِ، مون برهم کي منش ڄاتو. ڀوءِ ڀشنب جي چرنن ۾ ڪري ڪيس رام روپ ڄاڻي آنند ۾ اچي ويو.



ڪارڻ آوريڪ تو ڀڄان ٻريو، مون سمجهايو نيڪ
ڪرپا سنڌ، سمجهو مونکي، پنهنجو داس وڏيڪ.

گرڙ ڀوءِ ڪاڪ ڀشنب کي وينتي ڪئي نہ دَيا پالي اوويڪ جا ڪارڻ مونکي داس سمجهي ٻڌايو.



ڪارڻ ڪهڙي توهان ديهہ هيءَ پائي
ڪٿا ٻڌايو مونکي پيرائتي
رام ڪٿا پڻ سندر سوامي، ڪٿان ٻڌو ڇٽو نپ ڪامي!

مونکي دَيا پالي ٻڌايو نہ توهان هي ديهي ڇو پائي آهي؟ رام جي ڪٿا بہ توهان ڪٿان ٻڌي آهي، اهو سڀ ٻڌايو.



توهان نہ ويابي ڪال آئي ڪنن ڪارڻ ڪيهي؟
ڇٽو مونکي ڪرپال گيان پرڀاءُ يا يوگ ٻل؟

ڪال جو پرڀاءُ توهانتي ڇو نہ ٿو ٿئي؟ اهو توهان جي گيان جو نتيجو آهي يا يوگ جي ٻل ڪري توهين نہ مرندا؟



پـريـپ آشـرم ايندي شرط موهہ پرم ويا ڀڄي
ڪيڙي ڪارڻ اي نـاٿ چئو ڪٿا ٻڌايو سڄي !

اي ٻريو، لوڪان جي آشرم ۾ اچڻ شرط منهنجو موهہ ۽ سنسو هڪدم دور ٿي ويو سو ڪيڙي سبب؟ سڀ ڪٿا ٻڌايو.



ٻڌي پرشن تـو سڪدائي اڳين جنمن مون سڌ آئـي
سڄي ڪٿا مان لوڪي ٻڌايان ڏيان سان ٻڌ تو سنشيہ مٽايان .

تنهنجو سوال، اي گرڙ، ڏاڍو سڪدائي ٻڌي مونکي اڳين جنمن جي ڪٿا ياد آئي آهي. ڏيان ٻڌي سنسو دور ڪر.



جپ تپ يگ سم دم ورت دان نيڪ رهڻي يوگ ويڪ وگيان
سيني ڦـل رام چـرن پريم بن تنهن نہ ڪو پائي ڪيم .

جپ، تپ، يگ، من وس ڪرڻ، اندرين جيتڻ، ورت، دان وتراڳ، گيان، يوڳ ۽ وگيان جو ڦل آهي رام جي چرڻن ۾ اٽل پريم هجڻ. انهيءَ پريم کانسواءِ سک پراپت ٿيندو ئي ڪين.



هن تن ڀڳتي رام مون پائي انهيءَ ڪري سا پياري جائي
جنهن مان ڪجهہ ڪو سوارٿ سري تنهنکي هرڪو پيار ڪري !

اي ڀاءُ، مون هن ديهيءَ ۾ ئي ڀڳوان جي ڀڳتي پراپت ڪئي آهي، انهيءَ ڪري اها مونکي ڏاڍي پياري آهي. جنهن بہ شيءِ مان ڪو سوارٿ سڌ ٿيندو آهي اها شيءِ سڀاوڪ سڀ کي پياري لڳندي آهي.



اي گـرڙ ٻـڌ نيت ويد سڄن سياڻا چون
نيچ سان ڪر ٻڻ پريت سدا سمجهين جي ڀلو.

اهڙا چرتر ۽ اهڙو روپ جن جڪ ڌڻعو ڏنو آهي، انهن کي سچي ارهماند جا سک ڪڏهن نظر ايندا.



چاڻ بنا نه اچي وشواس بن وشواس نه پريت ڪا خاص
پريت بنا نه پڪت درڙائي نهري نه پاڻي گيهه چڪنائي!

چاڻ بنا وشواس نه ايندو آهي ۽ وشواس بنا وري پريت نه اڀجندي آهي پريت ڪان سواءِ نه ڀڳتيءَ جي پاونا درڙ نه ٿيندي! جيئن گيهه جي چڪنائي لي پاڻي نهري نه سگهندو آهي.



گر بنا نه ٿئي گيان گيان ڪيئن وئراڳ بـن؟
ڳائـن ويـد پـران سک وري ڪيئن ڀڳت بن؟

وا ـد ۽ پران چون ٿا نه گروءَ وئراڳ بنا گيان نه ايندو آهي. لـئين ڀڳتي بنا وري ڀڳتي ڪيئن درڙ ٿيندي؟



ڪيئن مـلـي آرام فقط سهج سنتوش بـن
ناءِ نه وري ڪنهن ڪام جل بن ڪوٽ يتن ڪرا

سهج سنتوش بنا ڪيئن من کي آرام ملندو؟ جيئن پاڻيءَ بنا ٻيڙي ٺڪي ٿي بوندي آهي پوءِ ڪيترا به ڪو يتن ڪري!



بن سنتوش نه ڪام هٽي ڪام هوندي سک بنه گهٽي!
رام پڄن بن نه مرندو ڪام زمين بنا وڻ نه اسري قيام!

بنا سنتوش جي ڪامنائون هٽنديون ني ڪين! ۽ وري جيستائين ڪامنائون هن نيستائين سک گهٽبر ني رهندو. ڪامنائون نه رام جي پڄن سان ئي مري ون وڃن. جيئن زمين کانسواءِ وڻ نه اسردو آهي لئين ڪامنا بنيان سڀ دک آهن



بن وگيان ڪيئن اچي يڪتائي رهي آڪاش ڪيئن ڪوجائي!
بـن شرڌا ڌرم ملـي نٿو سگهنڌ ڌرن بن پائـي ڪو.

وڪيا ٻنا اڪاگرتا نه ايندي، جنهن ڪري ماڻهو وهاري ٻنا آڪاش ۾ رهي نٿو سگهي. شردا ڪانسواءِ ڌرم به نه ملندو آهي، جنهن ڌرليءَ لاءِ ٽي گل ٻيدا ٿيندا آهن.



تپ ٻـن ڪڏهن نـه تيج رهي  جل ٻن رس نه ملي.
گر سيوا ٻن شيل اسنيو  تيج ٻنا ڪيئن روپ ڏئي شنيو.

تپ ڪرڻ ٻنا تيج، ٻنا جل رس، ٻڌيمان پرش جي سيوا ٻنا شيل ۽ ٻنا تيج جي روپ ڪيئن شير ڏيندو؟



ٻن سک من رهي نه استر  ٻنا هوا نه ٽڪي سپرش
سڌي ملي نه ٻـن وشواس  ٻنا ڀڄن نه ڀؤ ڀيه ناش.

ٻنا آتم سک جي من جي استرتا، ٻنا هوا جي شيءِ جو ڇهڻ، ٻنا وشواس ڪرڻ جي سڌي نه ملندي آهي تئين ٻنا ڀڳتيءَ جي سنسار جي وشين جو ڀؤ ڪين متو!



ٻن وشواس نه ڀڳت ٽڪي  ٻن ڀڳت نـه راضي رام
رام ڪرپا ٻن پـڻ سپن  پائي نـه جيـو بسرام.

وشواس ٻنا ڀڳتي نه ملندي آهي ۽ ٻنا ڀڳتيءَ جي رام جو راضپو مشڪل آهي. پر جي ماڻهو چاهي ته مونکي من جي شانتي ڪهي ته ڀـوءِ ڀڳوان جي ڀڳتي ڪري.



انهيءَ ڪري مت ڌير چڏ ٻيڙاڻون سنسو سڄو
رام ڀڄ رگهـويـر  ڪرڻا سنڌ سندر سيـن.

انهيءَ ڪري چڱو آهي ته اندر مان سڀ ٻيڙاڻون ڪڍي رام جو ڀڄن ڪرڻ جنهن ڪانسواءِ ليتارو مشڪل آهي.



ڏن ۾ برهمڻ، برهمڻن گياني تن ۾ پڙهيل پر نراپمائي
ڏن ۾ ورڪت ۽ ڄاڻي وگيان سڀ ڪان پيارو سو نر ڄاڻ.

سيني منش ۾ وري ابرهمڻ پيارو آهي. برهمڻن ۾ وري اهو برهمڻ، جو پڙهيل ۽ ايمان ڪان خالي آهي. انهن نر ايماني برهمڻن ۾ به جيڪو ورڪت رهي ۽ وگيان کي ڄاڻي سو مونکي سيني کان پيارو آهي.



پيارن پيارو جو مون داس جنهن نه پروسو مون بن خاص
سڀ چوان بڌ سان سنمان ڪو نه بيو پيارو سيوڪ سمان.

مونکي ڀڳت سيني کان وڌيڪ پيارو آهي جنهن کي مون بنا ٻيو آسرو ڪونهي. سچ ٿو چوان ته مونکي سيوڪ پيارا آهن.



برهم هجي لوڙي ڀڳت بنا پريه نه مون جيو ساڌارڻ ڪان
ڀڳتي رڌل آني نيچ پراڻي پران پريه مون اِها آ واڻي.

ڀڳتيءَ کانسواءِ لوڙي هجي برهما، مونکي ساڌارڻ منش کان اهو پيارو نه آهي. ڀڳتيءَ جي رنگ ۾ رتل آلي نيچ پراڻي مونکي پرانن کان به پيارو لڳندو آهي.



ڪوسڀ ڄاڻي، ڌرمشت ڪوئي پيارو پتا کي پٽ هرڪوئي
پتا پيارو منَ وچن ۽ ڪرم سڀن نه ڄاڻي بيو ڪو ڌرم.

ڪي سياڻا، ڪي ڌرم پرائتي، پر پٽ سڀ پتا کي پيارا هوندا آهن. پر سيڻي من وچن ۽ ڪرم ڪري پيءُ کي پيار ڪندا آهن ۽ نه ٻئي کي. پتا سيوا ئي هنن جو ڌرم آهي.



سو پٽ پيارو پران سمان چو نه هجي ڪٿي موڙ اگيان.
انوجب جي جيو چراچر؛ دئيت ڪنر ديو منش سراسر

سمجهه، نِروندين ۽ ٻارنهن سڌيون، موکيه جو سکن جي کاڻ آهي، جيڪي نه کپندي ٻڌر ور گهر.



گيان وويڪ ورت وگيان درلڀ مينهن آ جڳه کي جاڻ
اڄ ڏيان سڀ سنسو ناهه گهري وٽ لوکي جو من آهه.

گيان، وئراڳ ۽ ٻڌي ۽ آهر ٻوڌ جي مينهن کي نه درلڀ آهن سي سڀئي گهرين نه ڏيان ۽ اڄ ئي ڏيان، انهيءَ ۾ شڪ ڪرنهي.



پرڀ وچن ٻڌي گهڻو خوش ٿيس من انومان ڪرڻ لڳس!
سک ڏنا مونکي سڀ ڪٿي ڀڳت پرڀو پنهنجي ڪانه ڏني!

پرڀو جا وچن ٻڌي خوش ٿيس ۽ انومان ڪرڻ لڳس نه سنسار جا سک نه سڀ ڀڳوان ڏنا، ٻر پنهنجي ڀڳتيءَ جو سک نه ڪونه ڏنائين!



ڀڳت بنا سک ڪهڙي ڪم جا؟ لوڻ بنا رس ڏئي نه شئي ڪا.
ناهي ڀڳت، سک ڪهڙو رهيو اهين ويچاري مون چيو:

بنا ڀڳتيءَ جي ٻيا سک اهڙا آهن جهڙو لوڻ بنا ڪا شيءِ! اهڙو ويچاري مون چيو نه:-



پرڀو جي خوش ٿي مون ور ڏيو
داس تي پنهنجي مهر ڪريو
من وٺندڙ ور گهران اي سوامي توهين اُدار اي انترجامي.

اي ڀڳوان، جي داس تي راضي ٿي ور ٿا ڏيو، مونکي من گهريو ور ڏيو، توهين نه اُدار ۽ انترجامي آهيو، ڀڳوان!



سيوڪ هئو، ڀڳت ڪلپ برڇ سنڌ ڪرپا سک ڌام!
ڀڳت دان ڏيو سدا پرڀو ديا ڪري ڏيو دان!

سرڪ جي ٻاڻي سرچڻ وارا ڀڳوان، ڪلپ ترن وانگر سڀ ڪجهہ ڏيڻ وارا مونکي پنهنجي ڀڳتيءَ جو وردان ڏيو.



”ائين ٿيندو“ بس چيو رگھونائڪ چيا وچن سيئڻي سک دائڪ
ڀڳ آگيا اي پرڀو سڄاڻ ڪيڏن نہ گھرين تون ايءُ وردان!

ڀڳوان چيو: ”ائين ٿيندو.“ اي ڪاڪ ڀشنڊ تون ڏاڍو سياڻو آهين. تو ڪري اهو ور گھريو اٿيئي.



ڏسي خوش ٿيس مان تو چترائي
گھريءَ ڀڳتي مونکان منهنجا ڀائي
ڪاڪ ڀشنڊ ڀڄ مون پرتاپ شب گڻن ڪري رڌو آباد

مان تنهنجي چترائي ڏسي خوش ٿيو آهيان. تو مونکان ڀڳتيءَ جو وردان گھريو آهي. اي ڪاڪ ڀشنڊ، منهنجي پرتاپ سان تنهنجي رديءَ ۾ شب گڻن جو واسو ٿيندو ۽ تون آباد رهندين.



ڀڳ هاڻي منهنجي ڀڳتي واٽي ستيہ سگم جسا ويدن وکاڻي
ڀـڳ سڏانت ٻڌايان توکي ڀڳ من ڌر تج سڀ پيچ مونکي

هاڻي منهنجي ڀڳتيءَ ۽ ٻڌي واٽي ٻڌ، جا سچي ۽ سگم آهي، سولي ۽ سچي آهي، ويدن ۾ جا ٻڌايل آهي منهنجو سڏانت ٻڌي من ۾ رکي، سڀ ڪجهہ ڇڏي منهنجي ڀڳتيءَ ۾ من کي لڳاءِ.



منهنجي مايا مون رچيو سنسار جيو چراچر جـدا پرڪار
سڀ پيارا مون جي اپجايا مٿي منش، جڳ جيڪي سمايا

هي جڳت، جو مون ئي رچيو آهي تنهن ۾ چراچر جيو رهن ٿا. سڀ مون کي پيارا آهن. پر منش تہ مونکي سڀني کان وڌيڪ پيارو آهي، جو هو سڀ کان اتم سمجهہ وارو آهي.

اي گرڙ، مان ٻيو پڻس ۽ ڀڳوان هتي ڪي ڦيلايو. مان جتي جتي متي آڪاش ڏي وڌيس تيتي ڏٺم ته ڀڳوان جا هٿ منهنجي الڪل نزديڪ هئا!



برهم لوڪ آءُ اُڏي ويس اڳي وڌان جڏن جڏن
ٻه آڱر ويڇو رهيو رام ٻانهن ۽ مون!

مان اُڏامندو برهم لوڪ ۾ پهچي ويس ۽ جتي جتي پيو اُڏي وڌان تيتي ڏٺم ته ڀڳوان جي ٻانهن ۽ منهنجي وچ ۾ فقط ٻن آڱرين جي وڇوٽي هئي!



مايا حدون ڪري پار ويس مونکي جت وٺيو
جتي اُڏن ٻانهون ڏسان وياڪل ٿيس گهٽو.

(پرٿوي، جل، وايو، آڪاش، اهنڪار ۽ ٻڌ) مايا جون اهي حدون لتاڙي جتي ۾ منهنجي پهچ هئي اتي ويس. اتي ٻه مون ٻانهن ويجهو ڏٺي! تڏهن ڏايو وياڪل ٿيس!



اکيون ٻوٽيم جڏهن اُچ لڳي کوليم اکيون اچي اوڌ ڏٺي
مونکي ڏسي گهٽو رام مسڪايو وات لنگهي ويس اندر پسايو.

مونکي جڏهن اچ لڳي تڏهن اکيون کڻي ٻوٽيم. جان اکيون کوليان ته اوڌ پر بيٺو آهيان! ڀڳوان مونکي ڏسي مشڪيو. مان هن جي مک ۾ هليو ويس.



لکين برهمانڊ ۽ لکين برهما ڪيڙا ڏسان يا ڪيڙا گهمان
اتي سندر الي لوڪ انيڪ ڏاڍا سندر ۽ نيڪ کان نيڪ.

مون اندر ڏٺي لکين برهمانڊ ڏٺا. ڪيڙا ڪيڙا گهمان؟ جدا جدا قسم جا ماڻهو ڏٺم جي سندر ۽ نيڪ ۾ هڪٻئي کان وڌ هئا.



جدا برهمانڊ جو جدا جدا روپ جدا سامگري جدا سروپ
اوڌپري گهر مندر بازاريون ندي سرجو ۽ جدا نرناريون.

جدا جدا برهمانڊ جو جدا جدا رنگ روپ ۽ جدا سامان سڀ سامگري هئي. اوڌيا ٻي هئي، سرجو ندي هئي، نر ۽ ناريون ٻه الڳ هيون.



دسرٿ ڪوشل آدڪ ماتــا الڳ روپ ۽ ٻيرت پرالـــا
هـــر برهمانڊ ۾ رام اوتـــار ٻال ليلا ڪري طرح اپـــار.

راجا دسرٿ، ڪوشليا ماتا ۽ جدا جدا روپن ۾ ٻيئي ۽ ٻيا ڀائر هئا ۽ هر هڪ برهمانڊ ۾ رام جو اوتار ڏٺم جو ايڪ طرح سان ٻال ليلا ڪري رهيو هو.



ٻـــال اِهـــو سوپيا اصــــل اهو ڪرپال رگهوير
برمند برمنڊ ڪري گهمي ڏٺم ساگيو ڏٺم سريرا

هر هڪ برهمانڊ ۾ اهو سندر ٻالڪ رامچندر ڪرپال ڏٺم. هڪ هڪ برمانڊ ڪري گهميس ته جتي ڪٿي رام کي ڏٺم.



ڏسي ڪرپال وياڪل مونکي ڪـلي وينـو رگهوير
کلندي پيس آءٌ اچي ٻاهـــر ٻڌ گــرڙ مت ڌير.

پوءِ مونکي وياڪل ڏسي کلي ڏنو ۽ مان اچي ٻاهر پيس.



چڏيو هٿائي پريـ من موهه سيوڪ مٿايا انـدر اندوهه
رام مهما کي گهڻو سنياري گهڻي خوشي ٿي اندر نهاري!

پوءِ دايا ڪري منهنجي اندر جو سمورو موهه ناس ڪري ڇڏيو. ٻاراڻي اصلوڪي مهما ڳائڻ ڪري مونکي ڏاڍو آنند آيو!



ڪاڪ ڀشنڊ وٽ ور گهوري اٿ ٻرسن مون چاڻ
نو ديون، ٻارنهن سڏيون موکيه سکن جي کاڻ.

پوءِ ٻڌ چيو ته اي ڪاڪ ڀشنڊ ور گهوري وٺ ۽ مونکي ٻڌائي راهي



موسان كرن نج كيل انيڪ
كندي ورنن تئي لڄ مون نيڻ
راند كندي ٻڪن منهنجي پنيان
لڪڻ سندن هٿ، ٻڪان اڳيان

مونسان ڪي انيڪ كيل كندا آهن. مونكي ڇوندي لڄ ٿي اچي. منهنجي پڪڙڻ لاءِ منهنجي پنيان ٻڪندا آهن. اڪڻ سندن هٿن ۾ هوندو آهي ۽ مان سندن اڳيان ڊوڙندو آهيان.



ويڄهو اچان تان كلي پريو پڇان كري رودن!
وڃان ويڄهو جي ڇهڻ ڇرن پڇي نہ ڏئي ڇهڻ.

مان جڏهن سندن واڄهو ويندو آهيان تڏهن كلندا آهن. ۽ جي پڇي وندو آهيان تہ پوءِ وري رئندا آهن! مان جڏهن سندن ڇرن ڇهڻ لاءِ واڄهو ويندو آهيان تہ پوءِ وري هٽي ويندا آهن ۽ ڇرن ڇهڻ نہ ڏيندا آهن.



ساڌارڻ ليلا ٻال كندي ڏسي ٿيو پيدا موهہ
ڇرتر كري كهڙا پريو ۽ كري پڻ كوهہ؟

سندن ساڌارڻ ڇرتر ڏسي مونكي موهہ پيدا ٿيو. ڇوڻ لڳس تہ ايڪران ڪهڙا ڇرتر ڇا لاءِ كندو آهي؟



سين اندر هك پريو رهيو جيو ايشور ۾ پيد كيبو؟
جيو مايا وس رهي ايماني ايش وس مايا ڪڻ كاٽي!

جڏهن سيني ۾ ساڳيو هڪ ئي رام سي موجود آهي تہ پوءِ جيو ۽ ايشور ۾ پيد كهڙو رهيو؟ فرق اهو آهي تہ ايماني جيو مايا جي وس ۾ آهي ۽ مايا اها آهي ايڪران جي داسي!



پروس جيو، وس پنهنجي پڳوان جيو انيڪ، هڪ ايشور جاڻ
ٻــن قسمن ڀــريو ڀيد رکـــي ڪروڙ اُدم سان ڪين مٽيءَ!

جيو ته سدائين پروس آهي! پر ايشور پنهنجي وس آهي. جيو ته آهن لکين، پر ڀڳوان هڪ ئي آهي. ڀڳوان اهي ٻه ڀيد رکيا آهن، جي ڪروڙ ادم ڪرڻ سان به ڪين مٽا آهن.



رامچندر جي ڀڳتي بن جـــو چاهي نرواڻ
گيان ونت ڪـوڙي منش پشون بنا پڇ جاڻ!

جيڪو انسان مُڪتي چاهي ٿو پر ڀڳوان جو ڀڳتي ڪا نه ڪري سو پسون ئي آهي. ڪس ڪم جو ڪرائي!



هري ڀڳتي بـــن متو ڪڳيش متـــي نـــه جيو جو من ڪليش
هري سيوڪ نه سمجهه اڄاڻ ٻريي ڪرپا سان رهي سڄاڻ.

ڀڳوان جي ڀڳتي ڪرڻ کانسواء جيو جو ڪلياڻ نه ٿيندو آهي. هو سدائين دکي رهندو آهي. ڀڳوان جي سيوڪ کي مايا اثر نه ڪندي آهي. هو ايشور جي ڪرپا سان سدائين ساوڌان رهندو آهي.



راند انهيءَ جي خبر نه ڪنهن ڀــاءُ نه چالو مات پِتنهن!
پير ڳاڙها ڪٽي هليو پڪڙڻ هٿ سندر ۽ ڪومل چرڻ

انهيءَ انسان جي راند جي خبر لڪي ٻالڪن کي هئي لڪي وري ماءُ پيءُ کي جاڻ هئي! ڳاڙها ۽ ڪرمل چرن ڪٽي سندر ۽ اوم هٿن سان مونکي ڀڳوان پڪڙڻ هليو!



لڏهن ڀيڇي مان ٿيس اڳي ٻــانهن ٿهلائي ونـڻ مونکي
جيڻن جلين دور اُڏيـس آڪاش
ڏسان ٻــانهون پنهنجي ويجهو خــاص

آهي. ماءُ ٻالڪ جي سر ۾ ڪي خطرناڪ ڪرڙ ڏسي ۽ ممتا وس ٿي انکي ڇڙائيندي آهي. ٻار جي روئڻ کي ڏيان ۾ نہ آڻي صفا ڪرائيندي آهي.



ڀڳوان ڪري ٽلسيداس جو پيار منجهان هٺ ناس
ڀــرم ڇــاريءَ قاتل منش مــرنــدا ٿيندا ناس.

ٽلسيداس چوي ٿو تہ ڀڳوان پنهنجي داس جو هٺ ناس ڪندو آهي. ڀرم ۽ هٺ ۾ قاتل انسان ڀڳوان کي جهي نہ سگهندو.



رام ڪرپا ۽ پنهنجو اگيان چوان گرڙ ٿون ٻــڌ دل سان
رام جڏهن منش ديهہ ڌري ڀــڳت خوشيءَ لاءِ ليلا ڪري

اي گرڙ، مان پنهنجي مورکتا ۽ ڀڳوان جي اپڪار جي ڳالهہ ٿو ڪريان سا ٻڌ. ڀڳوان ڀڳت جي خوشيءَ لاءِ منش ديهہ ڌاريندو آهي ۽ ليلا ڪندو آهي.



تڏهن هلي اوڌ پري وڃان خوش ڏسي ٻال چرتر ٿيان
جنم اُتسو مــان ڏسان وڃــي سال رهي پنج بــک پيي!

تڏهن تڏهن مان ايوڌيا ويندو آهيان ۽ ٻال چرتر ڏسي ڏاڍو آنند ماڻيندو آهيان. جنم اتسو ڏسندو آهيان ۽ پنج سال رهي سڀ ٻال چرتر ڏسندو آهيان ۽ پنهنجي پياس بجهائيندو آهيان.

اشٽ منهنجو آ ٻالڪ رام سوڀيا ڏسي لڄي ڪروڙين ڪام
ڪيلي پرڀ تڏهن ٻانهن پساري نيتر ڦل پايان پريو نهاري!



ديهہ ننڍي ڪري ڪٺي جــي ڌارن
ٻال چرتر ڏسان گهڻن پرڪارن

منهنجو اشٽ ديو آهي ٻالڪ رام! جنهنکي ڏسي ڪروڙين ڪامديو لڄي ٿيندا آهن. هو اهڙو سندر آهي! جڏهن ٻانهون پساري کيليندو آهي تڏهن ليٺ

لڳي پوندا اُن. ڪنولي جو لمبوڙو سرير ڏارن ڪري سڀ ڄڻا ڏسندو آهيان.



نيل ڪمل الي سندر سرير ڇپ ڏسي لکين ڪام اڏيـر
ڪومل نوان نئين، لال چرن چنڊ سوڀيا کي مات ڪرن.

نيلي ڪمل جهڙي سندر سرير جي هر هڪ الڳ ۾ ڪروڙن ڪامديون جهڙي سندرتا آهي! ڪومل ۽ لمبڙن ڳاڙهن پيرن جي سوڀيا ته چنڊ جي سندرتا کي به شهه ڏيئي جڏيندي آهي!



سندر رڪابون پيٽ لـي سندر ڏن گنڀير
لنبي ڇاتـي ۽ ويڪري پوشڻ ڀال سرير

سندس پيٽ لسي لي سندر رڪابون آهن ۽ ڏن به سهڻو ۽ سخت اٿس. ڇاتي لسي ۽ ويڪري اٿس. ڀـارن وارا جدا جدا قسمن جا پوشڻ ڀوڳيل ڏاڍو سندر لڳندو آهي!



نيل ڪمل جان سندر اکيون نرڙ ٽاڪ پرون عطر مکيون
پروون ڪمان ۽ ڪن سندر وار ڪارا مٿي وڪڙ وڪڙا

نيري ڪمل گل جهڙيون سهڻيون اکيون، نرڙ تي تلڪ چڙهيل، پرون کي عطر مکيل، ڀـروون ڪمان جهڙيـون ۽ ڪن نهايت سندر اٿس. وار وروڪڙ ۽ ڪارا مٿي تي سونهن ٿا.



پيلي جنگلي بت ڏاڍي سونهي ڪلهڻ مشڪن پڻ ڏاڍو وڻي
سڏول سرير سندر ۽ خاصو نچي ڏسي جڏهن پنهنجو پاڇوا

پيلي رنگ جي جنگلي، بدن تي ڏاڍي ٿي سونهي. سندس ڪلها ۽ مشڪن ته اهڙو آهي جو ڪامديو کي ڪهڙي مجال آهي جو مقابلو ڪري سگهي. سندس سرير سڀئون سڏول ۽ سندر آهي. جڏهن جڏهن پنهنجي پاڇولي کي ڏسندو آهي اڏهن خوشيءَ مان نچندو آهي!



مايا سندو آ وڏو پــروار سگهي نه پائي ڪو تنهن پار
شو برهما پــڻ ڏسي ڏرن جيو ساڌارڻ ڪيئن بچن ؟

مايا جو پروار بلڪل وڏو آهي ! انجو انت ڪير بہ پائي نہ سگهي . شو ۽ برهما بہ ان کان ڊڄن ٿا، سو مٺش ڪهڙي چيز آهي ؟



مايا ئي جڳ سارو نچايو جنهنجو چريتر ڪنهن نہ لکايو
ڪري ڀڳون جي اک اِشارو نت وانگر وٺي ڪٽنب سهارو .

مايا سڄو ئي جڳ پتليءَ وانگر نچائي رهي آهي پر مايا جو چرتر ڪنهن بہ سهي نہ ڪيو آهي . جي ڀڳوان رڳو اک جو اِشارو ڪرين تہ سڄي ڪٽنب ۽ سالين سان اچي پرگهٽ ٿيندي ۽ اِنسان لئي ڪڙڪندي !



مايا پري . آ سک ابناشي جڳ موجود سڪل سک راشي
برهم اگيان موهہ ڊپ نہ ٿهي سورج اگيان انڌڪار رهي ؟

مايا نہ فقط هڪ ابناشي ڀڳوان کي نہ ڇهندي آهي جو سڄي سرشٽيءَ جي آتما آهي ۽ سک جي کاڻ آهي . ڀڳوان جي وڃهہ، مايا موهہ جو ڊپ نہ ليندو . ڀلا سورج اگيان انڌڪار ڪيئن رهي سگهندو ؟



رگهوپت ليلا اچرج واري ديئت موهي، ڀڳتن سک ڪاري !
مت ملين وشيہ وس ڪامي ڏوهہ ڏين ڀڳوان کي، سوامي !

ڀڳوان جي ليلا اچرج واري آهي جا ديئتن کي موهي لي ۽ ڀڳتن کي سک ڏئي ٿي . ڪامي ۽ مت ملين اِنسان تہ ڏوهہ ڀڳوان تي هڻندا آهن .



اکين ڪنهنجين پر دوش هجي چنڊ پيلو سو مُکان چوي
طرف ڀاڄي مغز دوش ڪري چوي : اولهہ کان سج اُڀري !

ڪنهن جي اکين ۾ خرابي هوندي آهي تہ اهيءَ کي چنڊ پيلو پيو ڏسبو

آهي. مگر پر دوش هوندس نه طرف لي پلئي وجهندس ۽ پيو چوندو نه سچ نه
اوابه ناسي اُبري لو!




چڙهيل پيڙي چٽي هلي سنسار هڪ هنڌ وينل پاڻ سنڀار!
پاڻ ڦرن، پار ڪن سمجهاد گهر ڦرن سڀ متيا واد!

بڙيءَ ۾ چڙهيل ماڻهو سمجهندو آهي ته پاڻ هڪ هنڌ بيٺو آهي ۽ سنسار پيو هلي! پار ۾ ڦيراون باليندي سمجهندا آهن ته سندن چوڌاري گهر پيا ڦرن. اهو سڀ متياواد آهي. سچ نه آهي.




رام ڪرپا آ ٽوٽي اپار ڪريو تا اُن سان گهٽو پيار
لوڪان لڏهن ڪجهه ڪين لڪايان
رهسيه پرم ٿو لوڪي ٻڌايان.

اي ڀاءُ، ٽولي رام جي اپار دڻا آهي ۽ تون انکي گهٽو پيار ڪندو آهين. اهو ئي سبب آهي جو لوڪان ڪجهه لڪايان لئو. انهيءَ ڪتا جو رهسيه لوڪي ٻڌايان لو، سو ٻڌ.




رام آهي هيءَ سهج سڀاءَ رهڻ نه ڏئي هٿ ڪنهن ۾ ڀاءُ!
تُنو سمجهي ڪجهه انڌ وانسان بنهه دک دائڪ جڙ ايمان!

ٻڪران جو اهو سهج سڀاءُ آهي جو هو ٻڪمن ۾ لـه ايمان جو ذرو به رهڻ نه ڏيندو آهي. ڇو؟ جاڪاڻ جو ايمان ئي جنم مرڻ جي پاڙ آهي ۽ دکن ڏيڻ وارو آهي!




ڪري ڪنهن لاءِ ايمان کي دُور رکي سيوڪ ۾ ممت ضرور!
ٿوڙ بدن بار زوري چيرائي ممتا وس ماءُ مـفا ڪرائي.

انهيءَ ڪري ٻڪران سيوڪ جو ايمان دور ڪندو آهي ۽ منجهس ممتا هوندي



گهڻو آدر ڪاڳ گرڙ ڏنو سواگت ڪيو جو ڪانئس پڇو
پريم گهڻي سان ڪري پڙ پوڄا مڌ روچن چيا مک سان ڪانگا.

ڪاڳ، گرڙ کي ڏسي آدر سان سندس سواگت پوڄا ڪئي. ڪشل پڇي آسڻ ڏنائينس. ۽ مٺن وچنن سان پڇيائين.



ناٿ، ڪرتارٿ داس ٿيو پسي درشن پکي راج!
آگيا ڏيو سو سيپ ڪريان توهين آيا جنهن ڪاج؟

اي پکين جا راڄا، مان توهانکي ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو آهيان. هاڻي حڪم ڪريو. توهين ڪهڙي ڪم سان پڌاريا آهيو؟



سدا ڪرتارٿ روپ تون چيا وچن کگيش
جنهنجي اُستت پاڻ ڪئي پنهنجي مُک مهيش!

اي ڪاڳ، توهين ته سدائين ڪرتارٿ روپ آهيو. توهان جي مهما پڪران شنڪر پنهنجي مک سان ٿي ڪئي آهي!



ڪارج ٿيا مون پورا سڀ درشن پاتو مون درلڀ
پرم پوتر ڏٺم آشرم من مٽيو سڀ سنسو ڀرم.

اي ڪاڳ، جنهن ڪم سان مان هت آيو هوس سو ته توهان جي درشن ڪرڻ سان ٿي پورو ٿي ويو! توهان جو مهاپوتر آشرم ڏسي باقي ۽ سنسا ڀرم ۽ موهه آدِ سڀ ناس ٿي ويا.



رام ڪٿا جا آئي سندر سک دائڪ دک ناسڪ منتر
ڪري ڪرپا سا مونکي ٻڌايو من منهنجي جو سنسو مٽايو.

هاڻي دياپالي سيئي دکن کي ناس ڪندڙ رام ڪٿا مونکي ٻڌايو ۽ منهنجي من جو سنسو دور ڪريو.




ڪاڪ ڀشنڊ پوءِ گرڙ جيو پريم ڪوهان لءِ من اُڀجيو
پوڄيہ امان جا ڪوهين سڀ ريت پاترَ ڪرپا شري رام پنيت!

ڪيڏو پريم ڏيکاري ڪاڪ ڀشنڊ گرڙ کي چيو تہ توهان لاءِ منهنجي اندر ۾ ڪيڏو پريم پيدا ٿيو آهي. توهين هر ڪنهن طرح پوڄيہ آهيو ۽ ڀڳوان جي ڪرپا جا حقدار آهيو ۽ سندس پيارا آهيو.




بـــن سنسي نڪي موهہ نـــہ مايا
ڪري ڪرپا توهين مون وٽ آيا
ڪٿا پڇڻ لءِ موندي پڻي رگهوپتي ڏنـي وڏ مونکي

اي سوامي، توهان ۾ موهہ مايا جو ڪاٿي ذرو بہ ڪونهي. توهان هيءَ مون وٽ ڪرپا ڪري پڌاريا آهيو. توهان کي ڪٿا پڇڻ لاءِ مون وٽ موڪلي ڀڳوان مونکي وڏائي بخشي آهي.




موهہ اندو نہ ڪنهنکي ڪيو ڪير نہ اڳيان چؤ ڪام نچيو؟
لوڀ نہ ڪنهنکي پاڳل بڻايو ردو نہ ڪنهنجو ڪروڌ جلايو؟

موهہ ڪهڙي جيو کي اندو نہ ڪيو آهي؟ ڪير آهي جو ڪام اڳيان ناچ نہ ڪري؟ ترشنا ڪنهنکي نہ پاڳل بڻايو آهي؟ ۽ ڪروڌ وري ڪنهنجي هردي کي نہ جلايو آهي!



ڏن نہ بگاڙيو پرش جو وڏ پـــرگـــونـــا ڪـنـڌ
مرگهہ نيڻن جي باڻ سان ڦٽيو نہ آ سَنڌ سَنڌ؟

ڪهڙو پرش آهي جنهن کي دولت ڪيس بگاڙي سندس چرلو ناس نہ ڪير آهي؟ يا ڪنهنجو وڏائيءَ ڪنڌ نہ ڀڳو آهي! جي سندر استريءَ جا تير ٻاڻ اڳيان هڻن ۽ انسان نہ ڦٽجي، اهڙو ڪير آهي؟



راھہ ويندي ٿون آھين مليو دور ڪريان ڪيئن سنسو ٿو؟
جيسين ڪندين نہ گھڻو ست سنگ
ٿڏھن ٿيندو موھہ ڀرم سڀ ڀنگ

اي گرڙ، ٿون موڪي رستي ويندي مليو آھين! ٿوکي ڪيئن سمجھايان؟ جڏھن ٿون گھڻو ست سنگ ڪندين ٿڏھن ٿنھنجو اھو سنسو نورت ٿيندو.



هر ڪٿا نت ٿئي جنھن جاء ٿوکي ٻڌايان سھج سڀاء
ٻڌڻ سان مٽندا شڪ سڀيئي وڃي ڀڌ ٿي اُت چرن سنيھي!

جنھن هنڌ روزانو ڀڳوان جي ڪٿا ٿيندي ھجي اُتي وڃ. اُتي ٿي ٿنھنجو ڀرم ۽ موھہ ناس ٿيندو ۽ ڀڳوان جي چرنن ۾ سنيھہ رکي ٿي ڪٿا ٻڌ.



بن ست سنگ نہ هر ڪٿا نڪي ڀڃي من موھہ
موھہ ٽٽڻ بن رام پد پريم اُپجي ڇڏڪوھہ؟

اِنا ست سنگ جي رام ڪٿا ٻڌي نہ سگھندين ۽ نڪي من جو موھہ ناس ٿيندو. جيسين وري موھہ نہ ٽٽندو ٿيسين رام جي چرنن ۾ ٻراٻر ڪيئن ٻڌا ٿيندو؟



بنا پريم نہ ملي ڀڳوان يوگ ڪري جپ وئراڳہ وگيان
اُتر ڏشا ھڪ سندر جبل اُتي رهي ڪاڪ ڀشنڊ رتل!

يوگ، جپ، تپ گيان وئراڳہ هوندي بہ جي من ۾ ٻريم نہ آھي تہ ڀڳوان ڪين ملندو! ٻڌ، ھڪ سندر نيل جبل اُتر پاسي اٿيئي اُتي شيلوان ڪاڪ ڀشنڊ رھندو آھي جو ڀڳتيءَ ۾ رتل اٿيئي.



رام ڀڳت ست سنگ پروينڻ گڻ گراھڪ ۽ ڀڳتيءَ لين
رام ڪٿا سو ڪري نرنتر ٻڌن ڀکي من لائي انتر

هر ڏاڍو سچو رام ڀڳت ۽ سيد سنگ جو شوقين آهي، ڪڻ گراهڪ آهي ۽ سدائين رام ڀڳتيءَ ۾ مشغول رهي او، روزانو لمر سان رام ڪٿا ڪندو آهي، جا سڀ ٻڪي اندر ۾ آرام رکي ٻڌندا آهن.

۱۰



وڃي آئي ٻڌ ڳڻ ضرور موهه اُپجيل دک ٿين سڀ دُورا
طرح چڱي جڏهن مون سمجهايو ويو هليو سر چرنن نايو.

اي وڃي ڀڳوان جا ڳڻ ٻڌ، موهه ۽ دک سڀ دور ٿي ويندءَ! مون ڪيس جڏهن چڱي طرح سمجهايو تڏهن هو سر نمائي هليو ويو!



انهيءَ ڪري ڪي نہ مون سمجهايو رامچندر مونکي پيد ٻڌايو
ڪير هوندو تو ڪڏهن ايمان ٻاڻان دور چاهيو ڀڳوان!

مون توکي نہ سمجهايو جو ٻڌم نہ تو ڪڏهن ضرور ايمان ڪيو آهي. انهيءَ ايمان مٽائڻ لاءِ توکي اهو ڏس ڏنم ۽ ٻاڻ کان ٻري ڪم!



الين نہ وڻندي ڪيس نراشا ڀکي چاڻن پڻ ڀکين جي ڀاشا
پري مايا بلونت پرواني! موهيو نہ جنهن آ، ڪهڙو پراڻي؟

جام نہ الين ڪرڻ سان هر نا اُميد نہ ٿيندو. تنهن ڪالسواءِ ڀکي ڀکين جي ٻولي سمجهي سگهندا آهن. اي ڀواني، پرڀو جي مايا ڏاڍي ٻلوان آهي. ڪهڙو انسان آهي جنهنکي انهيءَ نہ موهيو آهي؟



گرڙ ويو اُت جتي پشند ٻڌيمان هر ڀڳت اڪند
جبل ڏسي خوش ڏاڍو ٿيو موهه مايا ڀرم سوچ ويو!

اتي گرڙ اُن واءِ جتي ٻڌوان پشند رهندو هو ۽ اکنڊ ڀڳتي ڪندو هو. هو پرٻت ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو. مايا مان اُپجيل سمورو ڀرم ۽ موهه هڪدم لاٿ ٿي ويس.

ٿيندو آهي. ڌرماتما پرشن پرڀو ڪو جيون مڪت منش ٿئي ٿو.



سيني درلڀ سو سُر رايا  رام ڀڳت ڇتل مد مايا
سا هر ڀڳتي ڪئي ڪيئن پاتي؟  وشوناٿ، سان لنؤ لاتي؟

اهو ماڻهو به درلڀ آهي جو مايا جي اهنڪار کي ڇڏي ڀڳتيءَ ۾ من لڳائي ٿو. اهڙا ڀڳت ڪهڙا ڪهڙا ٿيا آهن سو ٻڌايو.



رام ڀڳت شد عادتون  سمجهه اُتم مت ڌير
ڪاڪ ڀُشنڊ ڪارڻ ڪهين  پاتو ڪُئي شرير؟

ديا پالي ٻڌايو ته رام ڀڳت، شڀ عادتن وارو ۽ اوچي سمجهه وارو ڪاڪ ڀشنڊ ڪيئن ٿيو؟



اِهو چرتر سچو سليو  ڇتو ڪرپال ڪيئن ڪاڪ مليو
ڪيئين ٻڌو ۽ ڪوڪنهن واري  ڪٿا ٻڌايو حيرت ساري!

ديا پالي اهو سچو چرتر مونکي ٻڌايو ته هن اهو سچو چرتر ڪٿان ٻڌو ۽ ڪنهن ڪيئن ٻڌايو. مونکي ٿوري سمجهه آهي، مان انهيءَ ڪري منجهيل آهيان. ديا پالي سچي ڪٿا وستار سان ٻڌايو.



گرڙ مهاگياني ۽ گڻ راس  هر سيوڪ آئي ويجهو نواس
ڪنهن ڪارڻ وٽ ڪاڪ ويو  رشي مني ڇڏي ڪئي پڇيو

گرڙ به مهاگياني، گڻوان ۽ ڀڳوان جو سيوڪ آهي ۽ ڀڳوان جي ويجهو آهي. پر هن ڪهڙي سبب جي ڪري رشين منين کي ڇڏي ڪانءُ کان ڪٿا ٻڌي.



جڏهن رگهنات يڌ کيل ڪيو  چرتر نه ٻئي ڪنهن سمجهه پيو
جڳت جيتيندڙ پاڻ ٻڌايو  نارد انهيءَ دم گرڙ پٺايو

يڌ ۾ جڏهن ڀڳوان ميگهناد کان پاڻ ٻڌايو تڏهن اهو چرتر سمجهه کان ٻاهر هو. نارد تنهنتي گرڙ کي موڪليو.



کاٽي ٻڌن ويو سوچيندو هردي دک ڪري ڳالهه ڳٺيندو
ٻرپ ٻڌن هڪ ڳالهه ڳري من ويچاري وري وري.

گرڙ ٻڌڻ ڪاٽي هليو ويو ۽ سندس من ۾ دک ليو. پڪران ۾ ٻڌڻ! اها ڳري ڳالهه دري وري ٻيو من ۾ سوچي!



سڀ ۾ وياڪ لرء گڻ پري موهه مايا ڪجهه سگهي نه ڪري
تنهن اوتار ٻڌو جڳ ۾ ڏسڻ پرياءُ رهيا دل ۾

جو پکران سڀ ۾ وياپڪ ۽ تنهن کان پري آهي تنهنجو اوتار له ٻڌو ۾ سندس پرياءُ جي ڪا خبر ڪاله پئي!



نارد وٽ ويو ٽيو وياڪل سنشيه ٻڌايو سارو بلڪل
ٻڌي نارد کي آئي ديا پرٻل آئي آرام ميا

اهوءِ ڪري وياڪل لي گرڙ نارد وٽ ويو. نارد چيس له اي گرڙ رام جي مايا ڏاڍي ٻاران آهي!



مها موهه آ من تنهنجي مٽي نه جلدي چوڻ سان منهنجي
انهيءَ ڪري وڃ برهما وٽ جيڪي چوي چيو تنهنجو ميم.

لوکي بلڪل ڪهڙو موهه آهي. اون منهنجي سمجهائڻ سان نه سمجهندين. انهيڪري اون برهما وٽ وڃ. جيڻ اهو چوڻي ليڻ ڪر.



چيو برهما مل شنکر سان پڇجي نه انت سوکي ڪنهن کان
شنکا تنهجي ڪندو سو دور گرڙ ٻڌي ويو شنکر حضور!

برهما دوي کيس شنکر ڏي موڪليو ۽ چيو ته ٻئي ڪنهن کان ۾ نه پڇ. اهو تنهنجي شنڪا دور ڪندو انهيڪري گرڙ شنڪر وٽ ويو.

سيٺي ڀائر ٻوءِ ڀڳوان جي سيوا ڪرڻ لڳا.



پکو ڪٿـــي هنومان جهلايو سندس نيڻن جل ڀرجي آيـــو
هنوُ سمان ٻيو ڪير وڏڀاڳي رام چرنن ڪو ناهه اَنراڳـي
پرير چرنن ۾ ايڏو لايـــو مک ڪمل سان رام ساراهيو.

هنومان پکو اوڏڻ بيهي رهيو. هنومان جي اکين ۾ ٻرير جا آنسو هئا.
هن جي سمان جڳ ۾ ڪير ۽ ڀاڳوان ڪونه آهي ڇو جو هن جو رام جي چرنن ۾ تمام
گهڻو ٻرير آهي ۽ رام خود انهيءَ ٻرير کي سارهايو آهي.



تنهن سميءَ آيـــو نارد مُن هٿ سندس هئي وِڻ
ڳائڻ لڳو شري رام گـــڻ ڪيرت سدا نـــوين !

انهيءَ وقت نارد اچي پرگهٽ ٿيو. سندس هٿ ۾ وِڻا هئي. مک سان
رام جا نوان نوان گڻ ڳائڻ لڳو.



جس تنهنجو ويد شاستر ڳائن رشي مني سِڌ سنت ڏيائن
باليءَ جو بـــل کندڙ کنڊن پاپ ڪٽيندڙ سک سدن.
ڪل مل ناس ڪري مٽائي ڪشٽ ۽ دک ڪان تلسي ڇڏائي.

اي ڀڳوان، نارد چيو: توهان جو ناماچار سڀ ويد، شاستر ۽ رشي مني ۽
سِد سنت ڳائن ٿا. توهان ٻاليءَ جو ٻل مٽائي ڇڏيو. توهين ڪلجڳ جا پاپ ناس
ڪندڙ آهيو. تلسيداس جا سوامي منهنجو ڪشٽ دور ڪريو.



رام اننت، اننت گڻ تنهنجا جنم ڪرم نہ ڳڻجن جنهن جا
جل بوندون رج ڪٽيون ڳڻجن رگهوپت چرتر ڳڻي نہ سگهجن

رام اننت آهي، سندس گڻ ۽ اننت ٿي آهن، سندس ااِن جي ڳڻتي اِ
سگهي. ڀل نہ پاڻيءَ جا ڦڙا ۽ مٽيءَ جا ذرڙا ڪو ڳڻي سگهي پر رام جا گڻ
ڪو ڳائي نہ سگهندو.



رام چرتر ٻڌن اڌورو رس ماڻن ڀلا سي ڪيئن پورو
جيون مڪت مها مُن جيڪي ٻڌن نرنتر هري گڻ سي.

رام ڪٿا جيڪي اڌوري ٻڌن ٿا، تن کي ڀلا ڪيئن رس ايندو؟ جيڪي رشي مني جيون مڪت آهن سي به سدائين هريءَ جا گڻ ٻڌندا ۽ ڳائيندا آهن.



ڀؤ ساگر ڪرڻ پار جو چاهي رام ڪٿا نائو پاڻ چڙهائي
وشيه ڦاٿل جي ڪن گڻ گان ٻڌڻ سان من ۽ ڪنن آرام

جيڪي سنسار ساگر پار ڪرڻ چاهين تن کي رام ڪٿا جي ٻيڙيءَ تي چڙهڻ گهرجي. مايا ۽ وشيه رس ۾ ڦاٿل انسان به جي هريءَ جا گڻ ڳائيندو ته انهيءَ ڪنن ۽ من کي به آرام ملندو.



هڪ هزارن ڪو اڌڪاري هزار مان هڪڙو ڌرم ورت ڌاري
ڌرم شيل وري ڪروڙن هڪ وشيه ڇڏي وڃي ويراڳ ڏي وک

هزارن ۾ ڪو هڪ ڌرماتما ۽ سچو هوندو آهي. انهن هزارن مان وري ڪو ڌرم ورت ڌارڻ ڪندو آهي ۽ وري اهڙن ڪروڙن مان به هڪ وشيه واسنا ڇڏي ويراڳ ڏي وک وڌائي ڀڳوان سان ملي سگهندو آهي.



ڪروڙن مان ڪو هڪ ويد وراڳي پٽيو آتما گيان انراڳي.
ڌرم سنيهي ڪروڙن ڪو جيون مڪت رهي جڳ سو.

انهن ڪروڙن مان وري ڪو هڪ ٻرو گيانوان هوندو ۽ وري اهڙن ڪروڙن مان ڪو وراڳ وارو جيون مڪت لهندو.



ڪوئي هزارن هڪ سک کاڻ درلڀ ڪن ۾ هڪ سجان
ڌرم شيل ورڪت ۽ گياني جيون مڪت آ ڪو ڪو پراڻي

انهن هزارن جيون مڪت پرشن مان ڪو هڪ پار برهم ۾ ڌيان لڳائڻ وارو

هڪ ٻيو متو، جو ٻڌيو آهي سو ٻڌايان ٿو. ڀڳوان شنڪر جي ڀڄن بنا
ڪوبہ منهنجي ڀڳتي ڪري نٿو سگهي!



ناهہ متو ڏکيو ڀڳتي خاص جپ تپ يگ ۽ يوگ اُپواس
سرل سڀاءَ نہ من ڪٽلتائي جيکي ملي سنتوش سدائي.

ڀڳتي مارگ ۾ جپ تپ يگيہ يوگيہ ۽ اُپواس ضروري نہ آهن! سرل سڀاءَ
هجي، من ۾ ڪٽلتا نہ ۽ ڀڳوان جي ڏني تي راضي رهڻ ئي اُتم ڀڳتي آهي!



ويرُ لڙائي نہ لالچ آس سک ميہ جڳہ هيءَ تن لءِ خاص
ڪرم ڪري من رکي نہ مان پاپ رهت آتم گيان وگيان

وير لڙائي آشا ۽ لالچ نہ هجي. انهن لاءِ هي جڳہ سک ميہ آهي. ڪرم
ڪري ۽ من ۾ مان ايمان جو خيال نہ آڻي، پاپن کان بري هجي، آتم گياني هجي.



رام وچن، ٻڌي سڀ روپ سڀن ڇهيا پوءِ چرن انوپ
پت ماتا گــر ڀــاءَ اسانجا ڪين ڀلن اُپڪار اوهانجا

رام جا اهي سندر وچن ٻڌي سڀني سندس چرن ڇهيا ۽ چيو تہ اي سوامي
اسان جا پتا، ماتا، گرو سڀ ڪجهہ توهين آهيو. اسان کان توهان جا اُپڪار نہ
ڀلبا. توهين اسانکي پراڻن کان بہ پيارا آهيو.



هڪ ڏينهن وسشٽ مني پڌاريو هيو جتي شري رام پيارو
ڪري آدر سان گــرو ستڪار چرن امرت ورتو جڳہ آڌار

هڪ ڏينهن گرو وسشٽ اُتي آيو جتي شري رامچندر هو. گروءَ جو ستڪار
ڪري چرڻامرت ورتو.



وسشٽ چيو رام ٻئي هٿ جوڙي توهين آهيو جڳہ پالڪ توڙي
ڏسي ڏسي هلت چلت اوهانجي
موهہ اُپجي ڪيٿو دل اسان جي



مونکي سيوڪ آ پيارو سو مچي مون آگيا جهٽ پٽ جو
انيت پريو ڪو لنظ چوان خوف چڏي پل روڪيو اوهان.

منهنجو پيارو سيوڪ اهو آهي جو آگيا ٻڌي انجو پورانو جهٽ پٽ ڪري. جي ڪجهه اليت پرءو لنظ چوان تہ پل مونکي روڪيو.



ملي منش ديهہ سنن پاڱن بنهہ درلڀ آ چيل ويدن
مڪتي در ۽ پڳت سيڪاري پائي نہ جو پرلوڪ سنواري!

سنن ڪرمن ڪرڻ سان ۽ سني پاڳن سان منش ديهي پراپت ٿي آهي ۽ ويدن ۾ الين چيل آهي. مڪتيءَ جو دروازو آهي ۽ ڀڳتي سيڪاري ٿي. جو منش اها ديهي پائي پرلوڪ نٿو سنواري،



سهن پيڙا پرلوڪ جي پوءِ ڪرن پڇتاءُ
ڏوهہ هڻن ڏرم ايش تي ڪوڙا دوش لڳاءِ.

اهڙا منش پرلوڪ جا دک سهندا آهن ۽ ڏوهہ وري ڏرم تي ۽ ايشور تي مڙهيندا آهن! پر آخر ۾ پڇتائيندا آهن.



منش ديهي ڦل وشيہ نہ پيارا سک سپ پهرين دک انت اپارا
پائي منش تن وشيہ لپٽائي چڏي امرت سو زهر چڻ کائي.

منش ديهہ جو ڦل ڪو وشين جي ڀوڳ ۾ نہ آهي! سرڳ ۾ بہ ٿورڙا سک آهن ۽ پوءِ اپار دک سهڻ ٿا. منش ديهي پائي جو وشين ۾ لمپٽ رهي ٿو سو چڻ امرت ڦل چڏي زهر ڪوري وٺي ٿو.



چڱو چئا تنهن ڪير چوي پارس ڏيئي جو ڪرُ وٺي؟
چئن حالتن آ جيو اپناشي ڀوڳي جوڻيون ٻڻ لک چوراسي.

اهڙي ماڻهوءَ کي ڀلا ڪير چڱو چوندو جيڪو پارس ڏيئي انجي بدلي لڪر وٺندو؟ افسوس! انهيءَ جيو جڻ خالق ڀالڻ، جوائي، ٻانهو ۽ مرليد ۽ ٻوراسي لک جونين ۾ ڀٽڪندو رهندو آهي!



منش ديهه پڙساگر ٻيڙي هوا ساوڻين مون ديا گهٽيري
ڪرڻ ڌار ڪر نـــاءِ پلي ديهه درليڀ ديا سهج ملي ·

منش ديهي سنسار ساگر پار ڪرڻ لاءِ هڪ ٻيڙي آهي ۽ ايشور جي ديا روپي هوا جو لڳي ٿي ته لکڙو شڀ ڪرم منش ڪري ٿو. ستگرو ۽ ڪامل مرشد ملاح ملي وڃو ته ٻيڙو ٿي پار لڳي وڃو. اها درليڀ ديهه سڻ پاڻ سان ماندي اهي!



ڪري نه جو پڙ سنڌ اچا ديهه اُلم نـــر پاءِ
ڪرتگهڻ نندڪ من متي جڙٽي نيچ سماءِ ·

افسوس، اهڙي اُلم منش ديهي پائي ته جو سنسار سمنڊ تر ڪري سو ڀگوان جي ڀلاين کي ڀلجي ۽ ڪرتگهڻ ٻڄجي آتم گهاتي، مندمتي، نندڪ ۽ من جي مستين کي سهاربندو نيچ گتي پرابت ڪري ٿو.



ساڌن ڏکيا ۽ نڪا من ٽيڪ گيان اگم ۽ وگهن انيڪ
محنت گهڻا ڪن، پائي ڪو ڀڳت هيڻ مون وٽي نه سو

گيان پائڻ لاءِ ڏکيون ساڌنائون ڪرڻيون پون ٿيون. انيڪ رڪاوٽون ۽ وگهن اڳيان اچن ٿا. من کي ٽڪڻو جو آسرو نه آهي ته ساڌنائن ۾ لڳندو وري ڪيئن؟ ڪيترا ماڻهو گيان کي پرابت ڪن ٿا ته ڀڳتي پاءِ ڪري الن لهيڪري مولڪي لتا وٺن·



هڪ متو ٻيو ٻيو ڳجهو هٿ جوڙي چوان هيءُ
ڀڄن شنڪر بن آءِ ڏکيو ڀڳت ڪو پائي جيو·



مات پتا گر برھم نہ مڃين پاڻ ڪريل ۽ ٻين کيرن
ڏوھ ڪرن موھ وس گھڻا ست سنگت ھري ڀڳت نہ ڪرڻا.

پتا مانا گرو برھمڻ کي نہ مڃيندا آھن. پاڻ نہ ڪريل ۽ گڻ ھيڻ آھن ٻيو
ٻين کي بہ پاڻ جھڙو بڻائي ڇڏيندا آھن. موھ جي وس ٿي گھڻئي پاپ ڪرم
ڪندا آھن. کين ست سنگ يا ھري ڀڳتي نہ آنڙندي آھي!



اوگڻ سنڌ ۽ مند مت ڪامي ويد ننڌڪ ۽ پرڌن سوامي.
برھم ويري ٻين وير گھڻو دمپ ڪپٽ نج سوار ٽپڻو!

اوگڻن جا نہ سمنڊ ٿيندا آھن. سنڌن بڌي پرشٽ ۽ ڪام چيشٽا ڀاسي
لڙيل ھوندي آھي. ويدن جا نعدڪ ھوندا آھن ۽ پرائي ڌن ۾ اکيون ھوندييون
اٿن. برھمڻن ۽ ٻين سان وير، وڏائي، ڪپٽ ۽ سوار ٽپڻو مٿن سوار ھوندو آھي.



نيچ اڌم اھي سڀ منش ست جگہ ترينا ناھہ
دواپر ۾ ڪجھہ وڌ ڪلجگہ ۾ گڻ ڪانھہ؟

اھڙا نيچ ۽ اڌم منش، ست جگہ ۽ ترينا ۾ نہ اصل نہ ھوندا آھن ۾ دواپر ۾
ٿورا ۽ ڪلجگ ۾ نہ ڳڻڻ کان ٻاھر ھوندا آھن.



دک ڏيـن ٻين منش شرير سڄن جنم ڀـر مھا ڀيڙ ڀيڙ!
موھہ وس تي ڪن پاپ انيڪ سوارٿ وس جن مايا ٽيڪ!

اھي شيطان (شرير) ٻين کي دک ڏيندا آھن ۽ جنم ڀر دک سھندا آھن.
موھہ وس ٿي گھڻا پاپ ڪندا آھن ۽ سوارٿ جي وس آھن.



ڦل أئين ڏيان ڪرم انوسار شي آشپ مان ڦـل داتار.
ائين سمجھن سي پرم سجان دنيا کي سمجھن مھا دک کاڻ.

مان الوي کي سدن ڪرڻ موجب ٿل ڏيندو آهيان. ٿل ۾ منهنجي لسي مت ۾ آهي! جيڪي انسان اهو وچار ڪري ٿ دنيا کي دکن جي ناڻ سمجهي منهنجي ڀڳتي ڪندا آهن سي ئي سياڻا ڳڻيا آهن.



مُک پريوءَ مان ٻڌي وچن سڪي انـدر ۾ گهڻو سمجهن
ڪـرن وننتي وارون وار هنومان هرديہ سک اپار.

ٻڪران جي مک مان اهي شد ٻڌي سڀ ٻالڪ ٻالڪي ڀاڳران سمجهڻ لڳا ۽ وار وار چرن چمڻ لڳا. هنومان ۾ ڏاڍو خوش ٿيو.



رام هليو پـوءِ گهر ويـو نوان چرتر نت ڪندو رهيو
چرن نارد پـسڻ روز گهمائي رام چرتر پوتر نت ڳـائي.

الين ڄاڻي رام بوءِ گهر ويا ۽ روز نوان چرتر ڪندو رهيو. نارد ۾ روزانو اچي رام جا گڻانواد ڳائي ڪندو آهي.



هڪ ڏينهن خوش ٿي رام گهرايو گرو برهمڻ شهر سڄو آيو.
جڏهن ويٺو هرهڪ وچي آسڻ ڇيا پريو لڏهن مڏر وچن.

هڪ ڏينهن رام سڀني کي گهرايو. گرو وسشت، برهمڻ ۽ شهر جا ماڻهو سڀ اچي ڪٺا ٿيا. جڏهن هرڪو پنهنجي آسڻ تي ويٺو تڏهن ڀڳوان پنهنجي مڌر وچن جي ورکا ڪئي.



ٻڌو متر ۽ مان چوان جا واڻي مگر اندر نہ ڪا ممتا ڄاڻي
نـاهہ انيت ۽ نڪا وڏائي وڻي جيڪي سو ڪريو سدائي.

اي پرواسي سڄڻو، مان ممتا جي وس ٿي نٿو چوان. هن ۾ ڪابہ انيت ڪانهي ۽ نڪا وڏائي جي ڳالهہ آهي. توهان جيڪي ٺيڪ سمجهو سو پلي ڪريو ۽ منهنجا وچن ٻڌو ضرور.



جنهن دل ۾ وسن اِهي گڻ پيرت، ڄاڻ سو سنت سنتن!
سم دم نيم ۽ نيت نه لوڙهي
ڪنور وچن مکان ڪڏهن نه بولي!

جنهن اِنسان ۾ اِهي گڻ آهن سو سنتن ۾ به سنت آهي. سم دم نيم ۽ نيت کي نٿو ڇڏي ۽ نڪي ڪنور وچن ڪڍي ٿو.



ٻڌ هاٿي وري اسنت سياءُ ڀاڄي ڪجي ڪنهن سنگ نه پاءُ.
سنگ اسنت سدا دکدائي هڙهيال ڪاري جيئن ڪپلا پائي!

هاٿي وري اسنت جا سياءُ ٻڌ ۽ انهن جو پاڇي به سنگ نه ڪجي. اسنت جو سنگ سدائين دکن ڏيڻ وارو ٿيندو آهي. سنگت ڪري ڪپلا ڳئو به جي هڙهيال (رولاڪ) سان سنگ ڪندي ته اها ڪيس ڪاري پاڻ جهڙو هڙهيال ئي ڪندي.



ٻرن ردي سدا تاپ وشيکي جلن سدا پر سمپ پسي
جتي جتي ٻڌن گـالا پرائي ٻڌي خوش ٿين جڻ دؤلت آئي!

ٻرن جي دل ۾ سدائين جلن رهندي آهي ۽ ٻين کي ڏئران يا پاڳوان ڏسي پوسرندا آهن. ۾ جتي ٻڌندا ته فلاڻي جي گلا ٿي رهي آهي ته اهو ٻڌي کين خوشي ٿيندي آهي ۽ ڄڻ ته سندن گهر ۾ ناڻو اچي وير آهي.



ڪروڌ ڪام مڌ لوڀ اهنڪار نردئي ڪپٽي ڪُٽل مل ڌار!
ٻنا پريوجن وير رکن ڇڳي بدران ٻين برو ڏين

اساڌ ته هميشه ڪام، ڪروڌ مڌ لوڀ ۽ اهنڪار ۾ ٻڏل ئي رهندا آهن. سندن من ۾ ديا جو نالو به نه هوندو آهي. سدائين ڪپٽ ڪندا رهندا آهن ۽ ڪٽلتا سندن سياءُ آهي. ٻنا پراوجن جي ٻين سان وير رکن ٿا ۽ ڇڳي بدران برو ڏين ٿا.



جنهن دل ۾ وسن اِهي گڻ پرت، ڄاڻ سو سنت سنتن!
سم دم نيم ۽ نيت نه لوڙهي
ڪنور وچن مڪان ڪڏهن نه ٻولي!

جنهن اِنسان ۾ اِهي گڻ آهن سو سنتن ۾ ٻه سنت آهي. سم دم نيم ۽ نيت
کي نٿو ڇڏي ۽ نڪي ڪنور وچن ڪڍي ٿو.



ٻڌ هاڻي وري اسنت سڀاءَ ڀُلجي ڪجي تنهن سنگ نه ڀاءُ.
سنگ اسنت سدا دکدائي هڙهيال ڪاري جيئن ڪپلا ڀائي!

هاڻي وري اسنت جا سڀاءَ ٻڌ ۽ انهن جو ڀلجي ٻه سنگ نه ڪجي. اسنت
جو سنگ سدائين دکن ڏيڻ وارو ٿيندو آهي. سنگت ڪري ڪپلا ڳئو ٻه جي
هڙهيال (رولاڪ) سان سنگ ڪندي آهي اها ڪيس ڪاري ٻانڊ جهڙو هڙهيال
ٿي ڪندي.



ٻرن ردي سدا تاپ وشيکي جلن سدا پر سمپ ڏسي
جتي جتي ٻڌن گلا پرائي ٻڌي خوش ٿين ڄڻ دولت آئي!

ٻرن جي دل ۾ سدائين جلن رهندي آهي ۽ ٻين کي ڏٺوان يا ٻاهران ڏسي
پوسرندا آهن. ۽ جتي ٻڌندا ته فلاڻي جي گلا ٿي رهي آهي ته اهو ٻڌي ڪين
خوشي ٿيندي آهي؛ ڄڻ ته سندن گهر ۾ ناڻو اچي ويو آهي.



ڪروڌ ڪام مد لوڀ اهنڪار نردئي ڪپٽي ڪُٽل مل ٽار!
بنا پريوجن ويـر رکـن چڱي بدران پين برو ڏين

اساڌ ته هميشه ڪام، ڪروڌ مد لوڀ ۽ اهنڪار ۾ ٻڌل ٿي رهندا آهن.
سندن من ۾ ديا جو نالو ٻه نه هوندو آهي. سدائين ڪپٽ ڪندا رهندا آهن ۽
ڪٽلتا سندن سڀاءَ آهي. بنا پريوجن جي ٻين سان ويـر رکن ٿا ۽ چڱي بدران
برو ڏين ٿا.




سنت اسنت جي سائي ڪرڻي    چندن ڪهاڙي جي جارهڻي
ڪٽي ڪهاڙ وڻ درد رسائي    چندن سڳند ڏئي سڳند بڻائي

اي ڀاءُ، سنت ۽ اسنت جا سڀاءُ اهڙائي آهن جهڙا چندن ۽ ڪهاڙيءَ جا. ڪهاڙي چندن جي وڻ کي ڪاٽيندي رهندي آهي. پر چندن پنهنجي سڀاءُ موجب درد ڏيڻ بدران اُنهيءَ سڳند لي کيس ڏيئي سڳندمند بڻائيندو آهي!



سر ديوتائن جي چڙهي    جڳ پرسڌ شري کنڊ!
منهن ڪاٽي لتيءَ باهه ۾    اهو ڪهاڙيءَ ڏنڊ!

چندن کي نه هميشه ديوتائن جي سر تي چاڙهيو آهي ۽ مستڪ تي ٽڪ ڏنو آهي، جو جڳ ۾ سڀني کي سڌ آهي. پر ڪهاڙيءَ جي لاءِ ڏنڊ اهو آهي جو سندس منهن کي ڪٽي، ڏاڍي لتل باهه ۾ وجهيو آهي.




وشين ڦسي نه، سشيل رهي    پر دک دکي سک سکي ٿئي.
ڪ رس، گهمنڊ نه، شترو رهت
ڪروڌ رکي نه، سدا ورڪت.

ساڌ وشين ۾ نه ڦاسندو آهي ۽ سشيل رهندو آهي. ٻئي جي دک ۾ دکي ۽ سک ۾ سکي ٿيندو آهي. سداٺين سڀاءُ ۾ مستعد ڪ رس ۽ شڌ رهڻ وارو دشمن کان رهت، گهمنڊ وڏائي کان ورڪت ۽ ڪروڌ رهت رهندو آهي.




چت ڪومل ۽ دينن ديا    ڪرم وچن من پڳت أميا
بين عزت ڏئي پاڻ آماني    پرت، پراڻ سم پايان براڻي!

ڪومل چت، دئالو ۽ من وچن ڪرم ڪري ڀڳتيءَ ۾ لين، مايا جنهن جي من تي اثر نه ڪري، ٻين کي عزت ڏئي پر پاڻ ڪنهن عزت جو ڀکيو نه هجي. اي ڀرت ڀاءُ، موکي اهي پراڻي پراڻن کان به پيارا آهن!

سانوري شڪل، ڪمل جهڙيون اکيون ۽ سندرتا جي کاڻ، جنهن مرڻ ڏک
کان ڇڏائڻ واري رام کي وسشٽ ڏسي رهيو هو ۽ هٿ جوڙيائين!



ڏسي حالت تن جي رگهوير نيڻ ڀريل جل منجهيل سرير
جهلي هٿ کان تن سڀن وهاريو سندر روچن ڇئي هرد وناريو

گروءَ ۽ ٻين جي حالت ڏسي رام جون اکيون جل سان ڀرجي آيون. سڀني
کي نيم ٻيهوش ڏسي هٿ کان وٺي کين وهاريائين. پوءِ مٺڙ واڻيءَ سان ساڻن
رهاڻيون ڪيائين.



هٿ جوڙي ڪئي وندن هنومان عرض ٻڌو دين بنڌُ ڀڳوان!
ناٿ، ڀرت ڪجهه پڇڻ گهري
ڪندي پرشن من گهڻو ڏري!

هٿ جوڙي هنومان ڀڳوان کي وندنا ڪئي ته اي ڀڳوان، ڀرت ڪجهه پڇڻ
چاهي ٿو پر پڇندي ڊڄي ٿو!



مون ڄاڻين هنومنت سڀاءَ ڀرت لءِ ڪونهي مون درياءَ
وچن ٻڌي ڀرت چرن ڇهيا پريم اکيان وچن نمر رکيا.

اي هنومان، تون منهنجي سڀاءَ کي ڄاڻين ٿو. ڀرت کي مونکان ڊڄڻ جو
ڪو سبب ئي ڪونهي. ڀرت چيو ته اي ڀڳوان، توهين شرن ۾ آيل جا ڏک
ناس ڪريو ٿا.



ساڌ اساڌ جو ڀيد ٻڌايو ڪرپانڌان سڀ کولي سمجهايو.
ٻڌ سنتن جا لڇڻ اي ڀاءَ ويد ورڻيل جي آهن سڀاءَ.

اي ڀڳوان ڀرت چيو: ديا ڪري ساڌ ۽ اساڌ جي وچ ۾ جيڪر ڀيد آهي
سو کولي سمجهايو. تڏهن رام وراڻيو ته اي ڀاءُ ويدن ۾ ورڻن جيڪي ساڌن جا
سڀاءَ آهن سي ٻڌ.



سنت اسنت جي سالي ڪرڻي  چندن ڪهاڙي جي جارهڻي
ڪٽي ڪهاڙ وڻ درد رسالي  چندن سڳند ڏئي سڳند بڻائي

اي ڀاءُ، سنت ۽ اسنت جا سڀاءُ اهڙائي آهن جهڙا چندن ۽ ڪهاڙيءَ جا. ڪهاڙي چندن جي وڻ کي ڪاٽيندي رهندي آهي. پر چندن پنهنجي سڀاءُ موجب درد ڏيندڙ هٿيارن پنهنجي سڳند ني ڪيس ڏيئي سڳندمند بڻائيندو آهي!



سر ديوتائن جي چڙهي  جڳ پرسڌ شري کنڊ!
منهن ڪاٽي تتيءَ باهه ۾  اهو ڪهاڙيءَ ڏنڊ!

چندن کي نه هميشه ديوتائن جي سر تي چاڙهيو آهي ۽ مستڪ تي تلڪ ڏيو آهي، جو جڳ ۾ سڀني کي سڌ آهي. پر ڪهاڙيءَ جي لاءِ ڏنڊ اهو آهي جو سندس منهن کي ڪٽي، ڏاڍي تتل باهه ۾ وجهيو آهي.



وشين ڦسي نه، سشيل رهي  پر دک دکي سک سکي ٿئي.
هڪ رس، گهمنڊ نه، شترو رهت
ڪروڌ رکي نه، سدا ورکت.

ساڌ وشين ۾ نه ڦاسندو آهي ۽ سشيل رهندو آهي. ٻين جي دک ۾ دکي ۽ سک ۾ سکي ٿيندو آهي. سدائين سڀاءُ ۾ مستي هڪ رس ۽ شڌ رهڻ وارو دشمن کان رهت، گهمنڊ وڏائي کان، ورکت ۽ ڪروڌ رهت رهندو آهي.



چت ڪومل ۽ دينن ديا  ڪرم وچن من ڀڳت اميا
بين عزت ڏئي پاڻ اماني  پرت، پراڻ سم پايان پراڻي!

ڪومل چت، دالو ۽ من وچن ڪرم ڪري ڀڳتيءَ ۾ لين، مايا جنهن جي من تي اثر نه ڪري، ٻين کي عزت ڏئي ۽ پاڻ ڪنهن عزت جو طمع نه ڏيچي. اي ڀرت ڀاءُ، مونکي اهي پراڻي پراڻن کان به پيارا آهن!

اڳ تي چاڙهندو آهي ته به برمالڪ طرح وڃي ڏيا سان بڌندو آهي.



پائرن سان گڏ پوڄن ڪائي خوش ٿين مادر ڏسي سدائي
پرت شترگهن پائر گڏ باغ وڃن بڏي هنومان سڏ.

رام سيني پائرن سان گڏجي پوڄن ڪانيندو آهي ۽ مائرون سڏن هڪبڻي سان پريم ڏسي مسعت ني جهومنديون آهن. پرت ۽ شترگهن هنومان جو سڏ بڏي ساڻس گڏجي باغ ۾ گهمڻ ويندا آهن.



اُچا محل آڪاش ڇهن چنڊ سورج ڪلش ڳالهيون ڪن.
مٽين پنڊار رکيل ڀرن مٽيون هرجا چڙ ديپ جان.

اچا محلات ڄڻ آڪاش کي چميون ٿا ڏين ۽ چنڊ ۽ سورج سان وري محلات جا ڪلش ڳالهيون ڪن ٿا. سڀي محل ۾ ڀيرا آهن جن ۾ مٽين جا انبار پيا آهن. سڀي محل ۾ ٻتين جي بدران اهي مٽيون ٿي برنديون آهن!



چترشالا چؤڏر امت سڀ گهر سندر سنيد
رام ڏام ڪو وڃي ڏسي دلڪش ۽ ناپيد.

گهر گهر ڄڻ چترشالا آهي! رام جو گهر ته سرڳ سمان آهي ۽ هر ڪنهن دل کي ڪشش ڪري ٿو.



مور طوطا ۽ هنس ڪبوتر گهرن مٿان پيا اُڏن اڪثر
جتي تتي ڏسي پنهنجا پاڇولا نچن اُڏن ڪن ناچ اتولا

مور، طوطا، هنس ۽ ڪبوتر گهرن تي اُڏامن ٿا ۽ سونهن کي وڌائين ٿا. خوشيءَ منجهان پنهنجن پاڇولن کي جتي تتي ڏسي خوشيءَ منجهان نچن ٿا، اڏامن ٿا.



طوطا مٿنا پاڙهن ٻالڪ "رام نام جيئو جڳ مالڪ"
رام دئار هر پرڪار سندر چونڪ بازارين رچيا ڄڻ اندر!

بالڪ ۽ بالڪيون طرح ۽ مٺائون کي ٻالي کين رام جو جاپ سيکارين ٿيون.
رام جو گهر ۽ دربار نهايت سندر آهي. چوڪ ۽ بازارون نه جڻ اندر ڀاڳ وڌائي
رهيون آهن!



اتر طرف سرجو وهي نرمل جل گنڀير
گهاٽ منوهر ٻڌل پڻ ڪپ چڪڻ نه ڪيرا!

اتر پاسي کان سرجو ندي وهي ٿي جنهن جو جل نهايت پوتر ۽ نرمل آهي
ڪناري تي گهاٽ آهن. ڪٿي به ڪپ ڪاهي!



راج گهاٽ سڀ طرح سندر ورن چارئي ڪن سنان اندر
سرين ڪناري مندر مشهور سندر باغيچا بنا تصورا.

راج گهاٽ نه هر طرح سندر آهي جنهن ۾ چارئي جاتيون نهايت ڀاءُ جي
سنان ڪن ٿيون. ڪناري تي سرين مندر آهن ۽ شهر ۾ هر جا سندر ۽ بنا تصور
باغيچا آهن.



رام ياترن سان ڪڏ هڪوار ساڻ هيو پڻ پون ڪمار
سندر باغيچو ڏسڻ ويو هر وڻ جهڪيل ٻور بوجهه هيو.

هڪ ڏينهن رام، ياترن سان گڏ باغ گهمڻ رهيو هو ۽ هنومان به ساڻ ئي هو.
هر هڪ وڻ ٻور جي بار سان جهڪيل هو.



رام ڏسي ايندو مني ڪيو نمي پرنام
ڪري سواگت ڏيئو ڏنو لاءِ ويهڻ پڳوان!

اوڏي مهل مني وسشٽ کي رام ايندو ڏٺو ۽ کيس نمي پرنام ڪيائين.
سندس سنمان ڪرڻ خاطر ڀڳوان پنهنجو پيتامبر لاهي ويهڻ لاءِ ڏنو.



سانوري شڪل اکيون نيل ڪمل ڪاڻ سندرتا پڻ نرمل
ڏسي سندرتا نه نيڻ هٽائن هٿ جوڙي پريپ سيس نمائن.

ڪپٽ ۽ ٺڳي پاپ جي ڪا نشاني نہ ڪانہ هئي.



سڀ اُدار ۽ پراُپڪاري   برهمڻ سيوڪ سڀ نر ناري
مرد هئا هڪ استري ورت ڌاري
ڪرم وچن مــن نار هتڪاري

رام راڄ ۾ ســڀ داني ۽ پراپڪار سـان پريت ڪندڙ هئا ۽ سڀ نر ۽ ناريون برهمڻ جي سيوا ۾ مگن هئا. سڀ مرد هڪ استري ورت ڌارڻ وارا هئا ۽ سڀ استريون ڪرم، وچن ۽ من ڪري پتيءَ جي ڀلائي چاهيندڙ هيون.



ڦرن ڦلن وڻ سڀ بن جا   چرن پشون گــڏ ملي من جا
هرڻ پکي سڀ وير ڀلائي   رهن هڪٻئي سان پريم وڌائي

بن جا سڀ وڻ ڦرن ڦلن ٿا ۽ سڀ پشو پکي، جن جي من ۾ دشمني پاڻ ۾ ڪانہ هئي سڀ گڏجي چرندا هئا. هرڻ ۽ پکي ويرَ کي ڇڏي وڌندا هئا ۽ هڪٻئي سان ورلندا هئا.



هرڻ ڦاڙها ٻيا پکي پرند   چرن نرڀئہ ڪن بن آنند
جهيڻي سڳند ۽ سيتل هوا   گنجن ڀنور گــل چوسن سدا

بن جا هرڻ ڦاڙها ۽ ٻيا پــکي پرندا نرڀئہ ٿي ۽ آنند سان چرن ٿا، جهيڻي سڳند ۽ ٿڌڙي هوا سدائين گهلندي رهي ٿي. گلن جي رس چوسڻ لاءِ چرنداري ڀنور گونجندا ڏسجن ٿا.



پتيءَ آگيا ۾ رهــي   ســدا   سوپيا ڪــاڻ سشيل سيبہ
سڄي وڌائي پرڀ جي جاڻ
چرن سيــوي رهــي حڪم پرمــاڻي.

سيتا ماتا بہ سدائين پــتيءَ جي چرنن جو ڀرپور سان ڌيان ڪندي آهي. هو گڻن ۽ سندرتا جي کاڻ آهي. هوءَ اعا ســب وڏائي پرڀوءَ جي ئي سمجهي

۽ سڀ ڪنهن سندس پرتاپ ڪري ڦولڻ ڇاڻي لي. سندس سيوا ۽ ڀڳتي
هٿن سان ڪري اي ۽ حڪم موجب هلي لي.



لوڙي لهڻا گهر سيوڪ سيوڪياڻيون
پاڻ ڪري ڪم شهر رهاڻيون !
پنهنجي هٿن پتي سيو ڪري رام حڪم کي اکين ڌري.

لوڙي گهر ۾ سيوڪ ۽ سيوڪياڻيون جام هئس ته به پنهنجي ماتيءَ جي
سيوا پنهنجي هٿن سان ڪندي هئي. شهر ۾ الهيءَ ڪري چرچا ليندي هئي ۽
هرڪو سندس الهيءَ سڀاءَ کي ساراهيندو هو. هو سڀ ڪم رام جي حڪم سان
ئي ڪندي هئي!



پريم شردا سان پاڪر هلن رام اڇا خوشيءَ ساڻ مين
ڏيان ڌرن سدا چرن ڪمل حڪم مين پڻ اوڏيءَ مهل!

سڀ ڀائر هڪٻئي سان پريم سان ورتن ٿا ۽ رام جيڪي به چوي ٿو سو هو
خوشيءَ سان ڪن ٿا. سندن من ۾ پڳوان جا چرن براجمان آهن ۽ اُهن جو ڌيان
ڪندا آهن- جيڏي مهل به رام حڪم ڪري ٿو، اوڏي مهل اهو مڃين ٿا.



پالرن سان جا رام جي پريت سدا سيکاري ڻن راڄنيت.
ڏسجن خوش سڀ شهرجا لوڪ دنيا جا ماڻن درلڀ ڀوڳ!

رام جي پالرن سان بيحد پريم آهي، هو کين راڄنيتي معاملا سلجهائڻ
سيکاريندو آهي. شهر جا ماڻهو به رام جي راڄ ۾ مها آنند ماڻين ٿا ۽ دنيا ۾ جيڪي
سک بي لاءِ درلڀ آهن سي ايوڌيا واسي سڀ ڀوڳين ٿا.



سنان سرجوُ پربات ڪري سنت سڀا رهن ڌيان ڌري
وسشٽ ڪٿا ويد پراڻ وڪاڻي رام ٻڌي، لوڙي سڀ جاڻي.

پربات جو سرجو نديءَ ۾ سنان ڪري پوءِ ست سنگ ۾ ويهندا آهن جتي
وسشٽ گرو ويدن ۽ پراڻن جي ڪٿا ڪندو آهي. رام لوڙي اهو سڀ ڳالهيون

ڀڳوان جي صلاح ۽ نيت جي ڳالهه سمجهي ۽ ڀڳوان کي دل ۾ ڌارڻ ڪري روانو ٿي ويو. رام هرهڪ باندر سان ڳلي لڳي موڪلايو ۽ عزت آبرو سان سڀني موڪلاڻي پائڻ سميت گهر موڪلي آيو.



چرن ڇهي سگريو سڌير چيو هنو ٿي گهڻو ڪنيير
ڏينهن ڪري ڏهه پريو سيوَ چرن توهان جا پرسيان ديوَ

هنومان ۽ انگد جا چرن پڪڙي ڪيس وينتي ڪئي ته فقط ڏهه ڏينهن موڪل ڏيو ته پريو جي سيوا ڪري پوءِ اچي توهان جي سيوا ۾ حاضر ٿيندس.



ڀاڳوان آن تون هنومان نصيب تنهنجي ۾ سيوَ ڀڳوان
چئي ائين سوهليو ويو ترت چڱو انگد ٻڌ اي هنومنت

سگريو چيو ته اي هنومان، تون ڀاڳوان آهين. تنهنجي نصيب ۾ ڀڳوان جي سيوا لکيل آهي. پر تون الي رهه. ائين چئي سگريو روانو ٿي ويو.



چئي ائين هليو ويو انگد آيو پوءِ هنومان
پريت خبر ڪولي ڪئي ٿيو مگن ڀڳوان.

انگد ۾ روانو ٿي ويو. پوءِ هنومان موٽي آيو ۽ سگريو سان موڪلاڻي آيو. ڀڳوان سان سندن پريت جو ورڻانت ڪيائين. ڀڳوان اهو ٻڌي ڏاڍو پرسن ٿيو.



ڀڳوان ڪرپال سڏيو نشاد پوشڪ وستر ڏنا پرساد
گهر وڃي ڪر منهنجو سمرن ڪرم وچن ۽ پڻ سان من.

ڀڳوان پوءِ نشاد کي سڏايو ۽ ڪيس سٺا پوشڪ ۽ سندر وستر پرساد ڪري ڏنائين. ڪيس آڳيا ڪيائين ته ڌرم انوسار جيون گذار ۽ منهنجو سمرن ڪندو رهه.



پيارو مونکي پرت جيئن ڀائي رهه ايندو پُر اَوڌ سدائي
ٻڌي اِهو ٿيو آنند ڀاري نير ندي نيڻن مان هاري.

اي مترو، هاڻي توهين پنهنجي گهرن ڏانهن وڃو ۽ نيم سان وڃي منهنجو سمرڻ ڪريو. مونکي سڀ ڪجهه ڄاڻڻ وارو ۽ سڀ جي ڀلائي چاهيندڙ سمجهي هرهڪ سان پريم سان ورتو.




پريو وستر ۽ زيور گهرايا آگيا ڏني: سڀ وڃڻ پهرايا!
پهرايو ويو سگريو پهرين هٿن سان ڀرت وڏيو جيئن جيئن

ڀڳوان پوءِ سندر وستر ۽ پوشڪ گهرايا ۽ آگيا ڏني ته هنن سڀني کي پهرايو. ڀرت ته پنهنجي هٿن سان سگريو کي سندر ڪپڙا ۽ زيور پهرايا.




پرڀ آگيا سان لڇمڻ پهرايو وڀيشڻ، رام من جو ڀايو
انگد ويهي رهيو مات ڪري پريم پسي رام دل ٺري.

پوءِ جي آگيا پاتي لڇمڻ وري وڀيشڻ کي هٿن سان سندر وستر اوڍايا ۽ اُتم ۽ راجائي پوشڪ پهرائي ۽ ڪلهن تي وڌا ۽ جيئن رام آگيا ڪندو وڃو ليئن ڪيس سينگارڻ لڳو. انگد ته بلڪل مات ڪري هڪ ڪنڊ ۾ ويهي ڏسڻ لڳو. ڀڳوان هن جي اندر جي پريم کي ڏسي ڏاڍو گدگد ٿيو.



جامونت نل نيل سڀ پهرايا رگهنات
دل ڌاري رام سروپ پڻ ويا نمائي مات.

جامونت، نل، نيل، آد باندرن کي وري رام پنهنجي هٿن سان پهرايو! سڀ رام جو نالو سمري روانا ٿيا.




چيو انگد ٻڌ اي سک سنڌو دين ديال دکين جا بندو
مرڻ وقت چيو منهنجي پتا رکو انگد پنهنجي شرن سدا.

انگد پوءِ ڀڳوان کي چيو ته اي سک جا سمنڊ، ديهن ۽ دکين جا پرتپال، منهنجي پتا مرڻ جي وقت توهان کي وينتي ڪئي هئي ته انگد کي سدائين پنهنجي چرڻن ۾ رکجو، ياد اٿو؟



شرناگت پنهنجو برد سنڀاري
ڇڏيو نہ مونکي ڀڳي جي پناري .
منهنجا گروء پڻ پت ماتا کيئن وڃان ڪنهن ڀڳي دروانا؟

اي ڀڳوان، جنهنجو سنسار ۾ ڀيو ڪير بہ نہ آهي الڪي لون شرن ۾ رکين لو. پنهنجو برد سنڀاري مونکي نہ ڇڏيو. منهنجا گرو، پتا، ماتا سڀ ڪجهہ توهين آهيو. مان ڪنهن ٻئي جي در تي وڃان ٿي ڇا لاء؟



عرض ويچاري ڪريان ڀڳوان ضرورت منهنجي گهر ۾ ڪانہ.
ٻار ٻي سمجهہ اگيان ٻل هيڻ شرن رکو پنهنجي سمجهي ڏين

سان ويچار ڪري ٻڌي ٿي وهتي لو ڪريان نہ منهنجي گهر ۾ ضرورت ڪهڙي آهي؟ مونکي ٻي سمجهہ ٻالڪ سمجهي شرن ۾ رکو!



نيت ڀريا شبد انگد ٻڌي رگهوپت رام سڏير
لاٿو ٻريو هرديہ اُتي آٿي اکين ۾ نير.

انگد جا اهي ليمہ ڀريا وچن ٻڌي ڀڳوان کيس اُلي ڪئي ڇاتيء سان لڳايو. ڀڳوان کي اکين ۾ ڳوڙها اچي ويا.



گل مالا ۽ ڀيون مٽيون انگد سڀ پهراء
جدا ٿيندي ڀڳوان کان گهٽي قدر سمجهاء.

انگد جي وچن ۾ اتو ڀريہ ڀريل هو جو ڀڳوان پنهنجي ڳچيء مان هيرن جي مالا ۽ ٻيا سڀ مٽيا لاهي ڪئي انگد کي پهرايا. کيس گهڻو سمجهائي پرچائي موڪل ڏني.



ويو ڏسي رخ وندن ڪري پيڻ رڏي ۾ چرن ڌري
گهٽي آدر سان سين پهچايو ڀائرن سان گهر موٽي آيو.



اتي ڏيـن ملين ڏکي نت ئي
جن جي من چرن پريت نہ ٿي
گھڙي هڪ سهارو ڪٿا جنڪـي
پريہ سنت اننت سـدا ٿنڪي

جن انسانن کي ٿنهنجي چرنن ۾ پريت جو پاءُ اندر ۾ نہ آهي، سي سدائين ڏکي ۽ من ملين رهن ٿا. پر جن کي ٿنهنجي چرڻ ۽ ڪٿا جو سهارو آهي اهي لوڪي سدائين ڏاڍا پيارا لڳندا آهن.



مُـن مَن ڪمل ڀنورا مـــل ڀڄـي
رگھوير مهارڻ ڏير ڦري ڏينهن سڄي
لو نانءُ جپيان نمان اڳيان هري
پوَ روڳہ مهامد مانُ ڀـري ڪري.

اي يگوان منين رشين جا من ڪمل گل سمان آهن، جنجي ڀوڏاري لـون سڄو ڏينهن ڦيرا ڏيندو آهين! مان بہ ٿنهنجو نالو شرڌا سان وٺندو آهيان ۽ مان ايمان کي ڇڏي لوکي پرڻام ڪريان ٿو.



وار وار ور گهران اهو خوش ٿي ڏي شري رنگ
چـرن ڪمل شرڌا رهي ڀڳتـي سـدا ست سنگ!

يگوان مان لوڪان اهوئي ور ٿو گهران ۽ گهڙيءَ گهڙيءَ وينتي ٿو ڪريان تہ مون ۾ ڀڳتيءَ جي جوت جڳاءِ ۽ سڄڻ پرشن جو سنگ پراپت ٿئي جو ڪڏهن بہ نہ ڇٽي ۽ من ۾ ٿنهنجي چرن ڪمل ۾ شرڌا وڌندي رهي.



نر جيڪي نت ڳائن پڏائن سک سمپت هر ريت ٿا پائن
ڏک ڏرليپ ۽ جو سک جڳہ ۾ انت ڪال رگھپت پُر وڃي.

جو انسان من ۾ سيني لاءِ شڀ ڪامنا ڌاربدو آهي ٿنهنکي سدائين سک



پرڀ ڏسي خوش وسشٽ ٿيو آڳيا ڪئي دوير تخت ڏيو
سوريه سمان ائين پيو چمڪي ڪري پرنام وڃي ويٺو مٿي

ڀڳوان کي ڏسي وسشٽ جو من پرچي آيو. هن آڳيا ڪئي ته رام لاءِ هڪ اُتم ۽ اٿل سنگاسن آندو وڃي. پوءِ جڏهن سنگاسن آيو تڏهن اهڙيءَ سورج وانگر چمڪاٽ ڪندڙ تخت تي پرنام ڪري وڃي رامچندر ويٺو.



جنڪ سُتا ۽ شري رگهرائي ڏسي خوش ٿي سڀا سڄيائي
ديو منتر پوءِ برهمڻن اُچريا گل ديون جا مٿان ڪريا.

شري جانڪي جي ۽ رام سنگاسن تي براجمان آهن. ديوتائون ۽ منش ڪين ڏسي پنهنجا نيتر سڦل ڪن ٿا ۽ پوءِ برهمڻ ودڌيءَ موجب ويدن منتر اُچاريا ۽ تلڪ جو ڪارج ڪرڻ لاءِ اُٿيا. ديوتائن مٿان گل ڇٽڪاريا. چوڌاري جيه جيه جا آواز اچڻ لڳا.



پهريون تلڪ مُن وسشٽ ڪيو برهمڻن سڀن جيه جيه چيو
تلڪ ڏسي ڪن خوشي ماتائون ڪري اُپما آسيس ڏنائون.

پهرائين تلڪ وسشٽ مني ڏنو ۽ پوءِ برهمڻ ڀڳوان جي جيه مڃائي. تلڪ مهل ماتائن جي خوشي ورڻن ٿي نٿي سگهجي. سڀني ماتائن ڀڳوان جي وڏائي ڪري آسيس ڏني.



ديو سڀي اُپما ڪري ويو هرڪو پنهنجي گهر
ويد آيا ڀٽ ويس ۾ جت هو رام اَمر

سڀ ديوتائون جدا جدا نموني اُپما ڪري گڏ ٿانيندا گهرن روانا ٿيا. ويد ڀٽن جو روپ ڌاري اُتي آيا جتي رام هو.



پرڀ سروگيه گهڻو ڪيو آدر نيت پرماڻ
خبر نه ڪنهن ٻئي کي پئي ڪرڻ لڳا گڻ گان.

ڀڳوان اهي جو آدر اهڙو پرمالي ڪيو. هتي ڪڏهڪي ان اها خبر ڪانه پئي ته هي ڪي ويد آهن! پوءِ ويد ڀڳوان جا گڻ ڳائڻ ۽ استت ڪرڻ لڳا.



جيه سگڻ رام نرگڻ سندر راڄ شرومڻ
دليت ڏهيسر ٻيا ٻه سپر پچ ٻل سان ڪيا ڪڻ
نراوتار پر سنسار بار لاهي دشٽ ڪيه ڪڇي
جيه پرڪپال پرڀ ديال تلسي سدائين جيه هڇي.

اي ڀڳوان اوهين سگڻ ۽ نرگڻ آهيو. سڀئي برهمانڊ ليءِ توهنجو راڄ ۽ توهنجي جيه هجي. راوڻ دليت ۽ ٻيا ٻلوان دشٽ پاهو ٻل سان ماري سڀني سنسار جو بار لاهي توهان دشٽن جي ڪيه ڪئي. تلسيداس چوي ٿو ته شل توهنجي جيه هجي ۽ توهنجي سڀني مٿان ديا هجي.



ڏسندي سيني ويد سڀ ڪري ونيه ٿيا اَلوُپ
انترڌان سڀ ٿي ويا ويا هليا برهم لوڪ

اهڙيءَ طرح سڀني جي ڏسندي ڏسندي ويد اصل استان برهم لوڪ ۾ الوپ ٿي ويا. ڪنهن کي به خبر ڪانه پيئي.



ڪهٽا روڳه ويوڳ پل دل اندر
چرن نر آدر ڦل برابر جيئڻ دس ڪنڊر
پيو سنڌ اڳاڌ پوي نر ڪنهن ۾
چرن ڪمل پريم نه آهي جنهن ۾

ڀڳوان ڪانهي پي مڪ آدمي ڪهٽالي روڳ سهي او جيئڻ راوڻ پجاڙيءَ جو دک ڏنا. انسان سنسار جي اڳاڌ ساگر ۾ ٻولدو جو سندس پيچن ته ڪندو ۽ ڪانهن پي مڪ ليندو.



سيني سڙڪن سڳند ڇڙڪاري ڳج مڻ ناهي چونڪ سينگاري
هرهنڌ لوڪن خوشيون ملايون وچن واڇا گهرجايون سجايون .

سيني سڙڪن ۽ رستن تي سڳند ڇڙڪاري خوشبوء ڦهلائي ويئي ۽ هرهڪ چونڪ کي سينگاريو ويو . سڀ ڪنهن جي منهن تي آنند ڇانيل هو . واڇا لاءِ وڳا ۽ گهرن ، دڪانن ، بازارين کي سجايو ويو .



جڏهن پيگوان گهر پنهنجي ويو ناري نر ڏسي خوش ٿيو
سيني برهمڻن کي وسشٽ گهرايو ڏينهن اڄوڪو شڀ منايو .

ڀڳوان جڏهن پنهنجي گهر ويو تڏهن سڀ پرش ۽ نارين خوشيءَ مان جهومڻ لڳا . گرو وسشٽ سيني برهمڻن کي گهرائي ڇيو تہ اڄوڪو ڏينهن شڀ ڏينهن ڪري منايو .



ديو سينئي پڻ اڄ انشاسن رامچندر اچي وهي سنگاسن !
مني وسشٽ جا وچن سندر سين برهمڻن جي ويا اندر

اڄ سڀ ديوتا منائي رامچندر کي سنگاسن تي وهاريو . سيني برهمڻن کي وسشٽ جا اهي وچن ڏاڍا وڻيا ۽ اهڙو انتظام ڪيو واو جئين انهيءَ ڏينهن رام سنگاسن تي واهي !



گهڻن برهمڻن جو اِهوئي رايو اڄ ئي تلڪ ڏيو دير نہ لايو .
پڻ سکدائي ملڪ سڄي ڪنهن ڪارڻ پالا دير ڪجي ؟

سيني برهمڻن جو اِهوئي رايو هو تہ رام جو راڄ تلڪ اڄ ئي ڪجي جو سڄي سنسار لاءِ سکدائڪ ثابت ٿيندو . دير ڪرڻ جو ضرورتي ڪهڙو آهي ؟



مُن چيو وزير کي رٿ گهوڙا ڪريو تيار
سندر سجايو پالڪيون هاٿين پايو هار .

پوءِ وڏي وزير کي آگيا ڪئي هٿين رٿ ۽ گهوڙا تيار ڪرايا، پالڪيون سينگارايون ۽ عاليشان ڪي به گهڻيءَ پر ٺهرايا.



جتي لتي مڪا دوت پٺ وسٽ منگل ڪري ڳڌ
ادب آدرسان وسشٽ چرن ڇهيا اچي ڏيئي سڌ.

جڏهن ليڏايون دوت موڪليا ويا ۽ سڀ منگل جون شڪون ڪيون ويون، پوءِ ڀڳوان مني وسشٽ اڳيان پرنام ڪيو.



سين سيوا جي ڪر لڳايو سگريو انگد کي سنان ڪرايو
پــرت گهرائي رام گهر مان جٽا اُتاري شيءِ هٿن سان

ڀڳوان پوءِ سڀني کي سيوا جي ڪم ۾ لڳايو ۽ آگيا ڪئي ته سگريو ۽ انگد کي سنان ڪرايو. پوءِ، جو گهر ۾ هو، ڀرت کي گهرائي، ڀڳوان پنهنجي هٿن سان جٽا لاٿي.



ڪئين جنائون پنهنجون ڀڳوان گر آگيا پائي ڪيو سنان
ڀري پوشڻ ديـوت سڄي ڪروڙين ڪامديو ڪيا لڄي!

رام پوءِ پنهنجون جٽائون به ڪاٽي ۽ گروءَ جي آگيا وٺي سنان ڪيو. سڄي ديهءَ کي زيورن سان اهڙو ته سينگاريو جو ڪروڙين ڪامديو به اها ڏسي شرمند لڄي ٿيا!



سسين هٿن سان جانڪي ڪرت سنان ڪراءِ
پوشڻ اُتم ڪپڙا سندر پائي اُتم بڻاءِ.

پوءِ سسن جانڪي ماتا کي ڏاڍي لاڏ ڪوڏ سان سنان ڪرايو، اُتم پوشڻا ۽ سندر ڪپڙا پهرائي خوب سندر ٺاهيو!



سيتا ملي سان سُکن سين چرن ڌوتا ست سان سندن
ڏني آسيس ۽ پڇي ڪشلتا سڀاڳ ٻڌيو رهي ٽنهنجو سدا.

جانڪي سيتي سکن سان ملي ۽ سندن چرڻ ڌوتا. سڀن ۾ ڪشلتا پڇي
۽ آسيس ڏني ته سدا تنهنجو سڀاڳ نوسان ٻڌيو رهي.



سڀ ماتائون چرن ڏسن آنند ڳوڙها نيڻن روڪن
سونن ٿالهن ۾ آرتي اُتارن ڳهڙيءَ ڳهڙيءَ پرڀ ديھ نهارن.

سڀ ماتائون هر هر پڳوان جي چرڻن کي ڏسي ليون ۽ آنند جي ڳوڙهن کي
اکين ۾ ئي روڪي ليون ڇڏين. پوءِ سونن ٿالهن ۾ آرتي لاهي ڪٽي آيون ۽ ڳهڙي
ڳهڙي پرڀوءَ جي سرير ڏي ڏسي ليون.



هرديه ويچارن ڳهڙيءَ ڳهڙيءَ ماريو ڪيئن هوندو راون لڙي!
پٽ اسان جا اڃا ٻـه ٻار ڏئيتن ٻـل آ ڀيا اپـار.

دل ۾ ويچار ليون ڪن ته ڪيئن ڳهڙي ٻلوان راوڻ کي ماريو هوندو.
اسان جا پٽ ته اڃا ٻار آهن، سندن واهي مان ڪير پيو وڃي ۽ هوڏانهن دئيت
ڀيا ٻلوان هئا.



وڀيشڻ سگريو ۽ نـل نيل جامونت انگد شي شيل
هنومان سڀ بـانـدر ويـر ڌريا منوهر منش شرير!

وڀيشڻ، سگريو، نل ۽ نيل، جامونت، انگد ۽ هنومان ۽ ٻين وير باندرن
منش شرير ڌارڻ ڪيو ۽ سندر ٿي لڳا.



ڀرت سنيھ ۽ شيل ۽ نيم سيئي سارهائن اُتم پـريم
پرواسين جي ڏسي پڻ نيتي سيئي واکاڻن پرڀ پد پريتي!

سڀ ڀرت جي سنيھ، شيل، نيم ۽ پرڀ چرڻن ۾ سندس پريم کي سرهائن

پوءِ رام ۽ لڇمڻ ڊوڙي وڃي گروءَ جا چرن ڇهيا. وسشٽ ٻنهين ڀائرن کي واري سان گلي لڳايو. گروءَ پوءِ رام کان ڪشلتا پڇي. رام چيو ته اي ڀڳوان، اسان جو ڪشل توهانجي چرڻن جي خاڪ ۾ ئي اٽڪل آهي!



برهمڻن سان ڪئي نمسڪار ڌرم ڌريندر سڀ پرڪار
ڀرت ڇهيا اچي پريو چرن ڌري شو ڏيان سدائين جن!

رام پوءِ سڀني برهمڻن سان نمسڪار ڪئي. پوءِ ڀرت اچي رام جي چرڻن تي ڪريو، جن جو شو ۽ رات ڏينهن ڌيان ڪندو آهي!



اکڙين جل وهي اڇهل سرير نه خوشي سمائي
تن لوڪن ڌڻي مليو ڀرت کي هرديه رام لڳائي
ڀرت ملي پريم سونهي پلي اُپما سگهي نه ورڻي
پريم سينگار چڙهي تن ڌار مليا مٿي تلسي ڌرڻي.

ڀرت جي نيڻن مان جل وهي رهيو هو. ۽ سرير ۾ اڻ آنند هرس. ٽنهي لوڪن جو مالڪ رام ڪيس مٿي ڪٽي گلي سان لڳائي ٿو. تلسي داس چوي ٿو ته ڀڳوان ڀرت تي اهڙو محبت ٿي پيو ۽ اهڙو سندر پيو لڳي جو ان جو ورڻن ڪري نٿو سگهجي ۽ تلسي داس چوي ٿو ته چڙهيو پريم ۽ سينگار ديهه ڌاري گڏجي رهيا هئا.



پريم مليو پاءِ شترگهن پريم سان ردي لڳاءِ
لڇڻ مليو پڻ ڀرت سان خوشي نه من سماءِ.

پريو وري پاءِ شترگهن سان مليو ۽ ٻئي هڪٻئي کي ڇاتيءَ سان لڳائين ٿا. لڇمڻ وري ڀرت سان مليو ۽ خوش ٿيو.



ڀرت لڇڻ سان پاءِ ملايو سڄو ورهه جو درد ڀلايو.
سيته چرن پڻ ڀرت ڇهيا ٻئي ڪرتارٿ پاءِ ٿيا.

منهنجي جيون جي آڌار جي اچڻ ۾ باقي هڪ ڏينهن اڃا رهيو آهي ۽ اڃا تائين ڀڳوان نه پڌاريو آهي! مان سمجهان ٿو ته ڀڳوان هن داس کي ايئن سڃاڻي ڀلائي ڇڏيو آهي!



من منهنجي آ گهڻو ڀروسو ملندو رام، شڳن آ خاصو
گذريو وقت ۽ رهيا پران آڌر نه جڳ ڪو منهنجي سمان!

منهنجي اندر ڪي وشواس آهي ته ڀڳوان ضرور ملندو ۽ جلد ملندو. ڇو جو سڳن ڏاڍا خاصا آهن. چوڏهن ورهيه پورا ٿيڻ تي جي ڀڳوان نه آيو ته پوءِ جڳ ۾ مان جهڙو سنسار ۾ هڪ ناڪام جيو آهيان!



رام ورهه ساگر اندر ڀرت ٻڏي رهيو هاڻ
برهم روپ ڌري هنومان ويو ڪرڻ ڀرت کي جاڻ!

هاڻي ڀرت، رام جي وڇوڙي ساگر ۾ ٻڏي رهيو هو. جدائي سهڻ کان ٻاهر هئي. ايتري ۾ هنومان، هڪ برهمڻ جي روپ ۾ ڀرت جي اکيان اچي بيٺو. ڀرت لاءِ هنومان هڪ جهاز هو جو ڪيس سمنڊ مان اجهاڻ آيو هو.



ڪش آسڻ ويٺل ڏٺو جٽا مڪٽ ٻل هيڻ
رام رام رگهوپت جپي جل اکين پرويڻ!

هنومان ڀرت جي کي ڪش آسن تي ويٺل ڏٺو. سندس مٿي تي جٽائن جو مڪٽ ٺهيل رهيو هو ۽ سرير بلڪل ايل هوس. رام رام ٻڌي جپائين ۽ سندس اکين مان جل جي ندي وهي رهي هئي.



ڏسي ڀرت هنوءُ خوش ٿيو سمن بدن اک جل ڀريو
سڳوي نه ماپي من خوشي چيا وچن هنومان ڏسي.

ڀرت کي ڏسي هنومان خوش ٿيو ۽ اکين ۾ پاڻي اچي ويس ۽ خوشي ۾ من ڦولجي ويس.




سيبڪي جڏهن پيا سرڳ ساراهائن  ويد پراڻ تنهين ڳڻ ڳائن
پريه اوڌ سون اهون سين ڪان  پيد جاڻي ڪوهڪ لکن مان

سڀني ويد ۽ ديوتا سرڳ کي ساراهيندا آهن ۽ عام ماڻهو به ان جي مهما ڪندا آهن. پر مونکي اجوڌيا سڀني سرڳن کان وڌيڪ پيارو آهي. اهو ڇو؟ ڇاڪاڻ ته جنم ڀومي، جنني جهڙي پياري ٿيندي آهي. اها شهر اوڙن کي آهي!




پــريــم نيايت اوڌ پُرواسي  جنمڀوم ۽ پڻ سک راشي
خوش ٿيا باندر ريڇي پريپ واڻي  ڌنيه اوڌ جا رام واکاڻي!

شهر جا ماڻهو ۽ بي هر هڪ شيءِ به مونکي پياري آهي! هي جنم ڀومي آهي جا سڀني سکن ڏيڻ واري آهي. اهو ٻڌي سڀ باندر وار ڇرڻ لڳا ته ڌنيه آهي اجوڌيا، جنهنجي مهما شري رام پنهنجي مک مان ڳائي آهي.




ايندو ڏٺو پرجا سڀئي  ڪرپا سنڌ ڀڳوان
شهر نڪٽ آيــو جڏهن  لاٿو هيٺ ومان.

ڀڳوان ڪرپا جي ساگر، ڀڳوان ومان مان پرجا ۽ گروءَ ۽ پرجا کي ايندو ڏٺو ۽ ومان به شهر جي ويجهو اچي پيٽو لڏهن ڪيس هيٺ لاٿو ويو.




پرت سان آيا پيا سڀ لوڪ  ديل سرير ڪيا جن ويوڪ
واهديو وسشٽ مُن نايڪ  ڏرن ڏريا ڏن باڻ أمالڪ.

پرم سان سموري خلق ڪڏ هئي، جن جا سرير رام جي ويوڪ ۾ ڏاڍا ڏٻرا ٿي ويا هئا. وسشٽ مني ۽ وامديو ۽ ٻين سڀني پنهنجا ڌنش باڻ ڌرتيءَ تي رکيا ۽ ادب کان اچي هٿ جوڙي رام ڏي وڌيا.




رام ڀورڙي گــرچرن ڇهيا  سيبه لڇڻ ڀــڻ ساڻ هيا
ڪشل پڇي پوءِ شري منراءِ  ڪو چرنن رج ڪشل سماءِ.

منهنجي جيون جي آڌار جي اچڻ ۾ باقي هڪ ڏينهن اڃا رهيو آهي ۽ اڃا تائين ڀڳوان نه پڌاريو آهي! مان سمجهان ٿو ته ڀڳوان هن داس کي نيچ سمجهي ڀلائي ڇڏيو آهي!

من منهنجي آ گهڻو ڀروسو ملندو رام، شگن آ خاصو
گذريو وقت ۽ رهيا پران آدم نه جڳ ڪو منهنجي سمان!

منهنجي اندر کي وشواس آهي ته ڀڳوان ضرور ملندو ۽ جلد ملندو، ڇو جو سگن ڏاڍا خاصا آهن. چوڏهن ورهيه پورا ٿيڻ تي جي ڀڳوان نه آيو ته پوءِ ڄڻبو ته مان هن سنسار ۾ هڪ ناڪام جيو آهيان!

رام وِرهه ساگر اندر ڀرت ٻڏي رهيو هاڻ
برهم روپ ڌري هنومان ويو ڪرڻ ڀرت کي جاڻ!

هاڻي ڀرت، رام جي ويوڳ ساگر ۾ ٻڏي رهيو هو. جدائي سهڻ کان ٻاهر هئي. اتي ۾ هنومان، هڪ برهمڻ جي روپ ۾ ڀرت جي اڳيان اچي بيٺو. ڀرت لاءِ هنومان هڪ جهاز هو جو کيس سمنڊ مان ٻچائڻ آيو هو.

ڪُش آسڻ وينل ڏٺو جٽا مڪٽ ٻل هيڻ
رام رام رگهوپت جپي جل اکين پرويڻ!

هنومان ڀرت جي کي ڪش آسن تي وينل ڏٺو. سندس مٿي تي جٽائن جو مڪٽ شوڀي رهيو هو ۽ سرير بلڪل نٻل هوس. رام رام ٻڌي جپيائين ۽ سندس اکين مان جل جي ندي وهي رهي هئي.

ڏسي ڀرت هنوُ خوش ٿيو سنت بدن اکيون جل ڀريو
سڳوي نه ماپي من خوشي ڇپيا وچن هنومان ڏسي.

ڀرت کي ڏسي هنومان خوش ٿيو ۽ اکين ۾ پاڻي اچي ويس ۽ خوشي ۾ من ٺرڻ لڳي ويس.



رهيو اڃڻ ۾ ڏينهن هڪ رام لاءِ آئــر لــوڪ
نر نارين سڀ سوچ وس سگهن سهي نه ويوڪ.

نگران جي نواس جو مدو باقي هڪ ڏينهن اڃي رهيو هو. ماڻهو سندس درشن ڪرڻ لاءِ ڏاڍا آتا هئا. نر لوڙي تارون سرج ۾ هئا ته ڪٿ نگران ۾ري واسم لي اڃي پڌارهي. سندس وڇوڙو سهاري نه پيا سگهون.



ٿيڻ لڳا سڀ سگن شڀ من پرسن ٻڻ جــن
نگــر ٻهڪي چؤڦير سڪ پڌندي رام اچــڻ!

سڀ شب سگن ليڻ لڳا لهڪري ماڻهن جي من کي آنند هو ۽ چوڏاري سڪ ڦهلجي وئي. ڪوئيون جڻ ڪلڻ لڳيون. جڻ ته اهي سگن نگران جي پڌارڻ جي سوچنا ڏيئي رهيا هئا.



ڪوشليا جان سڀ مائرون ڏسن، اچي جو جـو
رام آيــو سيڻ پيــاءَ سان چوڻ چاهي جڻ ڪو!

ڪوشليا سميت سڀ مائرون ته اهڙي اميد رکي ويٺيون هيون جو جڻ ته اهڙي مان ڪو چئي رهيو آهي ته شري رامچندر، سيتا ۽ ڀاءُ سميت اجوڌيا ۾ پڌاريو آهي!



اک پرت ساڄي ڦــري شڀ ســگــن اڻياڻ
من خوشي آئــي گهڻي جن سوچن پيا پــاڻ.

ڀرت مهاراج جي به ساڄي اک ڦرڻ لڳي ۽ سندس من آنند سان ڀرجي ويو. منش به سوچڻ لڳا ته اجهو رام آيا!



هڪ ڏينهن باقي عمر آڌار سمجهي، من دک ٿيو اپــار
سبب ڪهڙي اڃا ناٿ نه آيو نيچ جاڻي آ داس وسرايــو!

شري گڻيشاءِ نمہ

## گوسوامي تلسيداس

ڪرت

# رامايڻ

## اُتر ڪانڊ



جنهن ڪرپا مَن شُڌ ٿئي ڏئيت پار مَن ناهہ
ڇٽي نہ سگهجي جو سک ملي ُگنگو جيئن گڙ کاءِ

جنهن ڀڳوان جي ڪرپا سان مَنش جو هردو پورو ٿيندو آهي ۽ ڀانيءَ جا خيال هٽي ويندا آهن ۽ جنهنجي ڀڄن ڪرڻ سان بيان ڪرڻ کان ٻاهر سک ملندو آهي تنهنجي مهما ڪري نٿي سگهجي. جيئن گنگو ماڻهو گڙ جو سواد ورنن ڪري نٿو سگهي.



وشوُ روپ ونديان جانڪي جنهن چرنن برهمانڊ
ڇوان سرل ڀاشا سندر تلسي اُتر ڪانڊ

جڳت ماتا جانڪيءَ جي چرنن ڪملن ۾ آءٌ مان سر ٿو نوايان ۽ هتي سرل ڀاشا ۾ اُتر ڪانڊ پيش ٿو ڪريان. تلسيداس چوي ٿو ته سُٺل هن اُتر ڪانڊ جي ڀاشا سڀ ڪنهنکي سندر ڏسڻ ۾ اچي.



وماں سڏوئي اُنهي هنڌ آيو    دنڊڪ بن جٽ آني سهايـو
اگست مني ۽ رشي ٻڌوان    ويـو رام هڪ هڪ اسٿان .

وماں ٻوء جلدي دنڊڪ ان ۾ آيو جتي سونهن ڀڻي وسي. اگست مني ۽ ٻين رشين جي اسٿان تي رام وڃي سيني سان پرنام ۽ مڪا ميلاو ڪيو .

رشين منين کان وٺي آسيس    چترڪوٽ آيـو جگديش
رشين منين سنتوش ڪرائي    وماں هليو اُتـر ڪُنڊ سڏائي

اُتان رشين منين کان آسيس وٺي ٻوء وري چترڪوٽ آيا ۽ رشين منين کي آنند ڏنائون . ٻوء اُتر جي ڪنڊ ڏي وماں اُڏاڻو .



رام وري اچي جانڪي ڏيکاري    ڪل مل هرڻـي جمنا پياري
وري ڏيکاري مـاتـا گنگا    رام چيو "ڪر وندن سيتا"

اُتان تي وري جمناندي ڏيکاري جانڪيءَ کي چيو تہ هيءَ ندي سڀ پاپ ناس ڪندڙ آهي . ٻوء وري شري گنگاندي تي آيا . رام سيتا کي چيو تہ گنگا جيءَ کي وندنا ڪر .



وري آيا اُتان تيرٿ پرياڳ    ڏسڻ سان جنهن جي ڪُلن ٿا پاپ
وري ڏيکاري اُتم ترويڻي    سرڳ جي ڏاڪڻ ۽ دک هرڻي .

ٻوء وري پرياڳ ۾ آيا جنهن جي درشن ڪرڻ سان پاپ ڪلن ٿا ۽ جتي سرڳ جي ڏاڪڻ ترويڻي اُهي تي .



ڏني آسيس سيتا کي گنگا    سهاڳ رهي شل تنهنجو اڀنگا
اهو ٻڌي جلد آيو نشاد    لنگهيا ندي هئا جنهن پرساد

پرسن ٿي گنگا ماتا سيتا کي آشيرواد ڏني تہ شل تنهنجو سهاڳ اٽل رهي . نشاد اهو ٻڌي ۽ پرڀو آيو تي ڊوڙي آيو .



چڏيو ردي لڳاءِ ڪرپانڌان سجان سيهه پتي
ويجهو ڪري وهاءِ پڇي ڪشل نشاد ڪئي وينتي ا
ڏسي چرن ڪمل ٿيا سڀ ڪُشل شو برهما جن پوڄن
سڪ ڌام پورن ڪام رام نام شل قائم هجن .

ڀڳوان نشاد کي هردي سان لڳائي ڪشل پڇيو. نشاد چيو ته توهان جي چرڻن ڏسڻ سان ئي سڀ ڪشل آهن. شِل لڇمڻ ڀرت ۽ سدائين جيڪو رهان. لوکي نمسڪار ڪريان ٿو.



سڀ پرڪار نيچ نشاد تنهن پرت سر هردي لائي
مت مند تلسيداس سو موهه وس وسرائي
اهي چرتر پوتر رام پد پريت رهي من سدا
ڪام سني وگيان ملي سُر سڌ گيائن مُدا

نيچ نشاد کي ڀڳوان هر هر هردي لڳائي ٿو جيئن پريم کي لڳائيندو آهي. تلسيداس چوي ٿو ته مورک انسان اهڙي ڀڳوان کي وساري ٿو ڇڏي. سڀ گيان ۽ وگيان ڏيندڙ ڀڳوان جي مهما ڳائن ٿا.



يڌ وجيه رگهناٿ جا چرتر پڙهي چت لاءِ
وجيه وگيان نيڪي ملي ساڻ ڪرپا رگهراءِ.

لنڪا ڪانڊ سمپت

وڀيشڻ اهي وستر پوشڻ هيٺ ڪيرائي ڇڏ. باندر ۽ رڇ اهي ڪڍڻ لڳا ۽ وات ۾ وجهي ورِي پٽ تي ڦٽا ڪن. رام، سيتا ۽ لڇمڻ اِهو ڏسي مشڪن لڳا. ڇڻ ڪه ڀڳوان ڪيلاڙي وارو کيل ٿو ڪري!



رڇ باندر وستر زيور پائي هلي آيا جت رام سڏائي
انيڪ قسم جا بانــدر ڏسي رام سيپه ٿئي گهڻي خوشي

باندر ۽ رڇ اهي زيور ۽ ڪپڙا پائي رام وٽ آيا. رام ۽ سيتا باندرن جا گهڻا قسم ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا.



رڇ باندر ٻي فوج سڀ ردي رکي روپ رام
مَن خوشي ڌاري گهڻـي ويــا ڪندا پرڻام!

رڇ باندر گهڻي خوشي مڻائيندا ۽ هردي ۾ رام جي منڙي مورت ڌاري پرنام ڪندا روانا ٿي ويا.



جاموٺت سگريو نل انگد ۽ هنومنت
ساڻ وڀيشڻ ۽ ٻيا باندر شير ٻلونت.

جامونت، سگريو، نل، انگد، هنومان، وڀيشڻ ۽ ٻيا ٻلوان باندر،



ڇئي نہ سگهن ڪجهہ پريم وس اکين ۾ آئـي جـل
دل رکـي مـورت رام جـي ڏيان ڪرن هڪ پل.

پريم جي وس ٿي پيا ۽ ڪجهي نہ پيا سگهن. سڀني جي اکين ۾ ٻرٻر جا آنسون هئا. دل ۾ سندن رام ٿي وسيو.



اتشيہ پريم ڏسي پڀوان سڀني کي چاڙهيو منجهہ وِمان
سڀني برهمڻن اڳيان سرنايو اُتــر طرف ومــان هلايو.

سڀني جي اندر ۾ تمام گهڻو سنيهہ ڏسي ڀڳوان سڀني کي ڪڻي ومان ۾

وڌاوڙا سڀني پوءِ ارڌمڻ کي پرنام ڪيو ۽ وماڻ اڙ دشا ڏي اڏاڻو.




اڏيو وماڻ ڪولاهل ٿـي سڀن موڪلايو "جيءِ رام" چئـي
اتي منوهر سنگاسن اوُنچي رام سيه ٻئي ويٺا اُنهيءَ لي.

وماڻ اڏامو ۽ سڀني کي هيٺ ڪولاهل ٿيو. پوءِ سڀني جيءِ رام چئي موڪلايو. تمام اوچي سنگاسن تي رام ۽ سيتا اراجمان ٿيا.




رام سونهي گڏ سيه الين ڪنوڻ ڪنڌي جبل سميرو جيئن
هلي وماڻ لکو جهڙو کبر کـل وساڻـن ديـو مڏيـر.

رام ۽ سيتا الين ٿـا سونهن جئين اجلي سميرو جبل ۽ چمڪات ڪندي آهي! پوءِ وماڻ لکو هاڻ لکو ۽ مٿان آڪاش مان ديوتائن گلن جي وڪا ڪئي.




سيتل سگـنڌ مند هوا هلي سمنڊ نديون ۽ تلاءَ سڀي.
سگن سڀي چوطرف ٿين نيپ نرمل ڏسي من پرسن!

سگنڌ، ٿڌي ۽ ملڙي هير لڳي رهي آهي. نديون ۽ تلاءُن جو جل نرمل ٿي پيو. سڀ شڀ سگن ٿيا ۽ چوطرف آنند جانءِ جي ويا!




ٻـل هيءَ سندر ڏسو اُڃا ڦاٽو شو سک ڌام
سيتا اڇن سان گڏ پريو ڪيو شنيءُ پرنام.

ٻکران سيتي کي چيو ته هيءَ ٻل اڃا آهي جتي شو جي استاپنا ڪئي ويئي هئي. ٻکران پوءِ سيتا ۽ لڇمڻ سميت پرنام ڪيو.




جتي جتي شري رام بن ڪيو واس وسـرام
سڀ ڏيکاريا جانڪيءَ ڪٿي سين جا نانءَ

ٻه ۽ اهي هنڌ جتي رام رهيو هو يا آرام ورتـو هو اُنهن سڀني جا نالا ڪري ٻکران سيتا کي ٻڌائڻ لڳو.

ڀڳوان ته ڪنهن به ڀيد ڀاوءَ کانسواءِ سڀني تي ديا ڪندو آهي. ڏسو نه
ماس آهاري ڳڌ ۽ شبري ڀيلڻي جهڙن پراڻين سوچيندو اها گتي پراپت ڪئي جا
رشين منين کي به مشڪل پراپت ٿيندي آهي!



اکنڊ ڀڳتِ وردان وٺي ڳڌ هليو هرڌام
ڪريا سندس هٿ سان ڪئي سِنڌُ سک شري رام

اکنڊ ڀڳتيءَ جو وردان وٺي ڳڌراج سرڳ ڌام پڌاريو. جنهن جو مرتڪ سنسڪار
سمورو شري رامچندر پنهنجي هٿن سان ڪيو.



سراپ ڏئي، ڪڍي ڪنور وچن    تڏهن به پوڄيو برهمڻ، ويد چون.
شيل گڻ هيڻ به برهمڻ پوڄجو    گيان پرويڻ نه شودر آڄو!

ويد چون ٿا نه سراپ ڏيندڙ يا ڪنور وچن چوندڙ برهمڻ جي به پوڄا
اوس ڪريو. گڻن کان خالي هجي ته به برهمڻ جي پوڄا ڪريو. گيان ڪيترو به
شودر هجي ته انجي پوڄا نشڦل ٿيندي.



ڪانءِ غليظ پر ڌرم جي ڀوڳيه    ڪرائي سنان ڌرم ڳڌيه اجوڳ
رام سمجهائي سڀ ڌرم چيو    چرن سنيهه ڏسي ڪيٽو خوش ٿيو.

ڪانءُ ڪيترو به غليظ هجي پر انجيءَ کي ڌرم ڪرم سان ڏهندو آهي.
پر ڳڌ کي ته سنان ڪرائي به نه ڏهو آهي. رام ڳڌراج کي ڪيترو نه ڏنو ۽
پنهنجي چرنن ۾ هنجو پريم ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو.



رگهوپت چرن ڪمل سرنائي    استان پنهنجي ڳڌ ويو سمائي
گت ڏني تنهن اُتم اپارا    شبري آشرم چرن پڌاريا.

هُو رام جي چرنن ۾ سمائي اُتم گتيءَ کي پراپت ڪري ويو. ڀڳوان پوءِ
شبريءَ جي آشرم ڏي پڌاريو.



گور شيام آيا آشرم شبري  پريم مان چرنن اچي چنبڙي .
مست وکي ٿي وچن نہ اُکلي  ھر ھر چرن ڇھي ۽ پڪڙي
آڻي پاڻي چرن ڌوئــي  خوش ٿي شبري آسڻ ڏئي

ھنن ٻالڪن کي ڏسي شبري ڊوڙي ۽ ٿي ڪري پيئي ۽ پريم ۾ مست ۽ مگن
ٿي وئي . وات مان لفظ بہ نٿي اُڪليس! ڀڳوان جا گھڙيءَ ٿورڙا ۽ پريم سان چرڻ
ڌوالين ۽ اُنھن آسڻ تي وھاريائين .



ڪند مول ڦل آڻي سندر  اڳيان رکيا شري رام
گھڻيءَ سڪ سان کاڌا سين  پريم پيت ڀڳوان .

گھڻيئي مٺا ۽ سندر ڦل ڦول شبريءَ ڀڳوان کي پيش ڪيا، جي ھن قبول
ڪيا ۽ پريم جي پيت سمجھي چاھ سان کاڌا .

ھٿ جوڙي اچي بيٺي اڳيان
پريت گھڻي ڪجھ ڪهي نہ سڪان
مک ڪھڙي ڪريان اُستت تنھنجي
جڙ مورک آدم جاتي منھنجي .

ھٿ جوڙي [illegible] جي اڳيان اچي بيٺي ۽ چوڻ لڳي تہ مان ڪھڙي مک
[illegible] زبان تہ اُکلي ئي نٿي . مان نيچ آھيان .



[illegible] ۽ نيچ انھيءَ ڪان  مورک گنوار ۽ مند متي مان
[illegible] جو رگھوراءِ فقط سياڻا پڳتي پاءِ .

[illegible] نيچ آھيان، مورک گنوار ٿي ۽ گھٽ
[illegible] ڏينڌي چير تہ آءٌ ذات پات يا رنگ
[illegible] جو ھي ڀڳتي ئي وٺندي آھي!





جٽايوءَ جو رامچندر کي سيتا ڏسڻ ۽ سندس آسيس سان
مڪتي پائڻ.

رام اهڙي طرح ورلاپ ڪري لکو چئو تہ ڪامي پرش پنهنجي نار کان جدا ٿيو آهي!



ڌيرج ڌري لڇمڻ گهڻو سمجهايو  ٿيو بيزار رام سک نہ آيو.
پوُرن ڪام رام سک راشي  منش چريتر ڪري ابناشي.

ڌيرج ڌري لڇمڻ تہ گهڻوئي سمجهائيس تو بہ رام کي سک ڪٿي؟ پڪوان، سک ڌام جي رواجي انسان وارا چريتر ڪري ٿو.

ڇميل رت سهجهي مٿل کر پراڻي
ساوڻ مهيني جان ميرو پاڻي



رام ائين پيو لڇمڻ سمجهائي  بن جٿن هت ڪٿي يڌ آهي
اڳتي وڏيا گدراج ڏنائون  رام سهري شبد "رام" بڌائون.

بن بہ ڪٿي ڪٿي ميري برسات جي پاڻيءَ جي رنگ وارو ڇميل رهڻ ڏنائون، جهڙو ڪو ماڻهو مري ويل جو هوندو آهي! رام لڇمڻ کي چوي ٿو تہ هت ڪن بن جيون جي لڙائي ضرور ٿي آهي! پريسان گدراج کي "رام، رام" پڪاريندو ٻڌن ٿا.



هٿ ڦيري سندس مٿي رکيو  ڪرپا سنڌ سري رام
دک سرير سڀ مِٽي ويو  ڏسندي مک سک ڌام.

رام پنهنجي ڪمل جهڙن نرم هٿن سان سندس مٿي کي ڇهيو تہ جهٽ جٽاڻو جا سڀ دک ناس ٿي ويا!



وچن چيا گد ڌاري ڌير  کنن پڌا سي رام مُڌبر
حال مهنجو هيءَ راوڻ ڪيو  جنڪ سُتا جڏهن کڻي ٿي ويو!

اي ناٿ، جٽايو چيو: مهنجي هيءَ حالت راوڻ ڪئي آهي جڏهن سيتا کي کڻي هتان لنگهيو هو.



کٽي ويو ڪيس ڏکڻ طرف رڙي جهرڪيءَ جان ڇاٽان مرف
درس ڪو ڪارڻ رکيا مون پران
چاهيان مرڻ هاڻ ڪرپانڊان !

رڙندڙ جهرڪيءَ جيان ورلاپ ڪندڙ سيتا کي ڏکڻ جي طرف کڻي ويو. مون پران فقط توهان جي درشن خاطر رکيا آهن، ڀڳوان !



رام چيو رک اچا سرير ڪلندي مُک گد، ڏاري ڏيـر
تان ۾ سمري اتي آدم لري ويد ۾ ورنن الين ڪري.

رام چيو تہ اي گد، اچا سرير کي رک. جتاءُ چيو تہ ڀڳوان، ويدن ۾ چيل آهي تہ تنهنجي مک ڪمل ڏسڻ سان انسان تري او وڃي !



سو لون منهنجي اکين اڳيان چا لءِ ديهي آدم رکان ؟
چيو رام جل اکين ۾ آڻي اُلم گتي تو ڪرم پرماڻي.

اهي لوهين منهنجي اڳيان بيٺا آهيو. مان هاڻي هي اُبرلر سرير چا لاءِ رکان ؟ رام اکين ۾ پاڻي آڻي چيو تہ اي گدراج، توکي تنهنجي ڪرمن انوسار سرڳ ۾ اُلم استان مليو آهي.



جنهن من وسي ٿي پين پلائي درلڀ تنهن لءِ ڳالهہ نہ ڪائي!
تَنُ ڇڏ وڃ هاڻ منهنجي ڌام پيو چا ڏيان تو پوُرن ڪام ؟

جنهنجي من ۾ ٻين جي ڀلائيءَ جا خيال سمايل آهن تنهن جي لاءِ دنيا ۾ ڪجهہ بہ درلڀ نہ آهي. هاڻي پل تون پران ڇڏي منهنجي ڌام وڃ. ٻيو ڀلا توکي چا ڏيان ؟ تون تہ اڳيئي پورن ڪام آهين.



ڪومل چت ات دين ديال ڪارڻ بن رگهنات ڪرپال
نيچ گد ۽ مانس اهاري گت ملي تنهن يوگين واري

... اُنهيءَ کان وڌيڪ ٻي بدبختيءَ جي ڪهڙي نشاني آهي جو سيتا وڃائي اسين جگهه جي ملامت سهون! لڪشمڻ لنهن لي ڇيو ته ڀڳوان، مهنجو نه ڪو تصور ڪرايو.



رام لڇمڻ سان ڪُٽيا ڏسي ڪَپُ گوداوري خالــي پسي
دل ٿي اُٿر ان اهڙو ڪيو منش ساڌارڻ وياڪل ٿــيو!

ٻئي ڀائر آشرم ۾ اچي ڏسن ته سيتا آهي ئي ڪانه! ڀڳوان حالت ڏسي اهڙو ته وياڪل ٿيو جيئن معمولي ماڻهو وياڪل ٿين!



پَرَ دک ناسڪ، سک دک ناٿهن رام دکي، سک ڪونهي تانهن
اي ڪرڻ ڪــاڻ جانڪي سيبيہ روپ شيل ورت سندر پيہ

ٻين جي دکن کي ناس ڪرڻ وارو، دک سک کان ٻري رام به دکي ٿي پيو! ورلاپ ڪري چوڻ لڳو ته اي پيہ، تنهنجا گڻ، شيل، ووحه نيم سڀ ٻونڊر ڏٺا.



لڇمڻ سمجهايو رام گهڻو هلــي پڇندو من منجهيل پُٽو
اي کک مرگهہ تنيڙي شينهڻــي
توهان ڏٺي ڪٿ سيبيہ مرگهہ نيني ؟

لڇمڻ به ڪيس گهڻوئي سمجهايو. ڀڳوان ٻوءِ وڻن، هرڻن ۽ شينهڻيءَ کان پڇندو هليو ته توهان ڪٿ مهنجي پياري سيتا نه ڪانه ڏٺي جنهنجون اکيون هرڻيءَ جي اکين جهڙيون سندر آهن ؟



. ايءَ سيبيہ اڄ ڪوڪان سـواءِ پيا سڀ خوش ٿين پريو سهاءِ
هٿ دشمن رهي ڪيئن جيئن پرگهٽ اچي هٿ چونہ ڏئين؟
گهڻو رُلي پيو ٻولي سوامـي چڻ نه وڃڙيو آ نار ڪان ڪامي!

اي پياري، ڏس هي سڀ ڪهڙ نه خوش آهن! چڻ نه راڄ ٻرابعه لنيو الن، اون دشمن جي هٿ ۾ ڪيئن ٿي رهي سگهين؟ چرلتي اچي پرگهٽ نٿين؟

اهو ٻڌي گدراج ڊوڙيو ۽ راوڻ کي چيائين تہ منهنجي صلاح مڃي تہ سيتا جي ٻچر ڇڏي ڏي سک سان پنهنجي گهر وڃ. نہ تہ سچ ٿو چوان ۽ تہ تنهنجو خير ڪونهي!



رام ڪاوڙ نہ ٻچندين مؤر ناس ٿئي ڪل تنهنجي ضرور
اُتر ڏنو نہ راوڻ جوڏي اُٿيو جٽايو من کي ڪروڌي

رام جي ڪاوڙ باهہ سمان آهي. مور ڪين بچندين. مان سمجهان ٿو تہ تنهنجي سڄي ڪل ناس ٿيڻ واري آهي. پر راوڻ جواب ئي نہ ڏنو. انهي تي جٽائو کي ڪروڌ آيو ۽ ڊوڙي راوڻ تي حملو ڪيائين.



وارپڪڙي ۽ سڄو رٿ ٽوڙي ڪريل راوڻ کان سيتا موڙي.
راوڻ اُٿي هڪ ٻاڻ چڙهايو گد اچي اهو مگر هٽايو
هٽي ڇهون سڄو سرير بگاڙيو هڪ گهڙي بيهوش راوڻ نهاريو.

گدراج، راوڻ جي وارن کان ڪٽي پڪڙيو. سندس رٿ سڄو ٽوڙي ڇڏيائين. راوڻ هيٺ ڪريو. گد سيتا کي پري ڪري وري موٽيو. راوڻ ٻاڻ چڙهايو پر گداهو ڪاٽي ڇڏيو. ڇهون هٽي هن جو سڄو سرير چيري ڪيس بيهوش ڪيائين.



هوش ۾ آيو ۽ اُٿي ڊوڙيو آيو نہ سامهون سرير نهوڙيو
گد ڪئي هئي گهٽي لڙائي پيو ٽڪجي پر قسمت سٽائي

راوڻ هوش ۾ آيو ۽ اُٿي گد تي وار ڪيائين. پر سامهون اچي نہ سگهيو. راوڻ گدراج سان گهڻو وڙهيو تنهنڪري هو وچارو ٿڪجي پيو.



خوش ٿيو هاٿي گد سڄان رام جي ڪم ۾ آيا پران
سيبہ کي راوڻ وري رٿ چاڙهي ويو ٽڪرو گدراج نهاري.

اهو ٻڌي گدراج ڀوڙيو ۽ راوڻ کي چيائين تہ منهنجي صلاح مڃي تہ سيتا جي ٻچڙ ڇڏي سک سان پنهنجي گهر وڃ. نہ تہ سچ ٿو چوان ۽ تنهنجو خير ڪونهي!



رام ڪاوڙ نہ ٻچندين مُور ناس ٿئي ڪل تنهنجي ضرور
اُڏر ڏنو نہ راوڻ جوڏي اُٿيو جٽايو ٻن کي ڪروڌي

رام جي ڪاوڙ باهہ سمان آهي. مور ڪين بچندين. مان سمجهان ٿو تہ تنهنجي سڄي ڪل ناس ٿيڻ واري آهي. پر راوڻ جواب ئي نہ ڏنو. انهي تي جٽائو کي ڪروڌ آيو ۽ ڀوڙي راوڻ تي حملو ڪيائين.



وار ڪڙي ۽ سڄو رٿ توڙي ڪريل راوڻ کان سيتا موڙي.
راوڻ اُٿي هڪ ٻاڻ چڙهايو گد اچي اهو مگر هٽايو
هٽي ڇهبون سڄو سرير ٻگاڙيو هڪ گهڙي بيهوش راوڻ نهاريو.

گدراج، راوڻ جي وارن کان ڪٺي ڪيڙيو. سندس رٿ سڄو ڀڃي ڇڏيائينس. راوڻ هيٺ ڪريو. گد سيتا کي ٻري ڪري وري موٽيو. راوڻ ٻاڻ چڙهايو پر گداهو ڪاٽي ڇڏيو. ڇهبون هٽي هن جو سڄو سرير چيري ڪيس بيهوش ڪيائين.



هوش ۾ آيو ۽ اُٿي ڀوڙيو آيو نہ سامهون سرير ٽيوڙيو
گد ڪٽي هٿي گهٽي لڙائي بيوقت جي پر قسمت سٽائي

راوڻ هوش ۾ آيو ۽ اُٿي گد تي وار ڪيائين. ٻر سامهون اچي نہ سگهيو. راوڻ گدراج سان گهڻو وڙهيو تنهنڪري هو ويچارو ٿڪجي پيو.



خوش ٿيو هاڻي گد سجان رام جي ڪم هي آيا پران
سبب ڪي راوڻ وري رٿ چاڙهي ويو تڪڙو گدراج نهاري.

گد راج چوڻ لڳو ته منهنجي سر ۾ اهو ڀوڳ پون ٻل ته ڪرنهي ۾ ته اچ تسمت کي آزمائيندس! اي پتري سيتا، تون ڏپ نه ڪر. مان اج هن دشت کي ناس ڪندس.



ڪروڌ ونت گد الين کي ڀوڙيو جبل ڪري وڃ لڳين نهوڙو
بيهين نه دشت نڪي مرم کي جاڻين
نڏر وڃين، مونکي ڪين سڃاڻين؟

گد ڪاوڙ مان الين ڀوڙيو جڻين جبل جي مٿان وڃ ڪرندي آهي. للڪاري راوڻ کي چوڻ لڳو ته اي دشت، اي ڪيدي، ايهين ڇو نٿو؟ نڏر هليو ٿو وڃين. ڇا مونکي نٿو سڃاڻين؟



ايندو ڏسي گد ڪال سمان ڪيو ڏهيسر دل انومان
يا ته مئناڪ يا گرڙ ئي آهي پل منهنجو جن وشنو سمجهائي
ويجهو ڏٺو گد راج سڃان ون هٿ ڪيرت، ڇڏيندو جان

مڙس والڳو وڏندو ڏسي راوڻ سمجهيو ته يا ته مئناڪ آهي ۽ يا گرڙ راج آهي، پتي منهنجي ٻل کي جاڻن ٿا. پر جڏهن ڏٺائين ته جٽائو آهي تڏهن سمجهائين ته اهيءَ کي ته جهٽ ماري ڇڏيندس!



جاڻين نٿو منهنجو پانهن ٻل تڏهن ٿيسين سهاءِ
يڌ ۾ مرندو مون هٿان مورتي نه جٽرو جاءِ.

راوڻ چيو ته جٽائو کي منهنجي ٻاهو ٻل يا شڪتيءَ جي خبر نه آهي ٿهن ڪري ٿي لهسوڻن جي مهاپتا ڪرڻ لاءِ ڀوڙيو آهي! مونسان لڙندو ته ڪيس خبر پئجي ويندي ته مون ۾ ڪيڏي شڪتي آهي. پڌ ڪندو ته پڪ آهي ته جيئرو پنهنجي گهر موٽي ڪين ويندو.



اُٿي ڀوڙيو گد راج اچانڪ راوڻ چيو پڌ منهنجي سڪاوت.
ڇڏ سيم سڪ سان وڃ گهر ستيم چوان نه ته ڏسج ڏمر

جانڪي پڪارڻ لڳي. ڪيڙي ڀيري پاپ جي ڪري تو پنهنجي ديا جو هٿ هٽائي ڀري ڪيو آهي! شرڻ ۾ آيل کي سک ڏيڻ وارا سوامي، ڪمل جي گل کي ليڙي ڪيئن جوتي روشني ڏيندڙ ڀڳوان،

هاءِ، لڇڻ تنهنجو ڪيڙو ڏوش!



مکو مون توکي ڪري ڪجهه جوش
من ڪيڪئي جي جي ڪجهه رهيو ڏک وڏاٿا مونسان ڪيو.

هاءِ، لڪشمڻ! تنهنجو نه ڪر تصور ڪرڻي! مون ڪروڌ ڪري اڻ سيانيندڙ شبد توکي چيا هئا ڄن جو نتيجو پاتم، مون جوش ۾ اچي اهي وچن ڪڍيا هئا. ڪيڪئي جي من ۾ جنهن ڏک جو واسو آهي، اهو سائيو ڏک اڄ تون مونکي ڏيئي رهيو آهين، ڀڳوان!



پنڇوئنيءَ جا پکي مرگهه ذات ڏکي ٿيا جانور ٻيڙيءَ پانت!
ورلاپ ڪندي ائين سيتا وٺي ڏور ديا پسڻ ڏور سنيهي!

مرگهه پکي ۽ ٻيا جيو پنچوٽيءَ جا نهايت ڏکي ٿيا. سيتا ورلاپ ٿي ڪري ته اي ٻريو، تنهنجي سنيهه ۽ سڀاري جي ڪري ۽ ٻڻ ٻريم جي آسري رهيس ٿي، هاڻي تون ڪيترو مونکان ڏور آهين، سا خبر ٿي ڪانهيرا!



ٻڌي ڳڌ راڄ جا سيتا واڻي رگهپت نار جيت ورتي مياڻي
نيچ ڏئيت هٿ سيتا پاڻ جيئن مليڇ گهر ڪپلا ڳاءِ.

رستي ۾ جٽايو سيتا جون دانهون ٻڌي سمجهي ويو ته نيچ راڻڻ جانڪيءَ کي کڻي ٿو وڃي؛ جا مليڇ جي ٻناري پيٺي آهي. سندس حالت اهڙي آهي جهڙو ڪپلا ڳاءِ ڪنهن مليڇ جي گهر ۾ هجي.



ٻل اڳيون منهنجي ناٿ سرير تڏهن به پرکيان اڄ تدبير
پٽري سيه تون ٿيءُ نه نراس انهيءَ ڏشٽ کي ڪيان اڄ ناس.

گڏ راڄ چوڻ لڳو ته منهنجي سر ۾ اهو ڀوڳ ڀوڳيو ٿي ته ڪرتوي ڀر ته به اڄ تسمه کي آزمائيندس! اي پتري سيتا، لوڻ ڊپ نه ڪر. مان اڄ هن دشت کي ناس ڪندس.



ڪروڌ ونت گڏ ائين ٿي ڊوڙيو جبل ڪري وڄ لڳين نهوڙو
ٻيهين نه دشت نڪي مرم ڪي جاڻين
نڏر وڃين، مونکي ڪين سڃاڻين؟

گڏ ڪاوڙ مان ائين ڊوڙيو جئين جبل جي مٿان وڄ ڪرندي آهي. للڪاري راڻي کي چوڻ لڳو ته اي دشت، اي گيدي، ٻيهين ڇو ٿو؟ نڏر ٿيو لنو وڃين. ڇا مونکي نٿو سڃاڻين؟



ايندو ڏسي گڏ ڪال سمان ڪيو ڏهيسر دل انومان
يا ته مئناڪ يا گرڙ ئي آهي ٻل منهنجو جن وشنو سمجهائي
ويجهو ڏٺو گڏ راڄ سُجان ڦون هٽ ڪيرٽ، ڇڏيندو جان

مؤنه والگر وڏندو ڏسي راوڻ سمجهيو ته يا ته مئناڪ آهي؛ يا گرڙ راڄ آهي. ٻئي منهنجي ٻل کي ڄاڻن ٿا. پر جڏهن ڏٺائين ته ڄٽائو آهي تڏهن سمجهائين ته اهو ڪي ته جهٽ ماري ڇڏيندس!



ڄاڻين ٿو منهنجو ٻانهن ٻل تڏهن ٿئين سهاءِ
پڌ ۾ مرندو مون هٿان موتي نه جٽرو جاءِ.

راوڻ چيو ته ڄٽائو کي منهنجي ٻاهو ٻل يا شڪتيءَ جي خبر نه آهي ته ٿيڻ ڪري ٿي ٻڌڻ جي سهائتا ڪرڻ لاءِ ڊوڙندو آهي! مونسان لڙندو ته ڪيس کر پٿي وٺندي ته مون ۾ ڪيڏي شڪتي آهي. پڌ ڪندو ته پڪ آهي ته جٽرو پنهنجي گهر موٽي ڪين ويندو.



اُتي ڊوڙيو گڏ راڄ اچانڪ راوڻ چيو ٻڌ منهنجي سکاوت.
ڇڏ سيٽه سڪ سان وڃ گهر ستيه چوان نه ته ڏسج ڏمر




ڏپ اندر هڪ رام جو ڀيو اڪيل سيه
تيج لڇمڻ ٿيو ڏنهه ڦڪو ڀيه ٻن جيئن پيه

لڇمڻ کي هڪ رام جي ناراضپي جو ڏپ، ٻيو سيتا اڪيلي! سندس سرير جو تيج بلڪل ڦڪو پئجي ويو. جيئن ڀر پتر پريتما کان جدا ٿيندو آهي.




ڪنيا اڪيلي سيه ڏسي ويس يوگيءَ ۾ راڻو ڌسي
جنهنجي ڏپ ٿيئي لوڪ ڏرن رات نه ننڊ سڄو ڏينهن ڏکن

راوڻ ڪنيا ۾ اڪيلي سيتا ڏسي يوگيءَ ويس ۾ آيو. جنهنجي ڏپ کان ديوتا ۽ دئيت ايترو لڪ ڏچن ٿا جو نه رات جو ننڊ اٿن ۽ سڄو ڏينهن ڳڻتين ۾ ٿو گذرين.




انيڪ طرح سان ڪري ڪپٽ ٻيک گهري اچي راوڻ جيٽ
جاڻي اٿئي، ڪندمول ۽ ڦل ڏيڻ لڳي جنهن وري ڪيو ڇل

ڪپٽ ۽ چالاڪي ڪري راوڻ ٻيک اچي گهري. جاڻي ڪيس اٿئي سمجهي ڪيس ڪندمول ۽ ڦل ڏيڻ لڳي. ۽ راوڻ وري ٻيو ڪپٽ ڪيو




چيو ڏهيسر سندر سيائي ٻڌل ٻيک نه وٺان ناڪامي
ليک وڌاٿا سمير ڪنناٿي لنگهي ليڪو سيه باهر آئي.

اي ڏاهي سندري، مان ليڪي اندر ٻڌل کان ٻيک نه وٺندس. ڏسو، سيتا وقت جي گتيءَ ۾ ارهما جي اچا موجب ليڪي کان ٻاهر آئي!




انيڪ طرح جي ڪٿا ٻڌائي راڄنيت ڀؤ پريت جاڻائي
چيو سيه ٻڌ جتي گوسائين وچن ڪڍو بيا دشت جي نيائين.

راوڻ سيتا کي سندر ڪٿائون ٻڌائي لالچائڻ لڳو. لوڀ ۽ ڀؤ ڏيکاريائين. سيتا چيس ته توهين سنياسي ڏسڻ ۾ ٺيڪ اچين. اهڙا ٻرا وچن ته دشت ٿي ڪڍندا آهن!

چو

ڪڏهن راوڻ پنهنجو روپ ڏيکاريو
پڻ ڏيئي پنهنجو نانءُ پڪاريو
سيه چيو اي ٻڌلون دشت اچي پتي جنهنجي جڳ کي پُشت

راوڻ پوءِ پاڻ روپ ڏاس ۽ آخر ۾ پنهنجو نالو ٻڌايائينس. سيتا ڏچي وئي، آخر ڏيرج ڌاري کيس چيائين ته اي دشت، منهنجو سرامي اچهو تو اچي،

چو

شينهن کي پڪڙڻ سهو جيئن چاهي
هيڏي مکو ٽوڪي ڪال سڏائي
ڪيئن ڪنو ٿئي گرڙ برابر ندي نه سڏجي سمنڊ سراسر

شينهڻيءَ کي سهو پڪڙڻ چاهي ٿو! لون ۾ ڪال وس لي همت آهي آهين، ڪڙو گرڙ جي برابر ۽ ندي سمنڊ جي برابر ڪيئن ٿي سگهندي؟

چو

گڏهه ڪيئن ڪامڌين سمان گهر پنهنجي پيچ موڪ اگيان
ٻڌي وچن راوڻ لڄ آئي چرن وندي هن شانت ڪرائي.

گڏهه ڪيئن ڪامڌين ٿي سگهي ٿي؟ اي اگياني، پنهنجي گهر پيچي وڃ اهو ٻڌي راوڻ سڙي ويو. پر اندر ۾ سيتا جي کي پرنام ڪيائين. اندر ۾ پرنام ڪندي ڏاڍي شانتي پرايائين.

ڏو

ڪروڌ ڪري راوڻ تڏهن رٿ وهاري سيه
متي اڏيو آڪاش ڏي چنتا وس ٿيس جيءُ.

راوڻ پوءِ سيه کي زوري رٿ ۾ وهاريو ۽ متي آڪاش ڏي اڏامي هليو. پر چنتا جي ڪري اهڙو ٿي همت لي پيو جو رٿ هلائي نه پيو سگهي!

چو

چو جڳديش هٽائي ديا پاپ اڳر ڪهڙا پاپڻ ڪيا
شرن سکدائڪ پاپ ڪٽيندڙ ڪمل ٽيڙي ٽن جو لي ڏيندڙ



پريوءَ ڌسي ڀـوءِ هرڻ ڀڳو ڪـٿي هٿيار رام ڀنيان لڳو
شؤ جنهنکي نہ ڌيان ۾ پاتو مايا هرڻ تنهن سنيہ ئي جاتو.

ڀڳوان کي ڌسي هرڻ ڀڳو. ڀڳوان بہ ڌنش ۾ باڻ چاڙهي هرڻ جي ڀنيان پيو. جنهن ڀڳوان کي شؤ بہ ڌيان ۾ نہ پرايت ڪيو هو سو مايا مان پيدا ٿيل هرڻ ڀنيان عام ماڻهن وانگيان ڊوڙي ٿو!



ڪڏهن ويجهو ڪڏهـن ڊور ڀڄي
ڪڏهن ظاهر ڪڏهـن اوٽ لڪي!
لڪي لڪي گهڻو ڪپٽ ڪيو ڊُور ڊُور پريو وٺي ويو.

هرڻ ڪڏهن ويجهو ٿو ڊوڙي، ڪڏهن وري ڀري ڀري ڀڄي ٿو وڃي. ڪڏهن ظاهر ڌسڻ ۾ پيو اچي تہ ڪڏهن وري لڪي ٿي وڃي. انهن ڪندي ڀڳوان کي ڀري وٺي ويو!



باڻ ڪٺن هڪ هرڻ کي ماريو رڙ وڏي ڪري هرڻ پڪاريو.
ڀهرين ڪنيائين لڇمڻ نالو رام سمري ٿيو ساسين سکالو.

ڀڳوان ڪيس هڪ ئي ڪٺن باڻ هنيو. هو "لڇمڻ" وڏي واڪي پڪاري هيٺ ڪريو ۽ پوءِ رام سمري مري ويو.



ويد واڪـاڻن رام گڻ ديو وسائن گـل
ڏئيت مکو پنهنجي لوڪ ۾ ڏين ڀند رگهڪل

ويد رام جي گڻن جي واکاڻ ڪندا آهن ۽ ديوتا گل وسائيندا آهن. مارِيچ پنهنجي لوڪ هليو ويو ۽ مُڪتي کي پرايت ڪيائين.



هرڻ ماري ڪرت موٽيو رام ڌنش ڪلهي جيلهہ ترڪش تاڻ
ڏئيت ڪريو ۽ ڪٿي جا رڙ لڇمڻ سڏيو پوءِ سيہ الڙ

هرڻ کي ماري رام لوٽي موٽيو. ڪلهي تي ڏلش ۽ چهري تي لوڪش ڏاڍو سونهن ٿا. هيڏانهن سيتا جو لڇمڻ جو نالو ٻڌو هو، جو مارِيچ مڪر ڪري ڪڍيو هو، انهن ڪدم لڇمڻ کي سڏ ڪيو. ويچاري الڙ سيتا!



وچ جلدي، سنڪٽ ۾ ڀاءُ لڇمڻ ڪايو من، چيو اي ماءُ.
جنهن جي اِشاري ڏني ٽٽي پرلءِ تنهن سپني ۾ ٽٽي ڪو پؤ!

جلدي وڃ تنهنجو ڀاءُ سنڪٽ ۾ آهي! لڇمڻ چيو ته اي ماتا، جنهن جي اشاري تي جڳت ۾ پرليه ٿي سگهي ٿي يا هزارين هڙا برهمانڊ رچي سگهن ٿا، تنهنجي ڪوڙو سنڪٽ ايندو. سپني ۾ به خيال نه ڪر.



سونپيا مونکي ڪتيا ۾ سيتا وچان جي ٿيندي تسلي نه ڪا
ڳولي ڳٽي بوءِ چؤ تون بات پڇان، چوان مان ڪهڙي وات؟

رام مونکي ڪتيا ۾ تنهنجي سنڀال لاءِ ڇڏي ويو آهي. جي وڃدس ته مونکي سنتوش نه ايندو، ماتا. مان ڇا پڇان ۽ ڇا چوان!



چوٽ ڏيندڙ سيتا لفظ چيا تنهن لڇمڻ جا حواس ڦريا
ڪتيا چوڌاري ليڪو پائي وار وار سيس نوائي.

پر جڏهن سيتا ڪيس چيو ته تنهنجي مرضي مونکي ڀرايس ڪرڻ جي آهي تڏهن ڀڌي ڦري ويس! ڪتيا جي چوڌاران ليڪو پائي ۽ هر هر سيتا اڳيان سر نوائي



بن ديون کي سونپي سيس ويو اوڏانهن رام هرڻ ويا.
ويندي لڇمڻ سيس اکين نهاري ڪانءِ وڃڙي کي ڇڏي سنڀاري.

جنڌي ٻاهر ڏي نهاري ۽ سيتا بن جي ديوتائن کي سونپي لڇمڻ اوڏانهن ويو جيڏانهن رام ۽ هرڻ ويا هئا. وڃڻ وقت لڇمڻ جانڪي ڏي انتظار وارين سان اکين نهاري رهيو هو جيئن ڪانءِ ٽاري ڇاپل وڇڙي ڏي نهاري.



گر وانگي پريوڙ ڏٺين مون سر جوڙو بيٺو بڌيسن ؟
تڏهن ماريچ ڪيو دل انومان تو وروڌي ڪونه ڪيائين.

رانوڻ چيو ته تون مونکي گروءَ وانگر پريوڙ ڏيڻ لڳو آهين! منهنجي تراءِ ڪر جوڙو ڏسين ٿو؟ ماريچ دل ۾ خيال ڪيو ته تون مان ڪلياڻ نه ليندو.



شستري، منتري سوامي دشت ڏني
ويد ڀٽ ڪوي ودوان گني .
ٻنهين طرفن کان ڏسي مرڻ تڏهن لڪيائين پريوءَ شرڻ !

هٿيار جنهنجي هٿ ۾ هجي، وزير، سوامي، دشت، ڏنوان، حڪيم، ڀٽ ڪوي ۽ ودوان گني انهن مان هميشه خوف رکي ۽ ساڻن وير اصل نه ڪجي. ماريچ ٻنهي پاسي موت ڏٺو ۽ پريوءَ جي هٿ سان مرڻ پسند ڪيائين.



جواب ڏيان هيءَ ماري نياڳو جيئن مران هٿان پريوءَ سياڳو
ائين ويچاري ويو راوڻ سنگ رام اندر ۾ پريم اُمنگ .
جاڻ پريت نه راوڻ ڏيکي وڃي ڏسندس خود اکين سنيهي.

راوڻ کي جواب ڏيندس ته هيءُ دشت مونکي ماري ڇڏيندو. تنهن ڪري چڱو ته رام جي هٿان مران ۽ ڀاڳوان ٿيان. ائو ويچاري هو راوڻ سان گڏ هليو. هن راوڻ کي راز نه سليو ۽ دل ۾ ڏاڍي خوشي ٿيس ته اڄ رام جو درشن پرائيم ليندو.



ٻاڻ ڪٽي ڊوڙي پٺيان سوتي ڪوٽ نڌان
لڪي لڪي پريپ درس ڪريان ڏنيم ڪو مون سمان ؟

ڏنش ٻاڻ ڪٽي پڪوان منهنجي پٺيان ڊوڙندو ۽ لڪي لڪي، مرڻي مرڻي پيو سندس درشن ڪندس. مون جيڏو ڪير ٿيو ڀاڳوان!



سيءَ لڇڻ گڏ رهي رگهوراءِ جو بن سڌ جي ٻنهه سکدائي
آئي ڊجي راوڻ ويو ماريچ ٻني مرگهه ڪپٽ ڪيو.

جنهن ۾ ڀرام، سيتا ۽ لڇمڻ رهندا هئا، راوڻ ڏهڪندو اُتي آيو. مارِيچ ورِي ڪوئو هرڻ جو روپ ڌارڻ ڪيو.



مٿين جڙيل ٻت سون جيئن ڏسجي
تمام وچتر ورٽـي نہ سگهجي.
سيہ ڏنو مرگهہ سهڻو سندر انگہ انگہ جنهنجو وٽيومَنَ آندر.

مٿين سان جڙيل ۽ سون جي رنگ جهڙو سندر هرڻ هو جنهن جو وچتر سرير ۽ چال ڏسي سيتا جي اندر ۾ خواهش ٿي.



ٻڌو وينتي اي ڪرپال سندر چمڙي آ جنهنجي ڪمال!
تنهن ماري لاهي آڻيو چرم مونکي چوندي ڏو ٿئي شرم!

اي سرامي، هرڻ نہ ڏسو! ڪهڙي سندر چمڙي اٿس. ديا ڀالي انهيءَ کي ماري اها چمڙي لاهي مونکي ڏيو. مونکي چوندي شرم ٿو ڏاڍو لڳو ٿئي ٿو چمڙي مونکي ڏاڍي وڻي وڃي آهي.



رگهوپتي بس جاڻو ڪارڻ آُڻيوخوش ٿي رشين ڪاج سنوارڻ
مرگهہ ڏسي تنهن جتا سڌاري ڏنش ٻاڻ ڪٽي راهہ نهاري!

بس، رام سمجهي ويو نہ ڇا ٿي جا ليندو. رشين جي ڪم ڪرڻ لاءِ هن جتا سڌاري ۽ ڏنش ٻاڻ ڪڍندي هرڻ ڏي نهارڻ لڳو.



ڀريو لڇمڻ کي چڙيــو سمجهائي
دئيت گهــڻ بــن رشين ڪنبائــي
ڪجہ سيتا جي پوري رکواري ٻڌي، وويڪ ۽ ٻل آڌاري.

رامچندر ڀرہ لڪشمڻ کي چيو نہ ٻن ۾ راڪش گهڻن ٿا. اون وقت، ٻڌي ۽ ڀاري شڪتيءَ سان سيتا جي رکيا ڪج.



جڏهن لڇمڻ ويو ٻن ڏي    ڦول ڦٽڻ ۽ ڪند
جنڪ سُتا کي تڏهن چيو    ڪلنديءَ کي سک ڪند.

جڏهن لڇمڻ گل ڦُل ۽ ڦَل ڦٽڻ لاءِ ويو تڏهن ڀڳوان سيتا کي ڪلنديءَ چيو تہ



ٻڌ پريا اي سيہ سشيلا    آءُ ڪندس هڪ سندر ليلا
تيسين وچ ڪر اگني نواس    تين نہ جيسين دوت سڀ ناس.

اي سيہ، سٺن لڇڻن واري ناري، مان هت هڪ عجب نرليلا ڪندس. تيستائين تون اهو وقت وچ اگنيءَ ۾ واس ڪر. مان انهيءَ وچ ۾ انهن سڀني دئيتن کي ماري ناس ڪريان.



رام جڏهن چيو ڪري بيان    سيہ وچ ٿي اگني آسان
رکي سيہ پنهنجي پاڇي هيٺ
شيل سروپ رهيو ساڳيو نيٺ.

رام جي چوڻ موجب سيہ لوڙي اگني ۾ روبني تہ ۽ پنهنجي پاڇي هيٺ رهي جنهنڪري سندس روپ ۽ شيل ساڳيو رهيو.



اهو لڇمڻ ڀڻ ڀيد نہ جاتو    نرليلا کي ڪنهن نہ سڃاتو
راوڻ ويو اُت جتي ماريچ    نيچ اڳيان نميو سوارٿي نيچ!

ڀڳوان جيڪو چرتر رچيو تنهنکي لڇمڻ ۽ سمجهي نہ سگهيو. پنهنجي مطلب کي پلائي سوارٿ وس راوڻ ماريچ وٽ آيو ۽ مٿو نوايائين.



وڏ سان پوڄا دئيت ڪئي    پڇيو راوڻ کان پوءِ
ڇا ڪارڻ آهيو منجهيل    آيا اڪيلا موءِ!

ماريچ راوڻ جي وڏيءَ سان پوڄا ڪري کانئس پڇيو تہ اوهين ڪهڙي سبب اُداس ٿا ڏسجو؟ هت اڪيلا ۾ آيا آهيو؟



رانوڻ ڪئي پوءِ ڳالهه سموري
آيمان پريل ۽ ڪپٽ سان ٻوري ۔
رچي مايا بت هرڻ جو ڏار وڃان اُڏائي سيئه هڪوارا!

رانوڻ ايمالي سموري ڳالهه ماريچ سان ڪئي ۽ چيو تہ تون هرڻ جو روپ ڌارڻ ڪر ۽ مايا رچ تہ جيئن مان سيتا کي ڪڍي وڃان!



ماريچ چيو اي اننا ڏهہ سيس ڏريو نر روپ چراچرايش!
وير نہ رک ڪجهہ سياڻو ٿيءُ مرون ماري يا جيائي جيءُ ۔

ماريچ چيو تہ اي اننا ڏهن سرن وارا، ڀڳوان نرروپ ڌاري پرلويءَ لي آيو آهي، انهيءَ سان وير نہ وڌاءِ. ڪجهہ سياڻو ٿيءُ. هڪي جيارڻ يا مارڻ جي شڪتي آهي، ڀڳوان لي آهي!



منين رکيا لءِ آيـــا ڪمار ٻاڻ هنيو هڪ ڪشي ڪاپـــار
سؤ يوجن وڃي پري ڪريس چڏي شترتا شانت رهيس ۔

جڏهن اجا بالڪ هئا ۽ منين جي رکيا لاءِ بن ۾ آيا تڏهن هڪ ٻاڻ مونکي اهڙو تہ ڪشي هنيائون جو مان هڪ سؤ ڪوهہ وڃي پري ڪريس ۔ مون سمجهيو ۽ شترتا چڏي شالمہ ڪري گهر هليو آيس ۔ انهيءَ سان وير رکڻ ڀلائي ناهي ۔

"را" ٻڌان جي رڳو مان رانوڻ



منجهي ٿو من پوڻ سنڌن ڀر ڏانـــوڻ
گهر موٽي وڃ ڪشل سنياريـن
رانوڻ ٻڌي لک ڏنيون ٽنون گاريون ۔

اي رانوڻ، مان رڳو "را" اکر ٻڌان تہ لڱ وسامي وڃن! سچو ناٿو رام تہ ٻري رهيو ۔ سير گورين تہ گهر هليو وڃ ۔ اهو ٻڌي رانوڻ ماريچ کي ڏاڍيون گاريون ڏنيون ۔

تنهنجو هوش بہ گم ٿي ويندو.



مڪت جيون وس لوڪ سڀ تنهنجي
اي راڻو نار سندر جنيڪي
ڀاءُ رام جي ڪنيا نڪ ڪن ٻڌي تو پيڻ جيئن ماڻهو هسن.

جنهن ماڻهوءَ جي استري اهڙي سهڻي آهي سو جيئرن مڪت وانگر سدائين سکي آهي. سڀ سندس غلام آهن. هن جي ڀاءُ لڇمڻ مون کي تنهنجي ڀيڻ سمجهي منهنجا نڪ ۽ ڪن ڪپيا آهن تہ جيئن ڏسي ماڻهو ٺٺولون ڪن.



نراپراڌ جي دشا هي منهنجي هتان ٻڌڻ ڪيئن تنهن اپراڌي؟
وڏو لشڪر تو ڏٺيئن وارو ڪن هڪ ۾ هن ڪٽڪ آ ماريو.

جي منهنجي اها حالت ڪنهن اپراڌ کان سواءِ ڪئي اٿن تہ پوءِ اپراڌين جو ڇا حال ڪندا؟ منهنجي بدلي وٺڻ لاءِ جيڪا سينا وئي سا هن هڪ گهڙيءَ ۾ ناس ڪري ڇڏي.



ديو نرديت ناگ جڳت ۾ ڪير سگهي ڪين ماري پلڪ ۾؟
مون سمر ڏٺيت ٽوڙي ٻلوان ڪيرڻ ماري ٻنا ڀڳوان؟

راڻو راڪس جو سرچيو تہ ديوتا، انسان ناگ وغيره جيڪي جڳت ۾ آهن تن ۾ منهنجي لوڪر جيترو شڪتي بہ نہ آهي! انهيءَ ڀڳوان کانسواءِ ٻيو ڪير ماري ٿي لٿو سگهي!



جي ڌرتيءَ تان لاهڻ ڀار جڳ ورتو آ وشن اوتار
وير رکي هتان اُن مران مڪت ٿيان ڀؤ سنڌ تران.

مان سمجهان ٿو تہ ڌرتيءَ تان بار هٽائڻ لاءِ جڳت ۾ وشنو اوتار ورتو آهي. انهيءَ حالت ۾ مان ڇو نہ اُن سان وير رکي انجي هٿان مران ۽ ڀوساگر مان تري مڪت ٿي وڃان!

وت بيٺو آهي! اوهان کي خبر نہ ڪانہ ٿي ٿئي. نيت بنا راڄ، ڌرم بنا ڌن،
وشنو سمرڻ بنا ست ڪرم ڪيئن ڦلي سگهندا يا پرابت ٿيندا؟



پيار بن مترتا گڻ سان هَٺ ڪِن ۾ ناس ٿين جهٽ پٽ
سنگ سان جتي ڪُمنتر سان راڄ
آيمان سان گيانـي شراب سان لاڄ

پيار کان سواءِ مترتا نہ رهندي آهي ۽ اهنڪار ڪرڻ سان گڻ ناس ٿيندا
آهن، موه اها نيت ٻڌي آهي. خراب وچن ڪيئندڙ راجا ۽ هٺ ڪرڻ سان
گيان بہ ناس ٿيندو آهي. شراب پيئڻ سان لڄ ۽ شرم موڪلائي ويندا آهن.



"ششرو روڳ باهہ پاپ اهي نہ ڪو گهٽ سمجهي"
ائين چئي ڪري ورلاپ ڪري چل روڻ لڳي.

دشمن، روڳ، باهہ، پاپ انهنکي ڪڏهن بہ ٿورو نہ سمجهجي. ائين چئي
کمت ڪري ڳوڙها ڳاڙڻ لڳي.



وچ سيا وياڪل ڪري ڪري ڪيٺو "ٻوءِ ٻوءِ"
جٺري رانوڻ هيءُ حال موں گٺ ڪهڙي بين هوءِ؟

ائين ورلاپ ڪري شروپنکا وچ سيا ۾ ڪري پيئي! چوڻ لڳي تہ اي
رانوڻ، تنهنجي جٺري منهنجي هي حالت شترن ڪئي آهي نہ ٻوءِ ٻاڪي اهڙن
سان الاڃي ڪهڙو وئل هوندو يا ٿيندو!



ڪروڌ وس اُٿيو رانوڻ لاڪاري
ٻانهن وتـي پنهنجي پيڙ اُٿاري
چئو ڪنهن تنهنجو ڪهڙي ڳالهہ
ڪپيو ڪن نڪ ڪيو هيءُ حال؟

اهو ٻڌي رانوڻ ڪروڌ ڪري اُٿيو ۽ ٻانهن کان وٺي ڀينا کي اٿاريائين.

ٽڪاڙيو تہ سڀ دئيت ڏپ ۽ حواس ٻراڻي پيا ۽ وياڪل ٿي ويا. هوش گم
ٿي ويو ۽ گيان نہ رهيو.



ٻاڻ سمجهي سڀ ٽل سم ٽڪر ٽڪر ڪيا رام
تاڻي ڌنش ڪنن تي تير هڻيان پڳوان.

دئيتن جا هٿيار سڀ اهي سمجهي ٽڪر ٽڪر ڪري ڇڏيا ۽ ڀڳوان ڌنش
کي ڪنن تائين تاڻي ٻاڻ هنيا.



تير هٽي اُڇانگ ڦوڪن جيئن ڪي ناڳ
ڪاوڙيو آئي شري رام ٻٽيا ڀيانڪ سڀ ٻاڻ
ڌسڻ اچن نہ تير دئيت پڳا سڀ وير
هڪبڪي رهي نہ سار ”اي ماتا، اي پتا“ ڪن پڪار

ڀڳوان رام چندر جا ٻاڻ ناڳن وانگر وسڻ لڳا. رام جي ڪروڌ ڪري ٻاڻ
ڏاڍا ڀيانڪ ٿي پيا. اهي ڪنهن کي بہ ڏسڻ ۾ نہ پيا اچن. اهو ڏسي
سڀ دئيت ڀڄڻ لڳا. هڪبڪي جي سڃاڻ ۽ سنڀال ڪانہ هين. سڀ هاءِ پتا، هاءِ ماتا
ڪندا سهائتا لاءِ پڪاريندا پيا وڃن.



ڇوڻ ڪي دئيتن جا ڪيو پاؤ هڻن ويرن سان پيو
هي ٻاڻ آن ڀيانڪ پڪڙي جيئن ڪال اچانڪ
ڪروڌ ڪري ياڻر نيٺي پڇندو ڀنڌ مان پٺ ڏيئي
ماريون اسين ڪنهن پاڻ موٽي اچي يڌ ڪرڻ ڪاڻ.

ڇوڻ پيا تہ دئيتن هيءَ ڇا ڪيو! هوڙن ويرن سان پلئو اُٽڪايو اٿن. هنن
جا ٻاڻ تہ بلڪل ڀيانڪ آهن! ڇڻ تہ موت ٻاڻ اسان کي کائڻ لاءِ آيو آهي. ٻيئي
پاڻ راڪش اهو ٻڌي ڇوڻ لڳا تہ جيڪر بہ دئيت اسان جي لشڪر مان ڀڄندو
۽ لڙائيءَ کي پٺ ڏيندو تہ اسين انهيءَ کي پنهنجي هٿن سان ماريندا سين. اهو

ٻڌي سب دئيت ڊنا ۽ وري لڙائي ڪرڻ لاءِ ميدان ۾ موٽي آيا ۽ لڙائي ڪرڻ لڳا.



ڌرن پون اُٿي لـڙن گڏ ٿي ڪن مايـا آئـي گهٽي
ديو ٻڇن، هزار چوڏنهن گڏجن هيڏانهن رگهو رگهوير مٽي
رِشن ٿن اناٿ ڏسي مايا ناٿ - هڪ عجب کيـل ڪيو
پنهنجو ڏسندي پاڻ رام سنگرام دئيتن دل مٺو اڻ ميو.

اهي ٻڌا دئيت لڙندي مرن ٿا، ڌرتيءَ تي ڪرن ٿا! ٻر وري اٿي لڙائي ڪن ٿا. اهو کيل ڏسي ديوتا وياڪل ٿي ويا ته رام اڪيلو انهن سان ڪيئن ٻچي سگهندو؟ دئيت مايا وچ لڙي رهيا هئا. رام ديوتائن کي دلل ڏسي پنهنجي مايا سان سڀ دئيت رام روپ ڪري ڇڏيا. دئيت اهو ڏسي دئيتن کي رام سمجهي مارڻ لڳا. اهين سڀ ناس ٿي ويا.



رام رام ڪندي جي مرن پـائـن پـد نرواڻ
اُدم ڪري رام ماريا سڀ ڪن هڪ ڪرپانڌان

جيڪي به دئيت رام رام چوندي مرن ٿا سي سڀ موڪش پد کي پراپت ڪن ٿا. رام ڪرشن ڪري ڪن ۾ سڀ دئيت ناس ڪيا.



دونهون ڏسي راوڻ وٽ وئي شرپنکا اِها وينتي ڪئي
چيا وچن ڪري ڪرود آتِ پاري
ديش ڪوش اوهان خبر وساري.

ٻاهه جو دونهون ڏسي شروپنکا راوڻ وٽ وئي ۽ کيس لڙائي ڪرڻ لاءِ اُڀاريائين ۽ ڪرود ڪري چوڻ لڳي ته اوهان ديش جي خبر اصل ڪونه ٿا لهو!



شراب پيئلو ۽ سمهو ڏينهن رات ٻنيي ڪي دشمن آيو ڪات!
راج، نيت بن؛ ڌن بن ڌرم سمرڻ وشنو بن ست ڪرم!

توهان شراب پي ڏينهن رات مزي سان سمهيا پيا آهيو. دشمن دروازي

لي ڪروڙين بجليون چمڪن ۽ وچ ۾ ناڳ پيا سونهن . ترڪش چيله ۾ ٻڌندي
رام ڏٺن جي لشڪر ڏي انهن تو ڏسي چٽ هاٿين جي جهنڊ ڏي شينهن نهاري!



گهيري ويا رام دئيت چؤڌاري پڳا پکي هرڻ ڏسي پؤ ياري
پريم ميه رؤپ سُندر ڏسن ٻاڻ هلائي نه پيا سگهن .

سڀئي راڪس رام کي گهيرو ڪيو . ان وقت ٻن جا هرڻ ۽ پکي ڊڄي هيڏانهن
هوڏانهن ڀڄڻ لڳا . سڀئي راڪش رام جو اُلي سندر روپ ڏسي اهڙا ته مست
ٿي ويا جو ٻاڻ هلائڻ ئي وسري وين!



منش جاتيءَ جو آهن سينگار دئيت چيو ٻئي راجڪمار
ديو نرناگ اُسرمُن جيڪي ڏٺا ٻڌا پڻ ماريا ڪي

دئيت چوڻ لڳا ته ٻئي راجڪمار منش جاتيءَ جو سينگار آهن . ٻئي اُتم
پرشڻ آهن . اسان گهڻيئي ديوتائون ، منش ناگ ۽ مني ڏٺا آهن ۽ ٻڌا ڪيترن
سان لڙايون ڪري اُنهنکي ماريو آهي ،



جنم پر ٻڌا ۽ ڏٺا ڪيترائي ڪٿي ڏٺي نه هيڙي سندرتائي
ڪپي نڪ ڪن ڪئي پيڻ ڪُرؤپ
موت لائق نه پرش نوپ

مون جنم ڀر ۾ هيڙي سندرتا ڪانه ڏٺي آهي! انهن لوڙي منهنجي ڀيڻ
جا ڪن ۽ نڪ ڪپي انکي بدشڪل بڻايو آهي ته ٻه هي اُتم سندر ٻالڪ مارڻ
لائق نه آهن .



دو تن اچي اهو رام ٻڌايو ٻڌي چيو ۽ من مسڪايو
پاڳ پيلا ٿيا آچ اسان جا لنظ اهي چيا دئيتن راجا

دوتن رام کي اها ڳالهه ٻڌائي . رام اندر ۾ مشڪيو ۽ چيو ته اچ منهنجا
وڏا ڀاڳ ، آهن جو دئيتن جي راجا انهن چيو آهي!



اسين کتري بن کريون شڪار    هرڻ اوهان جيها ماريون هزار
ڏسي بلوان شترو نه ڏرون    موت اچي ته به ساڻس لڙون.

اسين کتري آهيون ۽ بن ۾ شڪار ڪرڻ آيا آهيون ۽ پڻ اوهان جهڙن هزارن دشمن کي مارڻ آيا آهيون. جنهن هرڻ مارڻا آهن. شترو ڪيڏو به بلوان هجي، اسين انڪان ٻهه نه ڊڄندا آهيون. ڪال هجي ته آن سان به جيڪر لڙائي ڪريون.



اسين منش ۽ راڪشن ناسڪ    دشت ماريون پرمنين جا پالڪ
همت نه توکهر وجهو ڏهن    ماريون نه تنهن، جو پيڇي جڏهن.

اسين منش جاتي، راڪشن جي ناس ڪرڻ ۽ رشين منين جي پالنا ۽ سنڀال ڪرڻ اسان جو ڪرتوبه آهي! توهان ۾ همت نه هجي ته پل گهر وڃو. اسين ڀڄندڙ ڪانئرن کي ڪين ماريندا آهيون.



ڪپٽ ڪري ياهلي چترائي    دٻا دشمن کي ڪانئر پائي
دونن آلي جي حال ڪيو    هردو دئيتن جو جلي ويو!

ٻه ڪيتر ۾ دغا ۽ ڪپٽ ڪرڻ يا چترائي ڪرڻ يا وري دشمن کي دٻا آلڻ ڪانئرن جو ڪم آهي. اها ڳالهه جڏهن دونن وجهي رانوڻ سان ڪئي تڏهن رانوڻ جو هردو جلي ويو.



حڪم ڪيو، ۽ ڊوڙو ڇيو، پڪڙي اچو ٻئي پائر ويرو
ڪٽي ڏنش ٻاڻ، گهٽي ء حب ساڻ، هليا ڪانئڻ جيئن سيرو
پرپوڪئي ڏورڏنش ٽنڪور ڪري ڊپ، هر دئيت پڳو
گهٽو ٿيا وياڪل، سمجهه نه بلڪل، ڪو وقت ۽ گيان نه رهيو.

دئيتن کي حڪم مليو ته جلد ڊوڙ ۽ ٻنهي پائرن کي پڪڙي اچو. سب راڪش ڏنش ٻاڻ ڪٽي گهٽي اتاول سان هليا جڻ ته اهو ڪم سولو هو جهڙو سيرو ڪاٽڻ سولو آهي. هيڏانهن ٻئوان دئيتن کي ڏسي رگهو ڏنش جي ڏوري ء کي



بن نڪ ڪن بدشڪل بيزار جبل لٿي جڻ گيڙوءَ ڌار
رُڻندي راونڻ ڏاهن ڏنائين "ڏڪار تنهنجي ٻل" ائين چيائين.

نڪ ۽ ڪن ڪٽيل شرپنکا راونڻ وٽ وئي. جڻ ته گيڙوءَ رنگ جي ندي جبل تان وهي آئي آهي. وٽ ٻاڙي ۽ روئي راونڻ کي داهن ڏنائين ۽ چيائين ته اي راونڻ، تنهنجي انهيءَ شڪتيءَ لي ڏڪار آهي!



پڇيو راونڻ تنهن حال ٻڌايو ٻڌندي شرط ئي لشڪر گهرايو
جوڌا هزارين ساڻ گڏهي جن سڀني نہ پٺ ڏني

راونڻ جڏهن کانئس پڇيو تڏهن هن سڀي ڳالهه مصالح ملائي ساڻس ڪئي. راونڻ پنهنجي سڀي راڪشي سنا گهرائي اُنهن مان چوڏنهن هزار آهي ٻهادان چونڊيا، جن سڀني ڪڏهن به لڙائي کي پٺ نہ ڏني هئي.



عرش اُڏائي ڌڌڙ مٽي گهٽا ڪاري ۽ وايو جُهٽي
شرپنکا اڳيان راهه ڏيکاري
ڪن ڪٽ نڪ ڪٽ ڪيئن وساري!

آڪاش انهن مٽي اڏائيندا آهي جوڌا شرپنکا کي رستو ڏيکارڻ لاءِ اڳتون وٺي هليا. نڪ ۽ ڪن ڪٽيل کي خار هئا.



سڳن آشپ ڏسجن ڀڻڪاري ڏسي مرتيو وس اڳيان پيهه پاري
گجن ٻجن ۽ پيو ٻه ڏيکارن آڪاش اُڏن من خوشي وهارن.

اُنهنکي خطرناڪ سڳڻ ڏسڻ ۾ آيا. پر مرليو وس ڏنيمت انجي ٻ-رواهه نہ ڪري گجندا، ٻهڪاريندا، پڙ ڏيکاريندا اڏامندا ۽ خوشيون مناليندا هليا.



چون ڪي جيئرا اچو ڪٽي سڀهه پڪڙيو ۽ ماريو ڌٽي
ڪي چون ٻڌون ٻئي تا وير شڪار ڪرڻ بن آيا سڌير.

ڪي ڇوڻ لڳا ته ڀيڻ راڪاسڻ کي جيئرو پڪڙيو ؟ سيتا ڪي ڪٽي والوڻ ڪرڻ هلو. ڪي ڇون ته ڀيڻ پالڻ کي مارڻو. ڪي ڇون ته ڀيڻ کي ٻڌي ولي هلو. ڪي ڇون ته وڏارا ڀن بر شڪار ڪرڻ لاءِ آيا آهن.



ٻلي ڇيڙ ڇپ يار رهو اڳيان دئيتن اهي لفظ ٿي چئو
الين چوندا وڏندا رڻ ڏير اُتي ڀهتا جت رام سڌير.

ٻي وري ڇيو ته ٻارو، اِها ڳالهه نه ڪريو. متان دئيت رنج ٿين! سڀ ڀوسڄي ڀڄي لڙاي ڳالهيون ڪندا وڏندا هليا. آخر سڀ اُلي ڀهتا جتي ڀڳوان رامچندر هو.



دئيت لشڪر بس آيو پينڪر رهي سيه اوٽ جبل جي جيڪر
ڏوڙ اڏاميل ٿيو منڊل آڳي لڇمڻ سيه وجي جبل لڪائي.

سچ آڪاش ڏوڙ سان اوندهه لي وئي! رامچندر لڪشمڻ کي چيو ـــ لون سيتا کي ٻهاڙ جي ٻنيان وڃي لڪاءِ. راڪشن جي وڏي سئنا اچي رهي آهي. لڇمڻ آڳيا پالي سيتا کي ٻهاڙ جي ٻنيان وڃي لڪايو.

ڪروڙين بجليون نيلم پهاڙ چمڪيون
نانڪ اکيون ڏسڄن جيئن
چڙهائي ڪٽ ٻاڻ جتا ٻڌل سر ساڻ
پرپ پيو سونهي ڪيئن!
ڪمر ترڪش ڪمال ٻڌي پانهون وشال
ٻاڻ رکي ڌنش چاڙهي
پرپُ شينهن جيان چت چتوي تهان
جهنڊ هاٿين دئيت نهاري.



ڌنش لي ٻاڻ چاڙهي جنان سان رام اهڙو پيو سونهي جهڙو نيلم جي پهاڙ



رام وٽ وئي سُنُور رُوپ بڻائي پريم وچن چيا ڪجهه مُسڪائي
ڪو سم پرش نه موں سم نار سنجوڳ رچيو وڌ ڪري ويچار

پنهنجو روپ نهايت سندر بڻائي ۽ هار سينگار ڪري شري رامچندر وٽ آئي ۽ امام منا وچن ڏاڍي ناز نخري سان ۽ چون لڳي موهيندڙ مرڪ آڻي چيائين ته سنسار ۾ تنهنجي برابر بيو ڪو پرش سندر ڪونهي ۽ منهنجي برابر وري ڪا ناري ڪانهي. وڌاتا ويچار ڪري اسان جو پاڻ ۾ جوڙو ناهيو آهي.



موں لائق نه پرش سنسار ڳولهي ڏٺو جڳ موں سؤ وار
آءُ رهيس تنهن لاءِ ڪنواري من مڃيو ڏٺم توهه ڪواري.

موں سڄو سنسار ڳولهي ڏٺو آهي ته منهنجي لائق ڪو به پرش سندر ڪونهي. انهيءَ ڪري آءُ ڪنواري رهي آهيان. هاڻي جڏهن توکي ڏٺم تڏهن منهنجي دل مڃي ٿي ته توسان وواهه ڪريان جو تو جهڙو سندر بيو ڪو به ڪونهي.



سيتا نهاري رام چيو ڀاءُ ننڍو هيءُ ڪنوارو رهيو
پوءِ لڇمڻ وٽ راڪسڻ وئي رام نهاري ڳالهه چئي

پوءِ سيتا ڏي نهاري پوءِ راڪسڻ کي چيو ته منهنجو هيءُ ننڍو ڀاءُ ڪنوارو آهي ۽ تون انهيءَ کي چئُو. راڪسڻ پوءِ لڇمڻ وٽ وئي. لڇمڻ کيس دشمن سمجهي رام ڏي نهاريو ۽ چيو ته



سندري پڌ مان آهيان داس پراڌين تو سک نه خاص
پريپ سمرٿ آوڌ راجا آهي جيڪي ڪري سو ڪيس نڀائي.

اي سندري، مان ته هن جو سيوڪ آهيان. مان پراڌين، موں مان توکي ڪهڙو سک ملندو؟ باقي پڪران ته ايوڌيا جو راجا آهي، کيس سڀڪجهه سڀائي تو جيڪي به ڪري.

سُک سيوڪ چاهي، مانُ بکاري
لمپٽ ڌن، گت شمپ ويچاري.
يش لوڀي، گهرن مانُ مداقت
ڏذي آڪاش ڪيئن ڪير پرابت؟

نوڪر سک کي، بکاري مانَ کي، لالچ ۾ گتل ڌن کي، ويچاري مڪتيءَ کي، لوڀي جس کي چاهي ته اهو اهڙو ئي لڳندو، جيئڙو ماڻهو آڪاش کي ڏهي کير پرائڻ ڪرڻ چاهي.

راڪسڻ موتي رام وٽ آئي رام ڪٽي وري لڇڻ موٽائي
لڇڻ چيو توکي اهو وري عزت ڇڏي، لڄ خيال نه ڪري

اهو ٻڌي راڪسڻي رام وٽ موٽي آئي. ان رام وري به کيس لڇمڻ ڏي موڪليو. لڇمڻ کيس چيو ته، اي راڪسڻ، توسان ته شادي اهو ڪري جنهن کي لڄ نه هجي ۽ پنهنجي عزت ۽ شان جو خيال نه ڪري.

راڪشڻ تڏهن رام وٽ وئي شڪل ڀيانڪ ڌارڻ ڪئي
وار چڙيل ڏند نڪتل ٻاهر تيڏيون ڀروون ڪن وڏا ۽ ظاهر

تڏهن اها راڪسڻ پنهنجو سروپ ڀيانڪ بڻائي رام وٽ وئي. سندس وار چڙيل ۽ ڏند ٻاهر نڪتل هئا. اکيون ليڏيون، ڀرون وڏيون، ڪن وڏا ۽ ظاهر هئس. ڏلي ٻڙ ولي وڃي.

لڇڻ سندس يڪدم ڇڏيا نڪَ ڪن وڍي!
راوڻ چتاون جڻ ڏني دڪاران پنک سڏي.

لڇمڻ جهٽ پٽ سندس نڪ ۽ ڪن ڪپي ڦٽا ڪيا. جڻ ته راوڻ کي سندس پڄڻ دتاران چتاوني ڏني!

جي ڀرپور سان سڀ ڪجهه رچي ٿي. ڪير ڀلا ان جي مهما ڪري سگهي.




گيان وان جنهن جتي بسي سيڪنهن ۾ هڪ برهم ڏسي
تنهه سمجهي گڻ ٽن ٽن جو تياڳ
تنهن سمجهو ٿيو سچو ويراڳ

گيان اهو آهي، جتي "مان" نه آهي. اهڙا گياني سڀ ۾ هڪ ڏسندا آهن. جيڪو ٽنهي گڻن ۽ ٽن جي ڪي ليپ سمجهي انهن جو تياڳ ڪري ڇڏيندو آهي، سچو ويراڳي آهي سمجهو:




جو نه مالڪ مايا ڄاڻيو سو سمجهو اڇا جيو
بندن ۽ مڪتي کان مٿي مايا پريرڪ سديو.

جيو جيستائين ڀاڙڪي مايا جو مالڪ نٿو سمجهي تيستائين جيو آهي. جڏهن ڀاڙڪي مايا جو مالڪ سمجهندو تڏهن ٿي ايشور ٿي ويندو!




ويراڳ ڌرم مان، يوڳ مان گيان گيان موڪيه پد ويد وکاڻ
جنهن مان خوش آءُ جلد ٿيان اهو ڪري مان ڀڳت پڇان.

ڌرم مان ويراڳ ۽ ان جي يوڳ سان گيان ۽ موڪيه پراپت ٿيندو آهي. اهو ٿي ڪجي جنهن مان، مان خوش ٿيان. اها ڀڳتي آهي.




ڀڳت سوتنتر ڪنهن وس ڪين گيان ويراڳ ٻئي ڀڳت اڌين
ڀڳت انوپم جڙ سک سازي ٿئي پراپت سنت جي راضي

اها ڀڳتي ڀهڃي اڌين آهي. گيان ۽ ويراڳ ان ڀڳتيءَ جي اڌين آهن. ڀڳتي انوپم سک جي جڙ آهي. پر ڀڳتي پراپت تڏهن ٿيندي، جڏهن سمهه ڀوش، ستڪرڙ، ڀڳوان راضي ٿيندا ۽ ڀڳتيءَ جو دان ڏيندا.




ڀڳتي سادن ڪريان هٿ بيان وني ڪس سو سڀ مان ڀڳوان
ڀهريون برهمڻن چرنن پريتي ڌرم درڙتا ٻيو ويدن نيتي

ڀڳتيءَ جو سولو طريقو ٻڌ جو ماڻهو وڏي مولکي پائين ٿا. ڀڳوان ٻرهمڻ ۾ پورو وشواس ۽ پريم هجي (سچو برهمڻ) پيو وڏو رتيءَ موجب ڀڄندي ڏوهه ۾ انيل پريم هجي.



سنت چرنن ۾ آئي پريم  من وچن ڪرم ڀڄن درڙ نيم
مات پتا گرياڻ پتي ديو  مون منجهه سمجهي ڪري درڙ شيو.

سنت جي چرنن ۾ گهڻو پريم هجي ۽ من وچن ۽ ڪرم سان ڀڄن ڪرڻ جو پاڻ ۾ نيم ڌارڻ ڪري. پتا، ماتا، گرو ۽ پتي ديو ۾ مونکي سمجهي انهن جي پريم سان سيوا ڪري.



گد گد ٿي گڻ ڳائي منهنجا  پريم جل هارن نيتر جنهين جا
ڪام آد مد دمڀ نہ جنهن کي  سدا رکي سو وس ۾ مونکي

گد گد ٿي منهنجي واڻي ڳائي. اکين مان سدائين پريم جو جل پيو وهي. جنهن جو من ڪام آد وڪارن ۾ قائل نہ هجي. ڀاڪند ڇڏي ورتي. اي ڀاءُ، مان سدائين اهڙن پرشن جي وس ۾ رهان ٿو!



ڀڳتيءَ يوگ ٻڌي خوش ٿيو  لڇمڻ شرن پريوءَ جي پيو.
اهو ٻڌي سڀ سنسا دور  گيان سنيهه ٿيو پرگهٽ ضرور

ڀڳتي ۽ يوگ جو اپديش ٻڌي لڇمڻ خوش ٿيو ۽ سر جهڪايو. سندس دل جا سڀ ڀرم دور ٿيا. گيان ۽ سنيهه دل ۾ اڀريس.



دشت ڀيانڪ ناگڻ جيئن  راوڻ ڀيڻ شرپنکا ليئن.
پنچوٽي سا وئي هڪ وار  ڪام آتڻي ڏٺا سندر ڪمار

انهيءَ وچ هڪ ڏينهن راوڻ جي ڀيڻ شرپنکا، جا ڀيانڪ ۽ دشت هئي، جهڙي نانگڻ، پنچوٽي آئي. ٻنهي سندر ڪمارن کي ڏسي ڪام جي ڀڙڪا ۾ جلڻ لڳي.




مؤج ۾ هڪ ڏينهن رام ڏٺو ڪپٽ رهت وچن لڇمڻ چيو
ديو منش وشوَ مالڪ لون آن ڪيئن سمجهي مان پريو پڇان

هڪڙي ڏينهن رام کي موج ۾ ڏسي لڇمڻ پڇيو ته اي سوامي، لون وشو
جو مالڪ آهين، مان انهن سمجهي پڇان او ته




جيو ايشورَ ۾ ڀيد جو سو سڀ نيڪ ٻڌاءِ
جيئن اُپجي مَنَ پريم اٽل موهه ۽ شوڪ پڄاءِ.

اي ڀڳوان، دنيا ۽ پالي جيو ۽ ايشور جي وچ ۾ جيڪو تفاوت آهي، اهو سمجهائو
جنهن ڪري منهنجو اوهان ۾ پريم وڌي ۽ هردي مان موهه ۽ شوڪ مٽي وڃي.




سيڪجهه ٿورو منجهه ٻڌي من ايڪاگر بنهه رکي
چوڻ "مان، منهنجو" اِهائي مايا جنهن وس ۾ سڀ جيو ٻڌايا.

اي ڀاءُ ٻڌ. من ايڪاگر ڪري وٺ. "مان ۽ منهنجو" چوڻ ئي مايا آهي،
جنهن سنسار کي ٻڌايو آهي.




مـن اندريــون بس وِڇن جيائين
مـايا ڦهليل ڪــون سمجهه ڪيائين
۽ مـايـا جا ڀيد اهيئي هڪ اوديا ٻـي وديـا اٿيئي

اندرين جا وشيه، (شبد، سپرش ۽ روپ) جيستائين من وڃي ٿو، سڀ
مايا ئي سمجهه. انهيءَ جا ٻه ڀيد آهن: هڪ وديا، ٻي آوديا.




ڏشٽ اوديا آ ڏک روپ وس ۾ ٿي پيو منش اندڪوپ
وديا رچي گڻ شي سڀ جو پرڀ پريرڻا بل نه پنهنجو

اوديا ڏک روپ آهي. انسان انهيءَ جي وس ٿي اونڌي کوهه ۾ ڪريو
پيو آهي. وديا ته هميشه سک روپ آهي ۽ سڀ گڻ هن جي آڌين آهن. ڀڳوان



سيه لڇمڻ سان رام پڌاريو
جنهنکي اوهين ڏينهن رات سنياريو
پڌي اگست أتي جهٽ هليو خوشيءَ کان اک ۾ نير ڇليو.

اي گرديو، جنهن پاڳران کي لوهين ڏينهن رات ياد ڪندا آهيو اهو پڌاريو آهي. مني اهو پڌي جهٽ أٿيو ۽ خوشيءَ کان اکين ۾ پاڻي اچي ويو.



من پد ڪمل پئي پاءُ پيا اگست ڪانڌن وري ڪنڌل پڇيا
قرب سان هرهرچاتيءَ لائي آسڻ سندر ڏنا منيءَ سڃائي.

پئي پائر منيءَ جي چرنن لي ڪري پيا. منيءَ پوءِ ڪانڌن ڪنڌل پڇيو ۽ هرهر پرپر سان چاتيءَ لائي آسڻ ڏنو.

کهڻين طرحن سان ڪري پرپ پوڄا
پاڳم پالا اڄ گهڻو منهنجا ٿيا.



جتي جتي پيا مُنـي رهيل
ڏسي خـوش ٿـيا پرپ چـرن ڪمل

اگست رام جي پوڄا ڪري چوڻ لڳو ته مان اڄ پاڳران آهيان جو لوهان جو درشن پالو اٿم. پيا مني به چرن جو درشن ڪري خوش ٿيا.



هڪ وينتي جا دلبر آهي گجهو توهان کان ڪجهه به ناهي
جنهن ڪارڻ مان آهيان آيو ڪين خـالمو ڪري پـڌايو.

منراج، لوهين سڀ ڪجهه جاڻو ٿا ته مان ڇا لاءِ آيو آهيان. مون اوهان کي اهو پڌرو ڪري نه پڌايو آهي.

وات پڌايو پرپ أها ماري سڳيان سڀ راڪش درو ها
ديت نه هڪ جهنگ بـن بچي
پـارو ساڙي ڪمل نه ڏسجي.



ڏيا پالي مون کي اها وات ٻڌايو جو مان منھن جي شڪتن واڪڻ کي ماريان جيئن انھن مان ھڪ به نه بچي! آهي انھن ناس لي وڃن جيئن پارو ڪمل ٽلن کي ناس ڪندو آهي.



اتِ پربل وڻ تنھنجي مايا گل برهمانڊ انيڪ لڳايا
خوب پينڪر اوهان کي جاڻ چلي سگهي سڀ منش سجانَ

اوهان جي پربل ۽ پينڪر مايا کي جاڻو ٿا جنھن ۾ هزارين برهمانڊ گل وانگر لڳل آهن جا مايا هڪ وڻ جيان آهي. ۽ ڪوڙو به هوشيار منش انھي مايا ۾ ڦاسي سگهندو آهي.



جيو رهن کي گان اندر جاڻ نه ڪنھن کي آهي مگر
مرڪيو گل اُهي سڀ ٽوڪائي ڏيپ تنھنجي مگرچڏ پوڏڪائي

انھن گلن جي اندر استاور جنگم رهندا آهن. اهي ڪجهه به نه جاڻندا آهن. انھن گلن کي ڪائڻ وارو پينڪر مرلبو آهي. اهو خوفناڪ ڪال به اي پڀوان، لوڪان ڏجي لو.



لوڪ پتي اوهين آهيو سائين پڇيو منش جان رري توهان ڏي!
گهران اهو رر ڪرپانڪيت دل اندر رهه سيه لڇڻ سميت

اوهان نه سڀ ڪجهه جاڻڻ وارا لوڪ پتي آهيو. روي رواجي، ماڻهن وانگر به اوهين ٿا پڇو! اي پڀوان، مون کي اهو وردان ڏيو ته منھنجي هردي ۾ سيتا ۽ لڇمڻ سميت اوهان جو پرڪاش رهي!



ڏيو هميشه داسن وڏائي پڇيو مونکان ٿا تڏهن رگهرائي ؟
پرم منوهر جاء هڪ آهي پوتر پنچوٽي پرسڌ سڏائي.

اي پڀوان، اوهان هميشه پنھنجي سيوڪن کي وڏائي ڏيندا آهيو تنھن ڪري مونکان پڇو ٿا. هڪ پرم مدوهر استان آهي، جنھن کي پنچوٽي سڏيندا آهن.



چرن ڪريو جڏهين اُٿيو من جاڳيو پريم مگن بنور وڏڀاڳيو.
وشال پڇا سان ڪيس اُٿاريو
پريم ڏيئي هر پرسان وٺاريو.

ڏانديءَ وانگر رام جي چرن ۾ ڪري پيو. ڀاڳوان مني رام جي انهيءَ سروپ ۾ مگن ٿي ويو. رام پنهنجي وشال ٻانهن سان اٿاري کيس ڳلي سان لڳايو.



مُن هردي ڏري ڏير ٻوءِ چرن رکيو سر ناءِ
آشرم پنهنجي آندو ٿنهين پوڄيو ٻوءِ رگهراءِ.

مني ڏاڍو ڏري ۽ چرن ۾ مستڪ رکي ونتي ڪري ٽنهين کي آشرم ۾ وٺي ويو ۽ شرڌا سان رام جي پوڄا ڪيائين.



مايا رهت پريپ سروويابي هر هردي ۾ رهي سڀ راشي
دئيتن شترو، دل منهنجي ۾ واس سدا موُن هردي ڪر

ڀڳوان مايا رهت ۽ سروويابي هوندي سڀني جي هردي ۾ وسي ٿو. ڪڏهن ۾ اي دئيتن کي ناس ڪندڙ ڀڳوان، منهنجي هردي ۾ اچي واس ڪر!



منيءَ وچن اِهي رام وڻيا کهٽي آنند جو سبب بڻيا.
من پرسن ڏسي گهرين ٿون جو سڀ ڄاڻج وَر ڏيان سو تو

منيءَ جا اهي وچن ٻڌي رام خوش ٿيو ۽ منيءَ کي چيائين ته مان اوهان سان راضي آهيان، جيڪو وَر گهرڻ وڻي سو گهري وٺ.



ڪڏهن نه موُن وردان گهريو چڱو ٻرو ڪو، مني جيئو
چڱو جو سمجهو ڪريو گوسائين جنهن ڀائي پريو مون ڀانئين!

سائين، مون ته ڪڏهن وردان گهريو ئي ڪونهي. مون کي ته اها به خبر نه آهي ته چڱو ڇا آهي ۽ برو ڇا آهي! اوهان کي جيڪي منهنجي ڀلائيءَ وارو

ور سمجھ ۾ اچي سو ڏيو.



لڇڻ سيه سهت اي پريو ڏنش ياڻ پڻ ساڻ
اڇو رهو ڪريو چند جان هرديه گگن بسرام

اي ڀڳوان، لڇمڻ ۽ سيتا سميت، ڏاش ياڻ ڌارڻ ڪيل سدائين منهنجي هرديه ۾ واس ڪريو جيئن چنڊ آڪاش ۾ آهي.



"ايئن ٿيندو" چئي خوش ٿيو رام
چاهيو اگست وٽ وڃڻ نڌان
ڪري پرنام مُن هٿ ڀڏا ڀڏو وينتي داس ڪري جسا

"ائين ٿيندو" چئي ڀڳوان خوش ٿي اگست مني؛ وٽ وڃڻ لڳو. پر مني؛ چيس ته منهنجي هڪ وينتي ٻڌو:



گر درشن ڪئي وقت گهڻو ٿيو عرض ڪريان، جي آگيا ڏيو.
هاڻ توهان گڏ هلان گر پاسي قبول ڪندا وني دل ٿي باسي.

هن آشرم ۾ اچڻ کان پوءِ گروءَ جو درشن نه ڪيو اٿم. توهان ڪيئي اِها وينتي آهي ته آگيا ڏيو ته توهان سان گڏجي هلان. پڪ اٿم ته اِها وينتي ضرور قبول ڪندا.



گس ويندي اوهين وراڻ مارينداا
چرن اوهان جا ڏسڻ ۾ ايندا
ڏسي مني؛ جي اِها چترائي ڪليا الدر ۾ پوءِ ٻئي ڀائي.

رستي ۾ ويندي اوهين وراڻ ماريندا، آئي مان توهان جا چرن ڪمل ڏسندس. ڀڳوان قبول ڪيو. پوءِ رام ۽ لڇمڻ مني؛ جي چترائي ڏسي اندر ۾ کلڻ لڳا.

بانهن مٿي ڪٽي ڀڳوان نشچيہ ڪيو تہ ڪيئن بہ ڪري ديتن کي ماري ڌرتيءَ تان انهو بار لاهيندس. منين ۽ رشين جي آشرمن ۾ وڃي هر هڪ مني کي رام آلٿ ڏنو.



مني اگست هڪ شش سجان نان ستيکڻ ڀڳت ڀڳوان
من وچن ڪرم رام جو سيوڪ نميو نہ ٻئي ڪنهن سپن چڏڪ

اگست منيءَ جو هڪ شش ستيکڻ نالي هو جنهن جو ڀڳوان رامچندر ۾ اٽل وشواس هو ۽ من وچن ۽ ڪرم ڪري سندس سيوڪ هو. هن ڪنهن کي بہ سپني ۾ بہ پرنام نہ ڪيو هو سواءِ رام جي.



رام اچڻ هن جڏهن ٻڌو خيال ڪندو ڊوڙي آيو سڌو
من نہ اچي ڪا ڪيس پرڀيت ديا ڪندو مون جهڙي نيچ!

هن جڏهن رامچندر جو اچڻ ٻڌو تڏهن خيال ڪندو ڊوڙندو سڌو اتي آيو جتي رامچندر هو. هن کي وسهہ ٿي نہ پيو اچي تہ رام ڪو مون جهڙي نيچ تي بہ ديا ڪندو.



ناهہ ڪيو مون جپ تپ نيم نڪي رکيو ڪو چرنن پريم
ويد جاڻايل سو سچ ٿيندو
ٽيڪ نہ جنهن، تنهن سهائڪ ٿيندو.

مون نہ ڪو جپ تپ ئي ڪونہ ڪيو آهي ۽ نڪي ڀڳوان جي چرنن ۾ ڪڏهن پريم رکيو آهي. پر مون کي ٻڌل آهي تہ ويدن ۾ جيئن ڄاڻايل آهي تہ جنهن منش کي ٻيو ڪو سهارو ڪونهي تنهنجي ضرور سهائتا ڪندو.



جنهن نہ رام جي ڄاڻ هجي جت وڃڻو سو ڪين سُجهي
ڪڏهن اگي ڪڏهن پير پٺ پاسن
نچن ٽپن ۽ ڪڏهن ڪٿ ڳائن.

جنهن کي رستي جي ڄاڻ نہ هجي پر رام جي آسري هلندو هلي ۽ ڪڏهن




مَن پَگَ سِرْ هٿ ڏي مُنين سرتاج هليو ٻن ڇڏي
اڳيان رام آ لڇمڻ پٺيان رشيءَ ويس ٻئي حيرت ڏسان.

منيءَ جي پيرن تي سر رکي ۽ ٻئي هٿ جوڙي اڳتون رام، پٺيان لڇمڻ ٻئي منيءَ ويس ۾ ڏسي حيرت وٺيو وڃي!




سيه ڏسو مڌيه سؤنهي ڪهڙي برهم جيو مڌيه مايا جهڙي.
بن جبل ۽ نديون ۽ گهاٽ پريو سڃاڻي ڏين سڪي واٽ.

وچ ۾ سيتا اهڙي سونهين جو ڄڻ برهم ۽ جيو جي وچ ۾ مايا بيٺي وڃي! بن، جبل ۽ نديون گهاٽ رام کي سڃاڻي رستو ٺيڪ ڏيندا ٿا وڃن. يعني ڪين رستي ۾ ڪا ڪنڊائي ڪانه ٿي.




جت جت پون پريوءَ جا پانءُ
سڄ ڏڪي پيا ڪڪر ڪن ڇانءُ.
اُتي آيا جتي مُنِ شرڀنگ جوڙي سندر ۽ سيتا سنگ.

جتي جتي ڀڳوان وڃي ٿو اتي ڪڪر ڇانئجي ٿا وڃن ۽ ڇانوا ٿا ڪن. آخر اُتي پهتا جتي شرڀنگ رشي رهندو هو.




اي ڀڳوان چيو مُنِ شرڀنگ رِدي شنڪر مانسرور هنج
واٽ تني ويندي بڌم برهم ڌام بن ايندو اڄ رام سڪڌام

شرڀنگ رشيءَ چيو تہ اي ڀڳوان توهين شنڪر جي هردي ۾ رهندڙ مانسرور جا هنس آهيو. مون برهم لوڪ ويندي رستي ۾ ٻڌو تہ اڄ ڀڳوان رامچندر بن ۾ ايندو.




واٽ نهاريان پيو ڏينهن رات پاتم دوس ۽ پيو ڪٽ واٽ!
اي پريو مان سڀ طرح نيچ ڪرپا ڪئي ڏو ڪيو پنيت.

ڏيهن رامه اوهان جي رات ڀير اڀاريان. اح درشن ٿاني پنهنجو براڪ
ملو ڪيرا مان ته سڀ طرح ليم آهيان پر اوهان داس کي پنهنجو ڪير آهي ۽
درشن ڏنو آهي.



ڀوڳ ڀڳيه ۽ جپ تپ هرڪو ڀاڻ اربي ۽ ڀڳت ۋر وڙنو
موهه ڇڏي ۽ چڪيا رچي رشي شرينڪ منجهه وينواچي.

مني جيڪي ڀ ڀگيه ۽ اپه ڪيا هتا سي سڀ ڀگران کي اربي "ڀگتي دان"
ور ورتائين ۽ هڪ ڪالي ٿاهي الر ويهي رهيو.



يوگ اگن الين ديهه جلائي ولنڪنٺ ويو شرينڪ سمائي
انهيءَ ڪري هرلين نه ٿيو ڀڳت وردان ولي پهرين ويو.

هن جي داهي يوگيه جي اگنيءَ سان جلي ويئي ۽ هؤ ولنڪنٺ ڌام هليو
ويو. هو ڀگران پر الوڻ ڪري لس نه ليو جو هن پهرياٿن ڀگتي جو وردان ورتو هو.



الين هليو بن ودي اڳــي ساڻ هلندا مُن الين لڳــي
ڍير هڏين ڏسي رستي رام پڇيو منين ڪان ڦِتو آرام

رام يوءِ اڳتي هليو. مني به ساڻ هليا عوصه ڏيڻ خاطر. رستي ويندي رامچندر
هڪ هڏن جو ڍير ڏٺو ۽ انهن باٻت منين کان پڇيائين. ڍير ڏسي آرام ڦتي ويس!



سڀ جاڻو پوءِ پڇوڪيئن سوامي سڀ درسي ۽ انترپامي
منين هڏيون جن دئيتن کايــو
اهــو ٻڌندي جـل اکين ۾ آيو

منين وراڻي ڏني ته اي سوامي، توهين سڀ جاڻو ٿا. توهين سڀ درسي
۽ انترپامي آهيو. جن ڏمشت منين کي دئيتن کاڌو آهي هي هڏيون انهجون
ئي آهن! اهو ٻڌي رام کي اکين ۾ پاڻي اچي ويو.



دئيتن آجي ڏرن ڪريان ٻانهن کڻي ڪيو پرن
رشين منين آئت ڏنــو آشرم وڃي سنـدن.

جنهنجي مورت دل ۾ سمائڻ لئي استريءَ جو مکيه ڪرتوبه هئڻ گهرجي ليکڪي ڇڏي ٻرائي ٻرش جي پنهان ڏيارائي رهندڙ استري هر هڪ جنم ۾ ٻرهه جرائيءَ جي وقت ودوا ٿئي ٿي!




سهج ڪريل لار پتي سيوي سڀ پاڳه لهي
ويد ڳائن جسَ چار دانو نار تاسي ورندا ٻڻي.

پتيءَ جي سيوا ڪرڻ سان ڪريل ڪليڻ استرين ۽ سوڀاڳ وارين ليندين آهن ۽ پرم گتي پرابت ڪنديون آهن. جلندر دانو جي استري ورندا تلسي ٿي پئي ۽ وشنوءَ کي پياري هئي ۽ اڄ تائين هن جي نالي تلسي جي ٻوٽي آهي!




وچن ٻڌي سيه پرم سک پاتو ادب ڪيو ۽ چرن سر لاتو.
پڇيو من ڪان جي آگيا ٿلي وڃي رهون اسين بن ۾ ئي

سيه اهي وچن ٻڌي پرڻام ڪيو ۽ سر چرڻن ۾ رکيو. پوءِ رامچندر آڳر ڪان پڇو ته جي آگيا ڏيو ته اسين اتي بن ۾ وڃي رهون.

ڪرپا سدا مونتي ڪندا رهجو
داس ڄاڻي پنهنجو پريم نه ڇڏجو.
ڌرم ڌرينڌر رام جي ٻاڻي ٻڌي، پريم وس چيو مُنِ گياني.




سائين مونتي ديا جي نظر ڪندا رهجو ۽ داس سمجهي پنهنجو پريم گهٽ نه ڪجو. رام جي اهڙا ٻالي ٻڌي پريم وس ٿي گيان وان مني چيو:




مون سمجهي هاڻ لڇمي چترائي ديو ڇڏي پيا تو سيو ڪائي
توهان سمان پلا ڪير ٿلي جنهن سيائه سدا اِهو رهي!

مون هاڻي لڇمي جي سياڻپ کي سمجهيو آهي ته ڇو هو سڀ ديوتائن کي ڇڏي توهان جي داسي ٿي آهي. توهان جهڙو ٻيو ڪير ٿي تو سگهي؟



ڏسي ايندو رشي پنهنجي آستان
ٻوڙي اڇي اڳيان ڪيو پرنام
ڪندي سنمان ، ۽ پاڪر پاتو آنند آپار ٻن مترن ڇاتو .

الر رشيءَ ڀڳوان کي ايندو ڏسي اڳتون آيو ۽ پرنام ڪيائين ۽ هردي سان لڳايائين ۽ پريم جل سان ڇڻ کين سنان ڪرايائين !



نـريون اکيون ڏسي رام سندرتائي
آشـرم آڻـي ڪئي سيو ڪائي
ڪري پوڄا مڌر وچن ڇيا پيت اڳيان ڦـل ڦول کيا .

ڀڳوان جي سندر سروپ کي ڏسي اُلر جون اکيون لوي پيون . پوءِ کيس آشرم ۾ وٺي آيو ۽ آدر ڏيئي ڦل ڦول پيت کيا .



وينتي ڪري سِـر اڳيـان رکـي
همٿ جـوڙي ڇيـو پـوءِ
چرن ڪمل ۾ ڏيان نِت رهـي سـدا سندوءِ .

مڻيءَ نمرتا سان چيو تہ اي ڀڳوان ، مونتي اِها دِيا ڪريو ۽ وردان ڏيو تہ جئين منهنجو ڏيان اوهان جي چرنن ڪملن ۾ لڳو رهي .



ڏسي مڻيءَ ۾ پريم پريٽام مـن آيـو ڪهڙو رام بسرام
جنم جنم منهنجو پريم وڌي ڇڪور بنا چنڊ جي نہ سگهي .

جنم جنم ۾ منهنجي پريت وڌندي ئي رهي . جئين چنڊ بنا ڇڪور جي نہ سگهندي آهي . اِهو ٻڌي رام خوش ٿيو .



خوش سبيہ پائي ۽ استريءَ کي جئين ڪوڪيلا رات ڏسـي
۽ اِستريءَ پڻ آنند پاتو آسيس ڏيئي ڪٽي ڇاتيءَ لاتو .



رام سيه ڪيئن لڇمڻ نهارن  ڇير اکين کي منجهه وهارن.
سيه لڇمڻ سيون رگهوبير  سيوي اگياني جئين سرير.

رام ۽ سيتا، لڇمڻ جي ائين سنڀال ڪن ٿا جئين اکين جي ڇپر رکيا ڪندا آهن ۽ لڇمڻ ۽ سيتا وري رام جي سيوا ائين ڪندا آهن جئين مورک ۽ اگياني ماڻهو سرير جي سيوا ڪندا آهن ۽ سنڀال لهندا آهن.



ائين پريه پيو بن گذاري  مرگهه کگ سپ پريم نهاري.
توهان پڌو رهي بن ڪيئن رام  سمنت پڌو جڏهن پهتو گام.

بن ۾ پکيون ڪيئن مرگهن ۽ پکين جي وچ رهي تنو سو پڌو. هاڻي سمنت ڪيئن ايوڌ يا پهتو، سو پڌو.



رام پُڇائي ڪاڏي موٽ مهاڻي  سچو سمنت رٿ ڏنوئي هاڻي.
منتري منجهيل نشاد ڏٺو  چئي نه سگهجي نکي وڃي سنو.

نشاد رام کان موڪلائي آيو ته منتري ۽ کي منجهيل ڏٺائين. هن منتري ۽ کي ڏسي محسوس ڪيو ته هيءَ ڏاڍو دکي آهي. پاڻ به انهيءَ ڪري دکي ٿيو. اهو دک هٿ ورڻ تي نتو سگهي ۽ نکي سڄي به سگهجي ٿو.



رام رام سيه لڇمڻ پڪاري  ڌرڻ پيوهيڏي هوڏي نهاري.
ڏسا ڏسي ڏکڻ گهوڙا هٽڪارن  پرن بنا جڻ پکي گذارن.

وزير وياڪل ٿي رام سيتا ۽ لڇمڻ کي پڪاري ٿو. گهوڙا به ڏکڻ جي طرف ڏسي هٽڪارن ٿا. پاڻ بيهوش پيل ڌرتيءَ تي ڪريو پيو آهي!



پاڻي پيئن نه اَن چرن  اکين آب انڌار.
وياڪل ٿي ويو نشاد به  ڪري پڪار هر بار.

گهوڙا نڪي پاڻي ٿا پيئن ۽ نه داڻو چرن ٿا. اکين مان پاڻي پيو وهين ۽ الڏارڻون. نشاد به اهو ڏسي وياڪل ٿيو.



نشاد چيو ڪجهه ڌيـر ڌريـو
ويو ٿي تنهن جو دک نـه ڪريو.
توهين پنڊت پرمارٿ گياني خلاف وڌاتا آ، بس جاڻي.

سمنت چيو ته ٻيارا هاڻي شوڪ ڪي ڇڏيو. توهين پرمارٿ کي ڄاڻڻ وارا آهيو. وڌاتا هاڻي خلاف آهي. هاڻي ڇا ليندو؟



آهه گهوڙن جي حالت اهڙي ناڻک وچالي مڻ آ لهڙي.
رام نام ڪٿي جيڪو سنيارڻي گهوڙا ڏسن تنهن ڏي هٽڪاري.

گهوڙن جي حالت اهڙي ناڻک جهڙي آهي جو پنهنجي مڻ وڃائي ويٺو آهي. گهوڙا نه اهي ڏي نهارين ٿا جو رام جو ناءُ لو ڪٿي.



ويا نشاد گــڏ سارٿي چار سندن دلين ۾ دک اپــار.
رٿ ڪاهي سڀ ايوڌيا آيا اڄڻ انهن جي شور مچايــا.

سارٿي ۽ نشاد جڏهن ايوڌيا آيا. تڏهن ڏاڍو شور مچي ويو. سڀ دک جي ڪري وياڪل ٿي ويا.



نار ڪُلين پتيورت سياڻي ميي آگيا پتي من ڪرم واڻي.
ڪرم ڦل وس ٿي پتي وڃائي وزير بنا رام ڪـئين دک پائي.

پتيورت ناري، جا پتيءَ جي سيوا من، وچن ۽ ڪرم سان ڪندي هجي ۽ ڪرم ڦل جي ڪري هوُ پتي وڃائي ويهي ته پوءِ سندس حالت ڪهڙي ليندي؟ وزير جي حالت به رام ۽ سيتا کانسواءِ اهڙي هئي.



رام سيه لڇمڻ جيان رهن بن وڻ سڀ پيا ڦرن ڦلن
اڳي جو بن هو ڀٽيل دڪدائڪ پيو ٿي سو اڄ سندر سکدائڪ

جڏهن کان رام بن ۾ اچي پڌاريو آهي تڏهن کان سڀ وڻ ميون سان پرپا رهن ٿا ۽ دڪدائڪ جي بدران سکدائڪ ٿي پيو.



ديو وسن پين بڻن اندر سڀ چون رام بن سندر
گنگا سرسوتي دنکر کنيا ميکل پتري گوداوري ڌنيا

جتي به پين بڻن ۾ ديوتائون رهندا هئا سي سڀ رام جي بن جي ساراهه ڪندا هئا. گنگا سرسوتي جمنا گوداوري نربدا.



جبل هماچل آدڪ جيڪي چترڪوٽ سارهائين سڀ سي
سک ونديا چل کين سمائي چترڪوٽ هڪ حصو تنهن آهي

هماچل آدڪ جيڪي به پيا جبل آهن تن کان هاڻي چترڪوٽ سندرتا ۾ وڌي ويو آهي. ونديا چل جبل جي سندرتا جو ورنن ٿي نٿو سگهي؛ چترڪوٽ انجو هڪ حصو آهي.



رام سيه بڻن لڇمڻ بن رهن نظر ماي جڻ سڀن اڌن
وڻ ٽڻ پيا جيو اُنساهت چرن رج پرسي موکيه پراپت.

رام جي بن رهڻ سان جڻ اڌن کي اکيون مليون! وڻ ٽڻ ۽ پيون اچل شيون به رام چرڻن جي رج سان موکيه پراپت ڪري ويون.



هرهر ڏسي سيه رام چرن جهجهو ڏسي پڻ پريم
سپني ياد نه ماءُ پيءُ سڀ سمجهي سک کيم

رام ۽ سيتا جا هرهر چرن ڏسي لڇمڻ گد گد ٿيندو هو ڪانئس ماءُ پيءُ وسري ويا هئا. رام ۽ سيتا ۾ سندس ڪلياڻ سمايل هو.




سيه ڪاڏو پتي پريم ڏسي
سچ ڏسي جيئن خوش ٿئي چڪوي
سيه من رام چرن آ پيار بن هڪڙو چڻ ايو ڏ هزار!

سيتا کي بن هزار ابوڌيائن ڪان پيارو آهي جو جو پتيءَ سان گڏ رهڻ ۾ ئي هن کي مزو اچي. پتيءَ جو پريم روز به روز وڌندو ڏسي هيڪاري خوش ٿي ٿئي. جيئن چڪوري سج کي ڏسي خوش ٿيندي آهي.




پرڻ ڪتيا پريه پريتم ساٿ مرگهه پکي بٽيا پائي هاٿ.
سس سهرا من مٺين جون ڙالون اوڌ پوچن ڪان مٺا زردالون.

پتيءَ سان گڏ ڪتيا ۾ هڪي وڏيڪ سکدائڪ ٿي لڳي. پکي ۽ هرڻ ته جڻ ڪٽنب جا ڀاتي ٿي رهيا هئا. مٺين جون ڙالون سس سهرا ۽ مٺي سهري ۽ پتا برابر. ڪند ۽ مول ۽ زردالو ابوڌيا جي پوجن ڪان وڌيڪ مزو ڏيڻ لڳا.




پيا گڏ ڪومل ڪکن چٽائي نرم هنڌن کان وڌ سکدائي.
ڪنگال ڪرپا درشٽ امير ڪري
سک وشيه سڀيم سگهن نه ڪري.

ڪومل ڪکن جي چٽائي هنکي هزارها نرم بسترن کان به وڌيڪ سکدائڪ ٿي لڳي. جيئن ڪنگال ٿي جي راجا راضي ٿئي ته ڪيس جهٽ شاهوڪار بڻائي ڇڏي. انهن پتيءَ جي ڪرپا درشٽ جي پرتاپ ڪري سنسار جا سک هنکي موهي نه سگهيا.




رام اوڌ جڏهن ياد ڪري نيڻ سندس بيهن جل پري
پتا ماتا ۽ شترگهن پرت پرواسي پيا سيوڪ اکٽ.

رام ابوڌيا کي ياد ڪري اکين ۾ پاڻي آڻيندو آهي. پرت شترگهن ۽ سرڪن کي ۽ پرواسين کي سنڀاريندو آهي.

لڇمڻ چيو ته سوامي ڏنش جي لدي رودا آهي. سر ڌم دان پاڻ آهي، ڪاڄگهه جا سڀ پرڪار جا جيو آهن ۽ چترڪوٽ شڪاري آهي جو ماري ٿو، ڇڪيا ته هن جي راند پرڪارني نه آهي.



استان اِئين چئي لڇمڻ ڏيکاريو
خوشيءَ مان هنڌ سو رام نهاريو
ديون ٻڌو رام چرن گهمايا اندر سميت ملڻ لاءِ آيا.

لڇمڻ ائين چئي رهڻ وارو هنڌ ڏيکاريو جو ڏسي رام خوش ٿيو. ديوتائن رام جو اچڻ ٻڌو ۽ اندر سميت سڀ ملڻ لاءِ آيا.



ڪول ڀيلن جو سڀ ويس پائي
ڳڌي سندر ڪک جهوپ ٺٺائي
هڪ ننڍي ۽ هڪ وشال سک رهڻ جو ٻنهي ڪمال!

سڀ ديوتا ڪول ڀيلن جي ويس ۾ آيا ۽ سندر ۽ نرم ڪک گڏ ڪري ٻه جهوپڙيون ٺاهيائون. هڪ ننڍي ۽ ٻي وڏي. ٻنهين ۾ رهڻ جو اهڙو ته ڪمال جو سک هو جو ورنن ٿي نٿو سگهي.



ديو ڪنر ۽ پتڻ دگپال چترڪوٽ آيا ٻڌي هي حال
رام پرڻام ڪري سڀ کي ديون ٿڏو ڪيو اکين کي.

ان وقت ديوتا، ڪنر، دگپال سڀ چترڪوٽ آيا. رام سڀني سان ملي خوش ٿيو ۽ هنن به درشن ڪري اکيون ٿڌيون ڪيون.



ديو منڊل مٿان گل وسايا نودرس سڀ سنات ٻڌايا
ونتي ڪري دکه سور ٻڌائي ويو هرڪو پنهنجي گهر سڌائي

ديوتائن چيو ته ڀڳوان اسين اڄ سناٿ ٿيا آهيون. پوءِ هنن پنهنجا دک ٻڌايا راوڻ ناس ٿيندو، اها آشا رکي هرهڪ گهر روانو ٿيو.



چتر ڪوٽ ۾ ڏي رام جو آيو جتان لتان ٻُن ھر ھڪ ڏايو
رام ايندو ڏسي سڌ منڊليءَ کي ڏنڊوت پرڻام ڪيو سڀني کي.

رام جو اچڻ ٻڌي مني لوڪ جتان لتان چتر ڪوٽ آيا. رام سڌ منڊليءَ کي ايندو ڏسي وڏي اڳتي وڌي ۽ کين پرڻام ڪيائين.



ڀڳا يوڳير ڪن مان ڏکي سڌ منڊلي ولي گهر
يوڳ ڪپ ۽ يگير سڀ لڳا ڪرڻ بن ڏر.

رام سڀني کي آدر ڏيئي موڪلايو انڪانهوءَ سڀ راڪشن جو ڊپ ڇڏي لب، يڳ ۽ هوم ڪرڻ لڳا.



سڀ سلات آھيون اسين پريو پساريا پير
ياگ سين جا اچ ڪليا جڏون ۾ اير نہ ڦير.

اي ڀڳوان لوهان پهنجا پرلر چرن گهمايا آهن ۽ اسين سڀ هاڻي سنابق آهيون اهيءَ ۾ شڪ لي ڪراهي.



رام کي آبس پريم لي پيارو جي جاڻي ڪو جاڻڻ وارو
ڪيا سنتشٽ جنهن جيو سڀني مڌروچن ۽ پريم پڻ ڏيکي.

رام کي نشط پيارني ملو آهي. هن ان ۾ رهمدڙ سڀني جيون کي مٺرش ڪهو ۽ پريم ڏيئي کين سنٽوش ڏار.



ويا هليا سڀ مرڪالي ڪٽانواد هر پراڻي ڳالي.
رام الين سيم لڇڻ سميت جنم وراو دک تارڻ هيت.

ٻوءِ اهي سڀ رام جا ٿنج ٿالمدا ڳورن ڏي ويا. اهڙيءَ طرح رام ان ۾ رهڻ لڳو ۽ جدم لي رشين جي دک تارڻ لاءِ ورلو هنائين.



جن ڳنتي ٻي نه بن نانهه وَسُ وچي نون ٻس من ڪانهه •
جنني چاٽن هــر ٻُر نار ڏن ٻــرائـــو زهــر ٻرڪار•

جيڪي لوڪي نه ڇڏيندا آهن، ٻيو ڌر نه ڏسندا آهن، ٻـر استريءَ کي ماتا سمان سمجهندا آهن، ٻرائو ڌن جن لاءِ زهـر جي مثال آهي، اي رام تون انهن آلم منشن جي هرديه ۾ وچي رهه•



جي هرشن پرسمپ ڏسي ڏکي ٿين ٻين ڏکي ڀسي •
توسان جن جو پران سم پيار اُنهيءَ سندر من سدا ڳذار•

جيڪي ٻين جي گهر جي دولت ۽ اِڪتا ڏسي خوش ٿين ٿا ۽ ٻرائو دک ڏسي دکي ٿين ٿا، جن جو توسان پرانن کان ٻـه وڌ پيار آهي، اي رام تون سدئو اهڙي من ۾ وچي رهه• ..



ذات پات ڌن ڌرم وڏائي ٻريه ٻـروار شيون سکدائي •
سڀيئي تياڳي تو لِنوَ لائن سندر گهر تنهنجا اُهيئي آهن •

ذات پات ڌن ڌرم وڏائي ۽ پيارا سمبندي ۽ ٻيون سکدائي شيون تياڳي فقط توسان جيڪي ٻريم ڪن ٿا، اهي تنهنجا سٺا گهر آهن•



انهيءَ طـرح استان ٻُڌايـــا رام جي من سـپ سهايـــا .
چيو منيءَ ٻڌ سچ ڪُل نائڪ ٻڌايان آشرم سمير سکدائڪ .

اهڙيءَ طرح مني استان ٻڌايا جي رام کي وڻيا، اي ٻکوان توکي سمير انوسار آشرم ٻڌايان ٿو•



چترڪوٽ ڳر سندر استان رهي سکهوجت ساڻ ڪلياڻ •
بن سندر پــڻ سندر پهاڙ مڙگهہ شينهن هاٿي گهمن هزار•

چترڪوٽ جبل لي وڃي واس ڪريو جتي سلامتيءَ سان گذ سک ۽ موجود آهن. استان سندر آهي. بن ۾ هالي شينهن ۽ هرڻ هزارين بي خوف پيا نظر ايندا.



ندي سندر جا ڪنارا واڪاڻ، اڳر پريا جنهن تپ بل پائلن.
ڪارڪ ٽنهنجي آهه منداڪن پاپين لاءِ جا آهي ڏاڪڻ.

اِي ڪنارا ۽ واڪاڻيل ندي منداڪني آهي. الڪي اڳر رشيءَ جي پياري استري انسويا پنهنجي تپ بل سان ولي آلي آهي. انجي هڪ ڌارا ڪي تي منداڪني چوندا آهن. جيڪي ۽ پاپي جيئرو هوندا آهن سي انجي واجهه ۾ وڃي نه سگهندا آهن.



اڳر جهڙا جت مُن پيا ڪيئي جپ تپ يوگ ڪرن سيئي.
آلي رهي ڪريو اُدم سڦل چترڪوٽ رهي تان آئل.

اِي اڳر ۽ پيا ان جهڙا ڪيئي مني رهن ٿا ۽ تپ ڪن ٿا. اي رام، آلي وڃو ۽ سڀني جي اُدم کي وڃي سڦل بڻايو ۽ چترڪوٽ کي ٻه ڏاڍي وڏائي وڃي بخشيو.



گهاٽ اهو تُنو ستو ڏسجي جتي رهڻ پربند ڪجي.
لڇمڻ ڏنو هنڌ پربتءِ پرخالي ڪير جان وهندڙ چوڌر نالي.

رامچندر پاڻ کي جيئن ۽ گهاٽ ستو تو ڏسجي ۽ اُتي رهڻ جو پربند ڪجي. لڇمڻ جتالي ڏٺو ۽ پربتءِ پر خالي ميدان ڏٺائين جنهنجي چوڌاري اهو رالدين رهي ٿي ۽ هرڻ پڻ ڊوڙيا.



ڏنش ندي رودا آ پاري سردم دان پيا جيو اپاري
چترڪوٽ ڪري چترشڪار سي ماري پڻ ڇڪڻ ڪار



سهج مٺي ٻڌي سندر واڻي چوچ مان "واهه واهه" من گياني
چونه ڇٿو اوهين ائين سڄان اوهين تہ خود ٿيا نيتيءَ وان.

رام جي مٺي ۽ سياويڪ سندر واڻي ٻڌي مني چيو تہ اي رام توهين نيتي وان آهيو توهين ڇو نہ ائين چوندا.



ديهہ تنهنجي چد آنند واري جا سمجهي ڪو مها اڌڪاري
ديو سنتن لءِ ديهہ هي پائي چؤ ڪريو سڀ منش پائتي!

توهان جي ديهہ چد آنند ميہ آهي انڪي وڪار رهت اڌڪاري سمجهي سگهن ٿا. انسانن ۽ ديوتائن جي ڀلائيءَ لاءِ توهان سرير ڌارڻ ڪيو آهي ۽ ڪرم ساڌارڻ منش وانگر ڪريو ٿا.



چرتر ڏسي وس موهہ ٿيـن مورک، پنڊت سک وٺـن.
ڇٿـو ڪريـو آسو سڀ سچ ويس آ جهڙو تـهڙو نـچ.

توهان جا چرتر ڏسي مورک انسان موهہ جي وس ٿو ٿئي ۽ پنڊت ۽ سياڻا سک وٺن ٿا. توهين جيڪي بہ ڇٿو ۽ ڪريو ٿا سو سڀ سچ آهي. جهڙو ديش ڏسجي اهڙو ئي ناچ نچڻ گهرجي.



مُن وچن ٻڌي مشڪيو رام خوشيءَ ۾ پرجي ويـو ڀڳوان.
والميڪ چيو ڪـاـي پيهار بـاـڻي مٺي ۽ مڌر هيڪار.

منيءَ جا اهي وچڻ ٻڌي رام مشڪيو ۽ آنند ۾ اچي ويو. والميڪ وڌيڪ مڌر ۽ سندر باڻي ۾ ڪلندي چيو:



ٻـڌو رام ٻـڌايـانوَ گهر رَهي ڌرتيءَ ـلـي اَجر اَمر
ڪن جنهين جا سمنڊ سمان ڪٿا ٻڌن سڀ نديون ئي جاڻ.

هڪ استان ٻڌايانو ٿو. اتي سيتا ۽ لڇمڻ سميت وڃي رهو. اتي ڪنن روپي سمنڊ ۾ توهان جون نديون روپي ڪٿائون،



وڃن سدا ۽ پرجن کين ڪن سي ٿوڪي هرديه لين .
نيتر چاتڪ ٿا جيڪي بڻائن
درس تنهنجو برسات جان پائن .

وهندڙن ۽ ماٺور ڏاڍا لي ڪين . انهن جا هردا جڻ لوهان جو سنو گهر آهن . جي جون اکيون پوڻن والڪر سداڻين انتظار ڪندڙون آهن ۽ درسانه کي واجهائيندڙون آهن .



سمنڊ ندي جن ناڄ پرواهہ روُپ بوند ٿن آهہ آٿاهہ .
سو گهر تو ل ۽ آ سکدائي سيہ لڇڻ سان رهہ سدائي .

جيڪي اندي، ڪلاڪ سمنڊ جي پاڻيءَ جو خيال نہ ڪري لوهان جي روپ جي اراد ڪي پاڻي سکي تا لين، انهن جي هرديہ ۾ اي رام، سيتا ۽ لڇمڻ سميت نواس وڃي ڪر!



يش تنهنجو آ مانسروور هنسڻ جيپ سمان .
گڻانواد تو موتي چُگي تنون گهر رهہ پگوان .

اي رام تنهنجي يش روپي آٿاهہ مانسروور ۾ هنسڻ جهڙي زبان جي ۽ تنهنجي گڻانواد جا سندر موتي چگندي رهي تن اهڙي ڀولو من اندر واسو ڪر.



رام تيرٿ جن چرن هان رهہ وڃي ٿون ٿن جي من .
ملتر آلم جي جپن هر وار جپي پڻ ٿوکي ٿن پروار .

جن جا ڀر تنهنجي ٿالي جي تيرٿ استان ڏي هلن اسا ۽ جن جي جپ لي سداڻين تنهنجو ناٿو آهي ، جن جو سڄو پروار تنهنجي پُوڄا ڪندو آهي ، تن جي هرديہ ۾ وڃي واس ڪر، اي رام.

رام جي پيرن جي نشانن تي ٻ چندي ٻ چندي سيتا پير رکي هلي ٿي ۽
لڇمڻ وري انهن جي پيرن جا نشان ڇڏي رستي جو وچ وٺي هلي ٿو.



اڄ ٻه جي ڪو سڀن ڏسي ويس سنياسي ڏنهين پسي.
رام مارگ تنهن سولو پوءِ رشي مني ڀيا ڳولن جو.

اڄ ٻه جي ڪو ماڻهو انهي ڪي سنياسي ويس ۾ ڏسي ۽ ٿي درشن پاڻي
۽ انلاءِ ڳڻتي مارگ آسان ٿي پوي!



رام جڏهن سيتا تڪل ڏٺو ٻڙ هيٺان جل ٿڌو مٺو.
رات ڪٽي ڦل مٺڙا ڪائي سنان ڪري ٿيا صبح جو راهي.

رام سيتا کي ٿڪل سمجهي هڪ ٻڙ جي هيٺ آسن لڳايو اتي جل ۽ مٺو
هو ۽ پڻ ٿڌو هو. رات اتي گذاري مٺڙا ڦل ڦول کائي صبح جو سنان ڪري
وري اڳتي وڌيا.



سندر جبل ۽ ماڙيون ڏسندي آيا استان والميڪ رشيءَ جي.
رام ڏسي منواس سندر پهاڙ سندر مٺو جل اندر.

جبل، تلاءَ چشما ماڙيون ڏسندي آخر والميڪ رشيءَ جي آستان تي آيا.
منيءَ جي رهڻ جي ڪٽيا ڏسي رام بلڪل خوش ٿيو. جبلن جي وچم چڙداري
سنهيون، نهرون، ڍڳا وڻ ۽ سندر ڦل ڦول، پاڻي پڻ مٺو!



آشرم ڏسي سهڻو سٺو پرسن من رگهوير.
رشي وڏي آيو وٺڻ والميڪ سڌير.

رام آشرم جي سندرتا ڏسي خوش ٿيو رشي والميڪ رامچندر کي ايندو
ڏسي اڳتي وڌي رام سان ملڻ لاءِ آيو.



رام اڳيان من ڏنڊوت ڪئي مني جهجهي آسيس ڪئي.
رام ڇپيءَ ۾ نيتر ڪپائي آشرم اندر نيو منيءَ وڏائي.



وئي خوشي غـم موٽي آيو ڏيئي خزانو وري موٽـايو.
ڪرم گت جاٽي ڏير ڏري دکـ سنو بڌي هليا پري.

رام سيتا ۽ لڇمڻ کي ويندو ڏسي ويتر غمگين ٿيا ڇو ته پراپت ڪيل خزانو ڪاٽڻ ڦرجي ويو هو.



جيڪي چون سپ ويـد سمرٿيون
بڌڻ ڏسڻ يـا من جون ورٿيون.
جڳ نه ملن پل گهمو ڏسَ چار پرش سندر يا سندر نار.

جيڪي به ويدن ۾ سندرتا بابت چيل آهي يـا جيڪي اکين سان ڏسجي ٿو، تنهن کان وڌيڪ سندر هئا شري رام لڇمڻ ۽ سيتا. سنسار سڄو، چارئي طرف پل گهمي ڏسو ته اهڙا سندر پرش ۽ ناريون ڪٿي نه ڏسندا.



انهن ڏسي وڌاتـا سوچيو ٿاهي ڏسان من ٿهي پيو ڪو.
ٿهي سگهيو نه پورهيو اجايو انهيءَ ڪري ڪٽي بن لڪايو.

انهن کي ڏسي وڌاتا انهن جهڙا بيا انسان ٺاهڻ جي ڪوشش ڪئي پـر سندس محنت اجائي وئي! ٺهي نه سگهيس. انهيءَ ڪري رام، سيتا ۽ لڇمڻ کي ڪٽي بن ۾ لڪايائين!



راه ڏسيندڙ ڪک ڏـي چون پـري اک نيرُ
رستو آ سنهڙو ڏکـيـو هلن نـه نـرم شريرُ!

رستو ڏيکاريندڙ اکين ۾ پاڻي آڻي چون ٿـا ته رستو اهڙو سنهو ۽ اَٽانگو آهي جو هي ويچارا ڪومل سرير ڪيئن هلي سگهندا؟

پريـم وس نـاريون بٽيون وياڪل
سانجهم سمي جئين چڪوي بلڪل.



ڪومل چرن ڪٺن دکـ جاٽي غم هرديه، چئي منڙي باٽيءَ.

استرين پيار وس ٿي وياڪل ٿين ٿيون. جئين شام جي وقت چڪرون وياڪل ٿيندون آهن! چرن نهايت ڪومل ۽ مارڪ ڌوڙو ڪئن! ڪومل واٽيءَ سان چوڻ لڳيون:



چرن ڪمل ڏسي نـرم ڄاڻجاڻ!
اسان هرديه جان "ڏرن" ڄاڻجاڻ!
ڏئي وڏمونکي ڪيڏيم مکان اک پنبڻين جان ڪين رکان!

اي برلري، همت جوڙي ٿيون وئتي ڪريون! هي سندر، نرم ۽ ڳاڙها پير ڏسي اهڙي نرم ٿي وڃ، جئين اسان جا هردا آهن. اي سکي، وڏالا جيڪڏهن منهنجو ڪهڙيو دان مونکي ڏئي ته مان ٿـ هوند هنکي اکين جي پنبڻن اندر رکيُ چڏيان!



برهم سک پاتو جنم ڏيئي مليا جنهين کي هڙا سنيهي!
لڇڻ، سيه ۽ سندر رام پکڙي ڳالهه سڄي بن گام!

هڙن سندر جمون کي جمر ڏيئي برهما ڪمال ڪير آهي! هڙا سنيهي جن کي مليا آهن سي ته پکران آهن. رام لڇمڻ ۽ سيتا جي سندرتا جي واڪاڻ سڄي بن بڪڙجي ويئي.



بسنت ڪام مديه جي رس سهڻي بڌ چندرما جي وچ روهڻي.
ڪريان اُپما آ جا وس منهنجي ورڻن سندرتا ناه وس ڪنهنجي.

جڻ بسنت ۽ ڪام ديو جي وچ وس. يا بڌ ۽ چندرما جي وچ روهڻي سرنهي لي. اهڙي سرپيا جو ورڻن ڪيئن ٿئي!



رام چـرن نشانن ڏـي ڏجـي سيه رکـي پـير هلـي.
لڇڻ هلي وچ رستو ڏيئي رام سيه چرن آنک چڏ ڏيئي.



جتا مکٽ سرتي سونهي اک ٻانهن ڇاتي وشال.
پگهر ڦڙا موتي بدن ڏسجن سونهن ڪمال.

سرتي جتائن جو مڪٽ اکيون ٻانهون ۽ ڇاتي وڏيون پگهر جا ڦڙا بدن تي موتي جيان چمڪندڙ. ڪمال جو حسن آهي رام جو!



بار بار سڀ چرن ڳهي منا وچن ڪيدي ڀڇن سهي!
راجڪماري ونيم ڪريون؟ پر ڀڇندي پڻ لڄي ٿيون!

ڪان لڄ ڪري ڀڇن ٿيون: گهڙيءَ گهڙي سڀ پير ڇهن ٿا. منڙا وچن چئي پڇن ٿا. ڙالون ٿ سيتا



اسين ڳنوار ۽ ساديون، راڻي!
ڪميا ڪجاڻ ڪجهه برو نه ڄاڻي.
راجڪنور ٻئي سندر بلڪل سون ۽ نيلم جهڙي شڪل.

اي راجڪماري، اسين بيوقوف ڳنوار ڻيون آهيون. اسانکي ڳالهائڻ ۽ پڇڻ جو بہ ڍنگ ڪونهي. اسان جا لفظ متان برا سمجهين! ٻئي راجڪمار سياءَ جا منا آهن. سون ۽ نيلم جهڙي سندن سونهن آهي!



سندر ۽ سهڻا مُک جنهين جا
ٻڌاءِ سُمکي ٿين ڇا تنهنجا؟
ڪروڙين ڪام لڄائڻ هارا ڪُلَ کهڙيءَ جا اهي ٻئي تارا؟
ٻڌي سنيهه ميہ سيه هيءَ واڻي لڄي وئي ٿي من مسڪاني!

اي سمکي! ڪام ديو کي لڄائيندڙ ٻئي راجڪمار نهايت سندر آهن. مهرباني ڪري ٻڌاءِ تہ اهي ٻئي تنهنجا ڇا لڳن؟ سيتا جي دل تي لڄ قبضو ڪيو. پر هنن جي سادگيءَ ڏسي اندر ۾ مشڪي.



سيبيہ سندر رنگ ڏرن نِهاري    جواب ڏيڻ يا نہ ڏيڻ ويچاري.
سوال سندن ٻڌ پرير ميہ جاڻي    چيو سڪين سان ڪومل واڻيءَ.

اهو رنگ واري سندر سيتا ڏٺليءَ ۽ لڄ وجهي ويچارڻ لڳي تہ هنڪي جواب ڏيان يا نہ ڏيان. سندن سوال تہ بلڪل اوکو ۽ پريم ڀريو هو. تنهنڪري هن لئي رحم آڻي ڪومل واڻيءَ سان سيتا چيو:



سندر سياءُ گورو جُڳہ جيئي    ملهنجو ننڍو سو ڏير ٿئي.
اک تيڏيءَ ۽ لڄ واريءَ سان    ڏنو سُمڪي پنهنجي پتيءَ ڏانهن.

هيءُ گوري رنگ وارو، شل پڳران ڪيس جُڳ جُڙو رکي، منهنجو ننڍو ڏير آهي! پوءِ وري چند جهڙيءَ سندر شڪل ڏانهن ٽيڏيءَ اک سان نهاري ۽ لڄ لئي پتيءَ ڏانهن ڏٺائين.



نمر نيڻن سان ڪري اِشارو    سيبيہ لڇي ٿي پتي ڏيکاريو.
خوش ٿيون ناريون پڌي خوش حال
ڏيو رڪن جڻ لڌو ڪنگال.

لڄي لئي اِشاري سان پوءِ پتي ڏيکاريائين. شهر جون سڀ استريون ٻڌي خوش ٿيون جڻ تہ ڪنگال ماڻهن کي ولن جو پڳ مليو آهي.



رکهور رخ تڏهن لڇڻ سياڻي    پڇيو رستو چئي سندر ڀاڻي.
پڌي نرناريون دکي ٿيا سڀ    اب ڀيڙي ڦير ملينگي ڪب!

لڇمڻ پوءِ انهن کان رستو پڇيو ۽ مٺيءَ واڻيءَ سان ڳالهايو. هن جي سياءُ ۽ سندرتا ۽ مٺي واڻيءَ ڪري ماڻهو ڏاڍا دکي ٿيا ۽ سندن نيتر جل سان ڀرجي آيا.



تڏهن رگهور انيڪ وِڌ سَکي سکاوت ڏئي
رام حڪم مهي گهر ويو پرنام نشاد چئي.

شري رامچندر پوءِ مهاڻي کي سکيا جهڙيون ڳالهيون ٻڌائي موڪل ڏني هؤ به سيتي کي پرنام چئي گهر روانو ٿيو.



جتي جتي چرن رام ڌري اِندر امراوتي ريس ڪري
ڀاڳوان سڀ نڪت نواسي ٿن سارهائن ديو پرواسي

جتان جتان رام پنهنجا ڪومل چرن گهمائي ٿو اُتي سندرتا ۽ سهڻا اچي ٿي واسو ڪري. اندر جي راڄڌاني امراوتي به انهيءَ هنڌ سان ريس ٿي ڪري. رستي جا رهواسي به ڀاڳوان آهن جن جي نيڪي ديوتائون به سرڳ ۾ ڪن ٿا.



نيڻ ڪٽي سڀ رام نهارن سييه لڇڻ پڻ ساڻ ڏيکارن
سنان تلاءُ ندي ڪن جنهين گنگا سارهائي تيرٿ تنهين.

سڀ رام جي حسن تي موهت آهن ۽ ساڻ گڏ سيتا ۽ لڇمڻ به، ٻين کي ڏيکارين ٿيون. جنهن ندي ۽ تلاءَ ۾ سنان ٿا ڪن سو ته جڻ گنگا سمان ٿي پوندو آهي.



جنهن وڻ هيٺان رام وهي سيڪو تنهن ڪلپ برڇ چوي
ڇهن پير پيا ڌرتي جا سمجهي ڪرتارٿ پاڻ کي سا.

جنهن وڻ هيٺان رام وهي ٿو تنهن کي ڪلپ برڇ به سارهائي ٿو ۽ پاڻ کان وڌ ٿو سمجهي. جنهن ڌرتيءَ کي رام جا چرن ڇهن ٿا سا ڪرتارٿ ٿي وڃي ٿي.



ڳل وسائن ديوتا ڇايا ڪڪر پيو ڏئي.
ڀڪي هرڻ ۽ پهاڙ ٻن ڏسندو رام وڏي.

حتان جتان رام لنگهي ٿو، متان دورانئون گل وسائين ٿا ۽ ڪڪر ڇانو ڪري ٿا بيهن. شري رامچندر رستي ويندي پکي، هرڻ، ٻهاڙين وغيره ڏسندو اڳتي وڌندو او وڃي.



سيئه لڇڻ ۽ رام جڏهن شهر ڪنهن ويجهو لنگهن تڏهن.
ٻڌن جڏهن ٻيا ٻار ۽ ناريون ڊوڙي اچن ڪم ڪار وساريون.

جنهن جنهن شهر جي ٻاهران هو لنگهن ٿا تنهن شهر جا ٻيا ٻار ۽ ناريون گهر جو ڪم ڇڏي اچي سندن سندرتا ڏسن ٿيون.



سيئه سندر رام لڇڻ ڏسن نيتر ڦل پراپت سيئي پيا ڪن.
اکيون پريل جل من اُداس سندن ويرتا ڪري خوش خاص.

سڀ سندن سندرتا ڏسي اکين جو لاڀ حاصل ڪن ٿا ۽ اکين ۾ جل آڻيندي لڙن ڪڙي ٿي وڃي ٿي، وڇون کي ڏسي هرڪو خوش ٿو ٿئي.



لوڪ ڏسن ۽ گهورن گهور چند ڏسي خوش جئين چڪور.
من پيو موهي شيام شرير روُپ ڏسي ڪروڙ ڪام اڏير.

چوڌاري ماڻهو رام جي چند جهڙي سهڻي صورت ڏسي چڪور وانگر خوش ٿين ٿا. رام جو شيام رنگ جو سرير ڏسي ڪروڙين ڪامديو ٻه لڄي ٿا ٿين ۽ ڏانهس ڇڪجي ٿا وڃن.



دامن رنگ لڇڻ سڀ وٽي نهن چوٽي جادو ٻاڻ هٽي.
من وسترهت ٽرڪش ٻاڻ سونهي ڌنش لڳي ڪلهي ساڻ.

گوري رنگ وارو لڇمڻ ٻه سهڻي جي دل کي موهي ٿو ڇڏي. سندس شڪل ننهن کان وٺي چوٽيءَ تائين اهڙي ته ڇڪيندڙ آهي جو ڄڻ جادوءَ جي ٻاڻن سان گهايل ٿو ڪري. ٻنهين ٻانهن کي ڌنش ٻاڻ ڏاڍا سهڻا ٿا لڳن.



”گڏ وڃو“ چيو مني ۽ ششن مڙيا اچي اُت پنجاهي ڪن.
سڀ جو رام سان پيار اپار ”مون ڏنو گس“ چئي هر بار.

رام سان گڏجي وڃڻ لاءِ مني ۽ ششن کي سڏيو. پنجاهي ڪن شش اچي گڏ ٿيا. هرڪو پيو چوي تہ ”مون رستو ڏٺو آهي.“ هنن سڀني کي رام لاءِ پيار ٿي ويو ۽ چاهيائون ٿي تہ ڪجهہ وقت تہ ساڻس گڏ هجون.



مني سڀن مان چئن کي چونڊيو جن ڌرم ڦل آڏو هوندو.
پرڻام ڪري مُن آگيا پائي ويو رگهراءِ من خوب هرشائي.

مني سڀني مان چئن ششن کي آگيا ڪئي جن جا شڀ ڪرم ٿي سندن آڏو هئا. پرڻام ڪري رام اڳتي هليو.



لنگهن پيا ويجهو جنهن جنهن گام درشن ڪرن نر نارين حشام.
خوش نصيب سڀ پاڙڪي پائڻن رام ڏيئي من کهجہ دک پائڻن.

جنهن جنهن گام جي ويجهو لنگهن ٿا، زالن ۽ مردن جا حشام سندن درشن لاءِ نڪري اچن ٿا ۽ نيتر ڦل پراپت ڪن ٿا. من رام جي حوالي ڪري دکي ٿي پچتائن ٿا.



موٽيا پرياگہ وديارٿي ڪري پوري من ڪام.
سنان ڪيو جل جمنا سندي جو سرير سم شيام.

رام پوءِ برهمچارين کي موڪل ڏني جي من جي آس پوري ڪري پٺتي موٽيا. رام پوءِ جمنا ندي جي پوتر جل ۾ جو سندس سرير جيان شيام رنگ وارو هو، تنهن ۾ سنان ڪيو.



تنهن سمي هڪ تپسوي آيو عمر ننڍي پر تيج سوايو.
سندر ويراڳي ۽ پڻ نيمي من وچن ڪرم رام پريمي.

ان وقت هڪ تپسوي آيو. هو ٿوري عمر جو ننڍو هو پر تمام تيجسوي



سويـــر ڏسي لـــرويـٽـي سندر
دک ڪٽي سڀ سکن جـي ڏيندڙ.
سنان ڪري ۽ ڪري شؤ سيوَ نيمت پرماڻي تيرٿ ديو.

ترويٽي سُکن جي کاڻ ڏٺائون. پوءِ سنان ۽ پوڄن ڪري شِوَ ڀڳوان جي آراڌنا ڪيائون.



رام مُني ڀردواج وٽ آيو ڪري ڏنڊوت مُن هرديه لڳايو.
مُني آنـنـد جـو ٿـٽي نـــہ بيان ٿيو آسيسؤ بنهہ آسان.

پوءِ مني ڀردواج وٽ ويا. ڀردواج رام کي هرديه سان لڳايو. منيءَ کي اهڙو نہ آنند ٿيو جو ڄڻ چاريئي پدارٿ کيس ملي ويا.



ڪشل پُڇي مُن آسڻ ڏيئي ڪئي شرڌا سان پوڄا ويهي.
ڪند مول ڦل ميوا جيڪي ڏنا ڪاڻڻ لءِ سک سان پيٽي.

مني اُٿم آسڻ ڏنو ۽ پوڄا ڪئي. امرت جهڙا ڪند مول ۽ ڦل ۽ ميوا رشي اچي پيش ڪيا.



رام سيتم ۽ لڇڻ نشاد ڪائي ڪٽي پريم سان شروع سمباد.
ڪري ٿڪاوٽ دور ٿيا تازا پُڇيو ڀردواج سيوا بي ڪا ؟

رام، سيتا، لڇمڻ ۽ نشاد اهي ڦل ڦول پريم سان کاڌا ۽ ٿڪ دور ڪيائون. پوءِ رشيءَ پڇيو تہ هاڻي ٻي ڪا سيوا چئو.



تو درشن سڀ آس پُڳي اِن وقت ٻـي ڪا ڪانہ گهڙي.
ڪريو ڪرپا ۽ ڏيو وردان سدا رهي پريت چرنن ڏيان.

توهان جي درشن سان منهنجون سڀ مرادون پُڳيون آهن! هن ڪان وڌيڪ ٻي ڪهڙي سيوا ڪهڙي آهي؟ هاڻي وردان ڏيو تہ توهان جي چرنن جو ڌيان من ۾ درڙ ٿئي!




سپ پانت سوکڻ گهر تيو جنهنکي مني توهين آدر ڏيو.
رام مني ڏين پر سپر آدر سُک ويک ۽ اگم اگوچر.

اي مهيش، اهوئي گهر آهي جنهنکي توهين آدر ڏيو، مني ۽ رام هڪٻئي کي آدر ڏين ٿا ۽ ٻالهمون ڪن ٿا جو ورلن ڪري نٿو سگهجي.




خبر اِها پڌي پرياگ نواسي اُن تپسوي سِڌ سنت اُداسي.
سپ گڏجي رشي آشرم آيا پُتر دسرت ڏٺا سوُنهن سوايا.

رشي، مني، جگياسو، ساڌ، سڌ، سنت سپ راجا دسرت جي پٽن کي، جن جي سندرتا سنسار کي روشني ٿي بخشي، ڏسڻ لاءِ آيا ۽ اچي درشن ڪيائون.




ڏيئي عزت رام پرڻام نيترڦل پاتو ۽ سنمان.
ڏني آسيس پرم سک دائي ڏسي موتيا گهر سندرتائي.

سڀني سان رامچندر عزت وارو پرڻام ڪيو. سڀني رام جو درشن ڪري عزت پراپت ڪئي ۽ نيترڦل پاتو. رام به سڀني کي آشيرواد ڏني. پوءِ سڀ سندس سندرتا کي ساراهيندا گهرن ڏي موٽيا.




رات ڪري آرام پڻ پراتهه پرياگ سنان.
سيهه لڇڻ کيوٽ سهت هليا ڪري پرڻام.

صبح ٿيندي ئي سنان ڪري سيتا، لڇڻ ۽ کيوٽ سان گڏجي رشيءَ سان پرڻام ڪري نڪتا.




مُن کان رام پڇيو رستو ڏسيو اسان سو سگم هجي جو.
من کلي مُنِ چيو اي رام ڳجهو نه ڪس ڪو تو پيڳوان.

رام پوءِ منيءَ کان رستو پڇيو جو سولو ۽ سڌو هجي. منيءَ کلي چيو ته توهان کي اي رام، سڀ رستا سولا آهن.

ڳنگاجي جا وچن ٻڌي سيتا خوش ٿي . رام مهاڻي کي گهر وڃڻ جي موڪل ڏني اهو ٻڌي مهاڻو مايوس ٿي ويو .




نمر وچن هٿ جوڙي چيا . رگهوڪل مڻ کي پسند پيا .
ساڻ هلي مَنَ راهه ٻڌايان ! چرن ڪمل رج لڳن کي لايان !

مهاڻي چيو ته سائين مونکي اجازت ڏيو ته توهان سان گڏ هلان ۽ رستو ڏيکاريندو هلان ۽ توهان جي چرن جي رج مستڪ لڳائي خوش ٿيان .




جنهن بن رهندا اوهين رگهرائي پرڻ ڪٽيا اُت ٺاهيان سڪدائي .
پوءِ ڪندا اوهين جيڪا آگيا قسم توهان جو ميٖندس سا .

توهين جنهن بن ۾ رهندا اُتي توهان لاءِ سندر ڪٽيا ٺاهيندس . پوءِ جيئن حڪم ڪندا، مان گهر ڏي موٽي ايندس .




پريم اٿاهه ڏسي سڄن جو ساڻ سان گڏ رام وٺي ويو .
سڀ ڪٽنبي پوءِ ڪيوٽ گهرائي
رام سان گڏ ويو سڀ سمجهائي .

مهاڻي جو پريم ڏسي رام کيس پاڻ سان وٺي ويو . مهاڻي کي ڏاڍو آنند ٿيو . ڪيوٽ پوءِ سڀني مترن ۽ سنبندين کي گهرائي، سڀ ڳالهيون سمجهائي رامچندر سان گڏجي ويو .




گڻيش ونايڪ، شو اگيان رام ڪري ارداس .
لڇمڻ سيتا ۽ پيا سکا سين ڪيو بن واس .

گڻيش ۽ شو کي مڃائي ۽ ارداس ڪري رام سيتا ۽ لڇمڻ ۽ پيا سکا سڀ بن ۾ داخل ٿيا .

ڏينهن اهو وڃي هيٺ گذاريو

لڇمڻ ڪيوٽ پڻ سڪ سان گهاريو.
بوريون ڪري سڀ صبح ڪرياؤن
تيرٿ راج پرياگ ڏٺائون.

اهو ڏينهن وڻ هيٺ رهيا. لڇمڻ ۽ مهاڻي ۽ آرام سان وقت گذاريو ۽ ڪل ڏول ڪٽي آيا. صبح جي ڪريائن کان فارغ ٿي پرياگ راج تيرٿ جو درشن ڪيائون.


ستيہ منتري شردا ناري ماڌو جي آ متر هتڪاري.
چار پدارٿ پريل ڀنڊار پُڻيہ پرمي جنهن نت گذار.

ستيہ جنهن جو وزير هجي ۽ شردا جي استري هجي. ماڌوءَ جي متر ۽ ڌرم ارٿ ڪام ۽ موڪش سان جنهن جو ڀنڊار ڀريل هجي ۽ پُڻيہ پرمي لي جنهن جو ديش هجي.


سرسوتي جمنا گنگا سا گم جنهنجو اِهو آ سندر سنگاسن.
چؤنر گنگا جل اُڀر ترنگ ڏک دردرتا پڇي ٿين ڀنگ.

گنگا ۽ جمنا ۽ سرسوتي ندين جي سنگم وٽ جنهن جو سندر سنگاسن آهي. مين جي موهڻ وارو استان ڇَٽ ۽ گنگا جون لهرون چئور آهي. جنهنجي ڏسڻ سان غريبيءَ جو دک اري لهي ويندو آهي.

سکهي چئي ڪير پرياگ پرڀاءَ

دکيت هاٿي جن شينهن ڏهڪاءَ.
پريل آنند سو ڏسي استان خوش بيحد ٿيو رام پکوان.

پرياگ جي پرڀاءَ جي سيني کي خبر آهي. ڀاڱي جي هاٿيءَ کي شينهن والگو ناس ڪندو آهي. اهڙو آننددائڪ استان ڏسي شري رام بلڪل خوش ٿيو.

۽ لوڙي لڇمڻ مونکي ليڪ هڻي ماري ڇڏيندو ۽ نه مان کين مڙندس. جيسين لوهان جا چرن نه ڌوئندس تيسين تلسيداس چوي ٿو ته مان اصل کين ٻيڙيءَ تي چڙهڻ ڏيندس !



مشڪي رام چيو مهاڻي جيڪي ڪرتوتي ڪرسو هاڻي .
جلد آڻي جل ڌوءِ تون پيرَ پار ڀهچاءِ بس ٿئي ٿي دير .

رام مشڪندي مهاڻي کي چيو ته پيارا جيڪي ڪرڻو هجيئي سو ڪر ۽ جلد پاڻي آڻي منهنجا پير ڌوءِ . اسان کي پار پهچاءِ . دير ٿي رهي آهي .



جنهن سمرڻ سان جي هڪ وار نـري منش ڀَوَ سنڌ اپار .
اڳيان مهاڻي ڪري سو بنتي تن پيرن جنهن ماپي ڌرتي .

جنهنجي چرڻن جو ڌيان ڪندي انسان ڀوَسنڌ پار ڪري سگهي ٿو، سو مهاڻي کي وينتي وينو ڪري . تن پيرن ۾ جنهن ڌرتي ماپي هئي !



رام لڇـڻ ۽ سيبه سميت ساڻ مهاڻي لٿا سڀ هيٺ .
ڪري پرڻام ڪڇهه ناخو ڀينو رام منجو کين مهاڻي ڏنو !

سڀ جڏهن لهي واريءَ ۾ ٿي بيٺا تڏهن مهاڻو لهي ۽ ٿيو ۽ رام ۽ منجهي بينو ۽ مون مهاڻي کي ڀاڙو ڏنو ٿي ڪونهي !



ڀـرينءَ هردي ڳجهه جاڻـڻ هاري
مٽين منڊي ڏني ٻـاچ سنياري .
چيو ڀڳوان وٺ ڀـاڙو ڀائي دکيءَ مهاڻي وري موٽائي .

پتيءَ جي هرديه جي ڳالهه کي جاڻڻ واري سيتا ماتا ، ٻاچ مان مٽين جڙيل منڊي لاهي رام کي ڏني . رام مهاڻي کـي همت وڌائي اها ڏني . چي: ڀائي اچي ، هي تنهنجو ڀاڙو آهي ! مهاڻو لڇ ڪري ۽ ويـوڳ ڪري دکي ٿيو ۽ اها موٽائي ڏنائين .



هاڻ نہ ناٿ، ڪجھہ گهرجي مون
راضي هجين شل ٺاڪر ٿون.
ويل موٽڻ جي جوڪجھہ ڏيندا لک احسان اوهان جا ٿيندا.

اي ناٿ، هاڻي تہ مونکي ڪجھہ بہ نہ گهرجي. فقط توهانجو راضپو کپي. باقي جڏهين موٽي اچو ۽ هتان لنگهو تہ پوء جيڪي بہ داس کي ڏيندا اهو احسان مڃي وٺندو.



سنان ڪيو تنهن دم رگهرائي پوڄا ڪري پاڻ پين ڪرائي.
گنگا اڳيان ڪئي سيي ارداس اي ماتا، ڪج پورن آس.

رامچندر سنان ڪري پاڻ، سيتا ۽ لڇمڻ سان گڏ پوڄا ڪئي. سيتا هٿ جوڙي گنگاجي کي وينتي ڪئي تہ اي ماتا من جي مراد پوري ڪج.



ڏير پتيء سان جڏهن وران پريم پوڄا وري اچي ڪريان.
ڏي سيي جي سندر واڻي گنگاجل مان ٿي 'گنگا واڻي'.

اى ماتا، آشيرواد ڏي تہ ڏير ۽ پتيء سان گڏ وري اچي تنهنجي پوڄا ڪريان. گنگاجي اهي وچن ٻڌا ۽ پاڻيء مان واڻي نڪتي.



" ٻڌ سيي رگهوير جي پتني تو پرڀاءُ ڄڳ ساري، سڄني!
رڌيون سڌيون هٿ جوڙيهار سيوا تنهنجي لاءِ هردم تيار."

" اي رام جي پياري پتني، تنهنجي پرڀاءُ کي ڪير نٿو ڄاڻي؟ سڀ رڌيون سڌيون تنهنجي اڳيان ٻيٺيون ٿي آهن."



وچن گنگا ٻڌي منگل مول پرسن چت گنگا سيي انڪول.
"گهروچ" چيو ٻڌ رام واڻي مايوس مهاڻو پاڻکي ڄاڻي.

۽ تَوڙي لڇمڻ مونکي تير هڻي ماري ڇڏيندو ته به مان ڪين ڇڏيندس. جيسين توهان جا چرڻ نه ڌوئيندس تيسين تلسيداس چوي ٿو ته مان اصل ڪين ٻيڙيءَ ۾ چڙهڻ ڏيندس!



مشڪي رام چيو مهاڻي جيڪي ڪرڻو ٿي ڪرسو هاڻي.
جلد آڻي جل ڌوءِ تون پيرَ پار پهچاءِ بس ٿئي ٿي دير.

رام مشڪندي مهاڻي کي چيو ته پيارا جيڪي ڪرڻو هجيئي سو ڪر ۽ جلد پاڻي آڻي منهنجا پير ڌوءِ. اسان کي پار پهچاءِ. دير ٿي رهي آهي.



جنهن سمرڻ سان جي هڪ وار تري منش ڀَوَ سنڌ اپار.
اڳيان مهاڻي ڪري سو بنتي تن ٻيرن جنهن مايي ڌرتي.

جنهنجي چرڻ جو ڌيان ڪندي انسان ڀوَسنڌ پار تري سگهي ٿو، سو مهاڻي کي وينتي وينو ڪري. ٽن پيرن ۾ جنهن ڌرتي مايي هئي!



رام لڇمڻ ۽ سيتا سميت ساڻ مهاڻي لٿا سڀ هيٺ.
ڪري پرڻام ڪجهه ناخو ڏيو رام منجو ڪين مهاڻي ڏنو!

سڀ جڏهن لهي واريءَ ۾ بيٺا تڏهن مهاڻو لهي ته تيو ۾ رام ۾ منجهي بيٺو ته مون مهاڻي کي ڀاڙو ڏنو ئي ڪونهي!



پرينءَ هردي ڳجهه جاڻڻ هاري
مٽين منڊي ڏني ٻاچ سنياري.
چيو پڳوان وٺ ڀاڙو ڀائي ڏکيءَ مهاڻي وري موٽائي.

پتيءَ جي هرديه جي ڳالهه کي جاڻڻ واري سيتا ماتا، ٻاچ مان مٽين جڙيل منڊي لاهي رام کي ڏني. رام مهاڻي کي همت وڌائي اها ڏني. چيو: ڀائي اچي، هي لئينجو ڀاڙو آهي! مهاڻو لڇ ڪري ۽ ويرگ ڪري ڏکي ٿيو ۽ اها موٽائي ڏنائين.



پشون پکي. نہ جدائي سهن پرجا سماج چؤ ڪيئن رهن ؟
شمنت پُروس رام موٽايو پاڻ ڪناري گنگا آيو.

جنهن جي وڇوڙي کان پکي ۽ پشون بہ دکي ٿا ٿين، تنهن جي پرجا ، پتا
ماتا ۽ سنبنڌين جو ڇا حال هوندو؟- رام سمنت کي ربهي رهيو ۽ کيان ڏيئي
موٽايو ۽ پاڻ گنگا جيءَ جي ڪناري تي آيو.



مکو قامد کا پاڙي آئي مگر نہ آندي ناءُ مهاڻي!
چرن ڪمل ڇُئي رج تو اهڙي
ڇُهڻ سان مورت، ماٺهوءَ جهڙي!

مهاڻي کي ٻيڙيءَ آڻڻ لاءِ چيائين پر اها هن نہ آندي! چي: تنهنجي پيرن
جي خاڪ ۾ اهڙي ڪرامت آهي جو اها جنهن شيءِ کي ڇهي اها ماڻهو ٿي پوي!



هلي وڃي ٻيڙي اهليہ وانگر انرٿ وڃي ٿي مونسان سراسر!
هرو پرو پار وڃڻ جي چاهيو مونکان ٿي پنهنجا پير ڌئايو!

منهنجي ٻيڙي بہ جي اهليہ والگر ماڻهو ٿي سرڪي هلي وڃي تہ پوءِ مونسان
تہ اُنرٿ ٿيندو. پر پڪوان جي لوهان جي هرو پرو پار وڃڻ جي مرضي آهي تہ
پوءِ دبا پالي مونکي اجازت ڏيو تہ مان لوهان جا چرن ڪمل ڌوئان!

چرن ڪمل ڌوءِ چاڙهيان پوءِ ٻيڙي نہ پاڙو گهرجي
قسم رام دسرت سک ڏام ارداس اِها ڪجھ مڙجي
لوڙي تير هٿي لڇمڻ وير بِن ڌولي آءُ نہ چاڙهيان
ٽيسين نہ تلسي داس وڌنتي خاص پارنہ مور اُڪاريان.



پڪوان ، مان پير ڌوئي. پوءِ ئي لوهان کي ٻيڙيءَ تي چڙهڻ ڏيندس !
ڀاڙو ڀاڙو مونکي ڪرڻ گهرجي . مونکي لوهان جو ۽ مهاراج دسرٿ جو قسم آهي

پتا جو شان مون ڏنو آهي. گهڻن راجائن جا مڪٽ هن جي تالي وٽڻ سان لڏي ويندا آهن. اهي مونکي برابر گهڻو سک ملندو. ٻر پتيءَ ڌاران مونکي پلا اهو ڪيئن وڻندو؟




شان سياڻان پڻ سهري جو چئن پيرن ٻر نالو جنهن جو.
عزت ڏيئي ڪيس اِندر رکيڪاري پاڻ گڏ پنهنجي آسن وهاري.

سهري جي شان ڪي ٻه سمجهان ٿي. جئني پيرن ٻر هن جو نالو وڳل آهي ۽ اندر ٻه ڪيس عزت ڏيئي پاڻ سان گڏ وهاريندو آهي.




اهــڙو سهرو ۽ ڪٽنب پروار سسيون ماتا سر متر اپار.
بن رگهوپت سک ڪتي نه پايان ڏيان سچو شُپ چرنن لايان.

اهڙو سهرو، ماتا سمان سسيون، هيڏو ڪٽنب پروار. پر مونکي پتيءَ کانسواءِ پيو ڪجهه ٻه منو نه آهي. چرنن جو ڏيان ٿي ڪاڻي آهي!

پران پتي ۽ ڏيـر ٻئي پيارا ڏنش پاڻ وير ڌارڻ وارا.
گـڏ مونسان شـڪ خطرو ڇا جو؟
خيال ڪريـو متان ڏئيت بلا جو!




مونسان گڏ منهنجو پران پتي ۽ پيارو ڏير جو آهن، جنکي ڏنش ۽ پاڻ سونهن ٿا. مونکي پلا ڪو ٿيندو ٿي ڇو؟ شڪ جي ڪا ڳالهه ٿي ڪانهي. متان لوهين سمجهو ته مان ڏئيتن کان يا بلائن کان ڊجي ويندي س!




رام رضا ڪي ڪير مِٽائي؟ ڪٽن ڪرم گت ڪير ٻڌائي؟
رام لڇمڻ سيته پد سرنائي موٽيو سمنت سيڪجهه ٿرائي.

رام جي آگيا جي آڏو ڪير ايندو؟ ڪرم جي گت ڪي ڪير مٽائي سگهندو؟ سمنت ڦرٽي واڻئي وانگر نااُميد ٿي رام، لڇمڻ ۽ سيتا جي چرنن ٻر سر جهڪائي موٽي ايوڌيا روانو ٿيو.



پشون پکي نہ جدائي سهن پرجا سماج چؤ ڪيئن رهن؟
سُمنت پروس رام موٽايو پاڻ ڪناري گنگا آيو.

جنهن جي وڇوڙي کان پکي ۽ پشون بہ دکي ٿا ٿين، تنهن جي پرجا، پتا
ماتا ۽ سنبنڌين جو ڇا حال هوندو؟ رام سمنت کي رهڻي رهي ۽ کيان ڏيئي
موٽايو ۽ پاڻ گنگا جيءَ جي ڪناري تي آيو.



مڪو قاصد ڪا پاڙي آئي مگر نہ آندي نائہ مهاڻي!
چرن ڪمل ڇُٽي رج تو اهڙي
ڇُهڻ سان مورت، ماڻهوءَ جهڙي!

مهاڻي کي بيڙيءَ آڻڻ لاءِ چيائين پر اها هن نہ آندي! چي: تنهنجي پيرن
جي خاڪ ۾ اهڙي ڪرامت آهي جو اها جنهن شيءِ کي ڇهي اها ماڻهو ٿي پوي!



هلي وڃي بيڙي اهليہ وانگر انرت وڃي ٿي مونسان سراسرا!
هرو ڀرو پار وڃڻ جي چاهيو مونکان ئي پنهنجا پير ڌئايو!

منهنجي بيڙي بہ جي اهليہ وانگر ماڻهو ٿي سرڳ هلي وڃي تہ پوءِ مونسان
تہ انرٿ ٿيندو. پر ڀڳوان جي توهان جي هرو ڀرو پار وڃڻ جي مرضي آهي تہ
پوءِ ڀلا ڀلي مونکي اجازت ڏيو تہ مان توهان جا چرن ڪمل ڌوئان!

چرن ڪمل ڌوءِ چاڙهيان پوءِ بيڙي نہ پاڙو گهرجي
قسم رام دسرٿ سڪ ڌام ارداس اِها ڪجهہ مڙجي
ٽوڙي تير هڻي لڇمڻ وير بس ڌوئي آءٌ نہ چاڙهيان
ليکين نہ تلسي داس وينتي خاص پار نہ موراڪاريان.



ڀڳوان، مان پير ڌوئي پوءِ ٿي توهان کي بيڙيءَ تي چڙهڻ ڏيندس!
ڀاڙو پاڙو مونکي ڪونہ گهرجي. مونکي توهان جو ۽ مهاراج دسرٿ جو قسم آهي

اي متر موهه ڇڏي سيتا رام جي چرڻن ۾ پريم ڪريو. ڪڻ پائيندي صبح ٿي ويو ۽ شري رام ننڊ مان جاڳيو.



ڪريا ڪان فارغ ڪري سنان ڪير گهرايو گاءِ ڀڳوان .
پاءِ سميت پوءِ ٿاهي جٽائون سُمنت اکين مان جل ڏارائون .

ڪريا ڪان فارغ ٿي ۽ سنان ڪري پوءِ گاءِ جو کير گهرائي ڀاءُ سميت مٿي تي وارن جون جٽائون ٺاهيائين. اهو ڏسي سمنت کي ڏاڍو ڏک ٿيو.



دل دکيءَ سان ٻئي هٿ جوڙي
اداس ڪئي ڪنڌ چرڻن موڙي .
ڪئي آگيا آ ڪوشل نات بن ڏسو ۽ هلو مون سات .

دکي دل سان سمنت ٻئي هٿ جوڙي اداس ڪئي ته اي ڀڳوان، راجا دسرٿ مونکي آگيا ڪئي آهي ته توهان کي بن ڏيکاري وري ايندا موٽائي وٺي هلان! هاڻي ديا پالي بن کي ڏسو ۽ پوءِ مونسان گڏجي ايندا هلو.



سنان ڪري گنگا سيه سميت آڻج موٽائي بالڪ نينڻ .
سوچ سنڪوچ ويچار ڇڏي جلد موتج بن وڃي ڪڏي .

گنگاجي جو سنان ڪرائي ٻنهين ڀائرن کي سيه سميت موٽائي وٺي اچج ۽ جيترو جلد ٿي سگهيئي اوترو جلد اچج .



ڌرم نه ٻيو ڪو ستيه سمان چون اکين سڀ ويد پُران .
ڌرم پراپت ڪيو مون ڇندا ! وڃان موٽي تنهين لوڪن نندا .

مون جهڙي ماڻهوءَ لاءِ اڄس مرليو سمان آهي . سڀ ويد پران ڄاڻائن ٿا ته ستيه جي برابر ڪو ڌرم ڪونهي . مون اهو ڌرم سولائيءَ سان پراپت ڪيو آهي . هاڻي خالي موٽي ويندس ته ٽنهين لوڪن ۾ منهنجي گلا ٿيندي .



مون لءِ آييش مرٽيو سمان. ڪروڙ دفعا سئو مرٽيو چاڻ.
متر لوڪي پيو چوان مان چا. جواب ڏيان چڙهن پاپ پيا.

مان لوهانڪي پيو چا چوان. ڪجهه به چوندس ته مونتي پاپ چڙهندو. مون، اهڙي جيئڻ کان ڪروڙ ڀيرا سئو آهي.



لوهان بہ مونکي پتا برابر ڪريان وينتي نمر سراسر.
سڀ طرح لوهين ڪريواهوئي پتا نہ دک تئي هڪ ذروئي.

لوهين مونکي پتا سمان آهيو. لوهانکي وينتي لمر ڪريان تہ اهوئي ڪم ڪجو جنهن پتا جي کي ذرو بہ دک نہ ٿئي.



پتا زينتي چوان يا پريم سهڻ ڪپي دک اِهو آ نيم.
پتا سنديش پڏي پڳوان سيبہ سکيا ڏني گهٽيءَ نڏان.

راجا جي انهيءَ وينتي کي پريم يا دک چئي نتو سگهجي. پڳوان اوءِ سيتا کي پهنجي پيءُ جو لياار پڏالي گهٽي سکيا ڏني ۽ سمجهايو.



سکيا پڏي سيبہ وزير چيو فرض اوهان پنهنجو پورو ڪيو.
لوهين بہ سهُري پتا برابر جواب ڏيندي چڙهن پاپ سراسر.

جانڪيءَ وزير کي چيو تہ لوهان پنهنجو فرض پورو ڪيو. مونکي لوهين بہ پتا ۽ سهري جي سمان آهيو. مان لوهان کي جواب ڏيندس تہ مون تي پاپ چڙهندو.



پتا جنڪ جي نانءُ ڳڏي ڪي ڏڪن راجان مڪٽ مڙيئي !
سک نڏان پتا گهر ملندو
پتيءَ ڏاران پر ڪين مون وڻندو.



راڄ محل سبيہ رام رهـن ڏسو تہ بن ۾ اُهي ڳهن .
اُت ڪومل هنڌ سندن سمهڻ لاءِ
سخت پٿر هت ٿـن ويـهڻ لاءِ .
بن وستر ڏسي دل ٿي ڦاٽي وڏو وڌاتا ٺنڪي جهاٽي .

راڄ محل ۾ پلنگن ۽ تمام نرم هنڌن تي سمهڻ وارا رام ۽ سيتا ڏسو تہ ڪش ۽ بن جو بسترو وڇائي سمهن ٿا . ڪين بنا ڪپڙن جي من وسترن ۾ ڏسي ڪنهنجي دل نہ ڦاسندي ؟ وڌاتا جا اهي ٺي ڪم آهن !



داس ۽ داسيون اڳيان وهن پران رکيا لءِ پران ڏيـن .
جنڪ پـتـا جنهن دسرٿ سهرو
سمهڻ ڪٿ تنهن جـو بستر کهڙو ؟

جن جي اڳيان داس ۽ داسيون حاضر . پران رکيا لاءِ پران ڏيڻ واسطي تيار . جنهنجو پتا جنڪ ۽ سهرو دسرٿ آهي ، تنهن جـو ڏسو تہ ڪٿي سمهڻ آهي ۽ کهڙو بسترو آهي انهيءَ مرگ نئني سيبہ جو؟



جنهنجو پتي آ رام ڀڳـوان پـٽ سمهي ۽ ڪري آرام .
سبيہ رام جا بن جي يوڳيہ ؟ آهہ پرڌان ڪرم ڦل ڀوڳيہ .

شري رام تنهين لوڪن جو مالڪ جنهن جو پتي آهي سو ، پٽ تي سمهي ٿو . جا اُهي بٽي بن لائق آهن ! ۽ ڪرم ڦل پرڌان آهي ! سڀ کان وڏو آهي ! جهڙا ڪرم هوندا ، اهڙو ئي ڦل ڀوڳڻو پوندو ! رام جي سکيا اهائي آهي .



سوريـہ ڪل و ڪيڪئي کهاڙي
ڪپٽ رچـي ڪئي وشو دکياري .
نشاد ڏسي ٿيو ڀاري شوڪ پَٽَ سمهيل ، جا چوندو لوڪ !

ڪيڪئي لئي سوريه ڪل وڻ لاءِ ڪهاڙي ٿي ۽ رام ۽ سيتا کي ٻٽ
تي سمهڻو پيو! نشاد کين ٻٽ تي سمهيل ڏسي دکي ٿيو.



لڇمڻ چئي پريل مڌر ٽا واڻي گيان وئراڳ ڀڳت رس ڄاڻي.
ڪونه ڪاهن جو آ دکَ سک داتا ڀُڳي اُهو جو لکيو وڌاتا.

لڇمڻ پوءِ نشاد کي ڀڳتيءَ ۽ وئراڳ ڀربل ڪٿائون ٻڌايون ته ڪوبه ڪنهن
کي دکي يا سکي ڪري نٿو سگهي. سڀ ڪرم ڦل وس آهي!



مِلڻ وڇڙڻ ڀا چڱو ۽ مندو ٻُرو ڀلو سڀ ڪرم جو ڦندو.
جنم مرڻ سک سمپت جيڪي ڀاڳ نياڳ وپت يا نيڪي.

ملڻ ۽ وڇڙڻ، چڱو ۽ ٻرو سڀ ڪرمن جو ئي نتيجو آهي. هيءَ سنسار جو
پرپنچ جيسين آهي.



ٿئي وويڪ موهه ڀرم ڀڃي
تڏهن پريو چت چرن لڳي.
پرم پرمارٿ جڳ مِ ڀائي، سيِيه رام چرنن من آهه.

جڏهن گيان ٿيندو تڏهن ڀڳوان جي چرنن ۾ پريم لڳندو. اي ڀائي، رام
۽ سيتا جي چرنن ۾ پرين ڪرڻ ئي پرم پرمارٿ آهي.



رام آناديِ برهم انوپ الک اکنڊ ۽ آلم روپ.
سين وڪارن رهت آليپد چون نت نيت نروپم ويد.

رام انادي، پر برهم انوپ ۽ سڀني وڪارن کان پري آهي! هن کي تہ ويد
ئي نيتِ ۽ نيمِ چئي مادب ليندا آهن.



سکا، ڌري مت موهه ڇڏي رام سيِيه چت چرنن گڏي.
ڳالهه ڪندي گڻ صبح آڻار ڄاڳيو جڳ منگل داتار.

سيئي پوءِ شرنگ ويرپر اچي پهتا. رام گنگا نديءَ کي پرڻام ڪرڻ لاءِ هيٺ لٿو ۽ اَدب سان سر جُهڪايائين.



گهڙيءَ گهڙيءَ پڙهي ڪروڙ پرسنگ
رام نهاري گنگا ترنگ.
لڇمڻ سيه کي ڪري بڌائي گنگا اِتهاس ۽ اُتم وڏائي.

رام ويد منتر اُچاري گنگا جي لهرين ڏي ڏسڻ لڳو. پوءِ لڇمڻ کي ۽ سيتا کي گنگا جو اِتهاس ٻڌايائين.



ڪري سَنانُ پند ٿڪ مٽائي جَلُ پي مَن خوشي وڌائي.
جنهن سمرڻ سان مٽي دک پؤ تنهنکي ٿڪاوٽ ڪهڙي چؤ؟

سنان ڪري ٿڪاوٽ دور ڪيائين ۽ پاڻي پي خوش ٿيو. جنهنجي نالي وٺڻ سان پاپ ناس ٿين ٿا تنهنجي ٿڪاوٽ ته دنيوي هئي. نه ته ته پاڻ ئي ڀڳوان هو. پر چرِتر ڏيکارڻ لاءِ ائين ڪندو هو.



گُهه نشاد جڏهن خبر ٻڌي سڀ مِتر پائر ساڻ وٺي.
ڪند مُول ڦل ڦُول ڪٺائي خوشي ڪري پرساد ٻڌائي.

اِها خبر جڏهن گُهه نالي نشاد راڄ کي پيئي تڏهن پنهنجا پائر ۽ مائٽ وٺي ۽ ڪندمول جو پرساد ٻڌائي پيش ڪرڻ آيو.



ڪري ڏنڊوت اڳيان پيٺ ڌري ڏٺو رام پريم نظر پري.
سهج پريم پريپ تنهنکي ڏيکاري
خوش خبري پڇي اڳيان وهاري.

اِهڙون پيش ڪري رام ڏي نهارڻ لڳو! رام سندس پريم ڏسي سڏي ۽ اڳيان وهاري خوش خبر پڇڻ لڳو.



رام لڇمڻ سيبھ روپ ڏسي  نگر نرنار سڀ پريم ھَسي .
ماءِ ٻيءَ ڇڏ سکي، سي کهڙا  بن ڏنو تن سندر جي اهڙا .

تنهن جي سندرتا ڏسي شهر جون استريون چوڻ لڳيون ته ڏسو لڇڻ اهي ٻيءَ ماءُ کهڙا آهن جن ھھڙن گلن کي ڪندن جو بن ڏنو آهي .



وٺي رگهوير استان ڏيکاريا  رام چيو ڏسي واھ سڌاريا !
ڪري آجيان ٿيا گهرسڀ راهي  رام مهل پڻ سنڌيا جي آئي .

تشاد رام کي شهر جا سڀ استان ڏيکاريا . رام ڏسي ساراھ ڪئي . پوءِ آجيان ڪري گهر روانا ٿيا جو رام جي سنڌيا جو وقت هو.



ڪري محنت گهه سيج سجائي
ڪومل ڪـک گـُل وجهي بڻائـي .
ڪند مؤل ڦل سند رڏيندي  پيري پيري دونا پيت ڌريندي .

تشاد ڪومل ڪک ۽ گل گڏ ڪري رام لاءِ سندر سيج بڻائي . پوءِ ڦل ڦول پيت ڪيائين ۽ دونا پيري پيري ٻي اڳيان رکيائين .



لڇمڻ اُٿيو رام نند آکيرو جاڻي  چيو وزير کي موهيندڙ ٻاڻي.
ٻاڻ ڌنش سڀ ڪلهي ڪري  وڃي ويٺو ٿورو پاڻ پري .

نند آکرو ڏسي رام کي لڇمڻ سمهڻ لاءِ چيو . ٻاڻ ڌنش ٻاڻ تيار ڪري ٿورو پري وڃي واهي وٺيو.



وشواس پاتر سڏي پهريدار گهه وهاريا ڌارون ڌار.
پاڻ لڇمڻ جي ويجهو ويهي  جهلي هٿيار ۽ سنيري سهي .

تشاد پوءِ وشواس پاتر پهريدار سڏي جدا جدا جاين تي وهاريا ۽ ٻاڻ ۽ ترڪش ۽ ٻاڻ سنواري لڇمڻ جي پرسان ويٺو.



لڳي ايوڌيا ڀيانڪ ڀاري ڏسجيز پئي جڻ رات انڌاري
اڻ وڻندڙ سڀ روپ ڏيکاري ڄڃي ھڪبئي ڏي ڏسن نيهاري

ايوڌيا ڏاڍي خوفناڪ ڏسڻ ۾ پئي آئي. جهڙي اونداهي رات! سڀ ماڻهو ڀيانڪ نظر آيا جي هڪٻئي کي ڏسي تي ڊنا.



گهر مساڻ ۽ ڪٽنبي ڀوت مت مائٽ پٽ سڀ يمدوت.
باغ بغيچا بنهه ڪومايا تلاءُ نديون ڪوهه ڏسڻ نه ڀايا

گهر مساڻن جهڙا، ڪٽنبي ۽ مائٽ ڀوتن جهڙا ۽ باغ باغيچا شڪل ۾ ڪومايل ۽ نديون ۽ تلاءُ نه ڏسندي خوف پيو ٿئي



سک اوڌ ڪنهن اپاءُ نه ڌاران رام لڇڻ ۽ جانڪيءَ ڌاران
رام جتي اُتُ نهچه نه جرجي ايوڌيا نانهه اصل ڪنهن ڪم جي

سيتي ڏٺو تہ هاڻي رام بنا ايوڌيا ۾ رهڻ نيڪ نه آهي. جتي رام آهي اُتي ئي سک آهن. اسان جو هاڻي ايوڌيا ۾ ڇا آهي؟



رام سان سڀ نر نار لڏي گهر جهڙو سک درلڀ ڇڏي
رام چرنن ۾ پريت آجنهنکي پوڳ وشيہ رس ڪندو ڇا تنهنکي؟

اهو ويچار ڪري پنهنجا پيارا گهر، جي غريبن کي ۾ پيارا آهن. ڇڏي رام سان گڏجي بن ڏي هليا. جن کي رام جي چرنن سان پيار آهي تن کي ڀلا پوڳ رس ڇا ڪندا؟



ٻار ٻڍا مرد استريون هليا گڏجي سڀ رام
تمسا ڪنڌي اچي رسيا پهرين ڏينهن سک سان.

سڀ ماڻهو رام سان گڏجي بن ڏي هليا ۽ پهرين ڏينهن شام جو تمسا نديءَ جي ڪناري تي اچي پهتا.



پريم پريا مٺا شبد ٻڌائي پرواسين کي گهڻو سمجهائي
ڌرم اُپديش گهڻيئي ڏيئي موٽڻ نہ وارن ٻنهہ سيئي!

رام مٺڙا ٻوليءَ ۾ سڀني پُرواسين کي سمجهايو ۽ ڌرم جا آهي سو اُپديش
ڪيو. پر هو سڀ موٽڻ جو نالو ئي نه ٿا وٺن؟



رات اچا ئي اڌ مس بيتي رام وزير چيو ساڻ پريتي.
ڪر اتڪل رٿُ ائين هلاءِ ڦيٿن جا سڀ نشان مٽاءِ.
ٿيو آواز نہ گهالهہ نہ ٿيندي ٿهيل ڏکيل تجويز بہ ٿيندي.

اڃا اڌ رات مس گذري تہ رام منتريءَ کي چيو تہ اُٿ ۽ رٿ کي اهڙيءَ
طرح هلاءِ جئين ڪنهن کي بہ اسان جي وڃڻ جي خبر نہ پوي. ڦيٿن جا نشان بہ
جئين ڏسڻ ۾ نہ اچن. نہ تہ سڄي تجويز ڊهي پوندي!



پرڀات سمهہ سڀ جاڳيا جڏهن ويو هليو ڏٺو رام ڪڏهن
ڏکا نهاري طرف نڌان ولي سگهيو نہ رٿُ نشان

پرڀات جو ماڻهو جاڳيا، ڏٺائون تہ رام هليو ويو هو. ڏاڍو شور هل ٿيو.
چاريئي طرف ڏٺائون پر ڪٿي بہ رٿ جو نشان ئي ڪونہ هو.



ائين ڪري پيا حيلا هلائي آڏ موٽيا پوءِ سڀ پڇتائي.
سهڻ ڏکي آ هيڏي جدائي آس موٽڻ جي دل ٻہلائي.

اهڙي طرح جڏهن ڏٺائون تہ ڪا بہ تجويز ڪانهي تڏهن اَيوڌيا موٽيا ۽
چوڻ لڳا تہ هن جي جدائي رڳو رام موٽڻ جي آسري ۾ سهي وينا ۽ دل
بهلائڻ لڳا.



سينہ وزير ۽ بيئي ڀائر ويرُ شرنگ پُرگهڙي ۾ ڄاڻ.
هيٺ لهي ڪيو رام پرڻام گنگا نديءَ جا شُڪ نڌان.

پتا ڪان لي ڪروءِ جي در لي آيو، جا ڏسي ا سڀ جدائيءَ جي ڀاءُ ۾ جاڳي رهيا هئا. رام ملا وچن چئي سڀني کي سمجهاپالين . پوءِ سڀ برهمڻ گهراپالين.



چوڏهن سالن جو ڪاڏو ڏيئي راضي ڪيا رام برهم سيپئي .
ياچڪن کي پٽ دان سنمان مترن کي مَن وچن سانڻ .

سڀني برهمڻن کي چوڏهن سالن جو ڪاڏو ڏيئي راضي ڪيائين. ياچڪن کي ٻه گهڻو دان ڏنائين ۽ مَن مانن سان ٻه ڪلي موڪلاپالين .



داسيون داس سڀئي ڪر سونپي
ڪئي ارداس پرڪا شبد جيڪي .
سڀ جي سار سنڀار ڪوسائين سمجهو هرهڪ پالڪ نيائين .

پوءِ سڀ داس ۽ داسيون گهرائي ۽ گروءَ کي انهن جي پارت ڪيائين. هٿ جوڙي چيائين ته سائين ، هنن کي پالڪ سمجهي ماتا پتا والڪر سنڀالجو.



ريت انهيءَ سڀني سمجهائي ڪر چرنن ۾ سيس نمائي.
گنپتي گوري گنيش منايو رکوڪل ون بنواس سڌايو.

انهيءَ ريت سڀني کي سمجهائي ، گروءَ جي چرنن ۾ سر نوائي ۽ گڻپتي ۽ پاروتيءَ جي پوجا ڪري رام بن ڏي روانو ٿيو.



مؤرڇا وئي جڏهن نرپت جاڳيو آڪيان وزير وراپ ني ساڳيو
رام ويو بن پران نه نڪرن سک ڪهڙي اهِ پيا جيئڻ .

راجا جي بيهوشي جڏهن ولي تڏهن وزير کي اڪيان ڏنائين. وراپ ڪري چوڻ لڳو ته رامَ ۽ سيتا ته بن ۾ ويا ، پر منهنجا پران اڃا جا اهِ نڪا نڪرن؟ اڃي ڪهڙي سک ماڻڻ جي لالسا منهن آهي ا




ڪمار ٻئي وچ ڪون وڻي جنڪ ستارڻ ساڻ
رٿ چاڙهي ڏيڪاربن چوٿين ڏينهن ڪن آڻ!

منهنجي ٻنهي پيارن ٻچن ۽ جانڪي کي لون رٿ ۾ چاڙهي ٻرڳو ٻن ڏيکاري چئن ڏينهن ۾ موٽي اچج.




جي نه اچڻ موٽي ٻئي ڀاءُ سيبه موٽائي گهر وٺي آءُ.
رام نه موٽي، ٽيٺ پڪو هاڻ نه وٺبو منجهاس ٽڪو.

جيڪڏهن ٻئي ڀاءُ نه موٽن ته ٻوءِ سيتا کي وٺي اچج، رام ته اصل نه موٽندو، هو جڏهن ليڪ جو الڪل پڪو آهي!




سيبه ڏسي بن جي ڏيپ ڪائي سگهيا سٺائج موقعو پائي.
سس سهري جو ڏيئي سنديش چئج پٽ بن ۾ مڪين ڪليش.

سيتا جي ٻن ڏسي ڏجي ته موقعو ڏسي هيڪي ٻن جا ڏک ٻڌائج ۽ منهنجو ۽ سس جو سنديش به ڏج.




آگيا وٺي ۽ رٿ سنجي سُمنت لوي سماءِ
شهر ٻاهر آيو اُتي سيبه سهت ٻئي ڀاءُ.

وزير راجا جي آگيا ٻڌي، سرلوائي ۽ رٿ تيار ڪري اتي آيو جتي ٻئي ڀاءُ ۽ سيتا هئا.




رام ڪي نرپ جا شبد ٻڌايا سيبه سهت ڀاءُ رٿ چڙهايا
رٿ چڙهيا ٻئي شستر پائي سر ايوڌيا هر هر لائي

وزير رام کي راجا جا لفظ ٻڌايا ۽ وينتي ڪري ٻنهي ڀائرن کي سيتا سميت رٿ ۾ چڙهايو. ٻئي ڀائر هر هر ايوڌيا کي سر نمائي پرنام ڪندا ۽ پنهنجا هٿيار ساڻ کڻي اڳتي هليا.



لڇ کان سيبه جواب نه ڏئي  ڪيڪئي ڏمرجي حياءُ نه ٿئي.
منن وستر پيون وستو آئي  رام اڳيان رکي تندو ڪاٽي.

جانڪي لڄ کان ڪو جواب نه ڏنو. ڪيڪئي بي حيائي ڪري مٿين وارا ڪپڙا ۽ ٻيو شيون کڻي آئي ۽ ڪومل وچن چوڻ لڳي:



راجا کي تون پريه نڌان لوڪــي ڇڏيندو ڪيئن اي رام
ڌرم شيش پرلوڪ وڃي "بـن وڃـو" مُکر ڪين مچي.

اي رام، تون راجا کي پيارو آهين. پران کان به وڌا! هو لوڪي بن وڃڻ جي آڳيا ڪڏهين ڏيندو. پر نه ڏان مان وڃي ٻڏي ۽ مري!

جيڪي ڪـرڻ لـو سنو لڳي سپ ٻڌو آئوئي اڳيي.
ٻڌي وچن خوش رام ٿيو ڏاڍو



ڪاٺ ڏسي جئين خوش ٿئي واڍو.
يـوپ وچن لڳا ٻاڻ سمان پران نه نڪرن آجا نه جاڻ!

هاڻي لوڪي جيڪي سنو لڳي سوڪر. رام اهي وچـن ٻڌي خوش ٿيو پر راجا کي نه اهي وچن ٻاڻ سمان ٿي لڳا. چوڻ لڳو نه چو اجا پران نياڻا رهيا پيا آهن!



شوڪ کان راجا ٿيو بيهوش  چا ٿئي هاڻي؟ رهيو نه هوش.
رام ٿرت مُن ويس ٻڌائي  بن ويو ماتا سيس نوائي.

راجا بيهوش لـــي ويو هاڻي چا ٿئي. رام هڪدم مني ۽ جـو ويس ٺاهي ۽ ڪيڪئيءَ کي سرنمائي روانو ٿي ويو.



وسشت در ويو ڏسي حيرت آئي
سيئي جليا پـــي باهه جـدائي.
منا وچن چئي سين سمجهايو  ونيه ڪئي سپ برهم ڳهرايو.



تو ڀاڳيـن رام بـن وڃي   پيو ڪٽي کو مـچي نہ مچي
سَين پُڇن جو ڦل اِهوئي   چِتُ چرنن من رام سچوئي .

تنهنجي ئي ڀاڳ، ڪري رام بن تو وڃي! پيو ڪير مچي يا نہ . سيني پُڇن جو ڦل اِهو ئي آهي تہ رام ۽ سيتا جي چرنن ۾ چت رهي ۽ سدائين انهن ۾ پريم هجي .



سـک اِها ڏيان تو سيوا سان   رام سييہ سُک ماڻن
پتا ماتـا پـروار پـراتـا   بن رهي نہ مَـن آڻـن
تلسي سکيا پت ڏئـي اِها   ۽ پـڙ آسيس ڏنـي
رهي ڏينهن رات اِهائي تات   سييہ رام دل پريم پني .

اي پت، منهنجي توکي اِها سکيا آهي تہ رام ۽ سيتا تنهنجي سيوا ڪري سکي ٿين . پتا ماتا ڀائر نگرواسي سڀ کين وسري وڃن . تلسيداس چوي ٿو تہ سمترا اهي وچن چئي لڇمڻ کي ان وقت جي موڪل ڏني ۽ آسيس ڪيائين تہ انهن جي من ۾ رام ۽ جانڪيءَ لاءِ پريم روز بہ روز وڌندو رهي .



مات چرنن سرنـاءِ   هليو تُرت نِهہ شنڪ .
هـرڻـي جار تـوڙاءِ   ماتا دل نہ بدلي وري !

سر نوائي لڇمڻ اهڙو ڀڳو جئين جاريءَ مان هرڻي تـوڙائي ڀڄندي آهي ! خيال ڪيس تہ متان ماتا جي دل بدلجي نہ وڃي !



ويو لـڇمڻ جت جانڪي ناٿ   خوش ڏاڍو سنگ پائي ساٿ .
چـرن ڇُهي ۽ اريـي پـراڻ   ويو محل سييہ رام سان ساڻ .

لڇمڻ اُتي آيو جتي رام ۽ سيتا هئا . رام سـان گڏ وڃڻ جي ڏاڍي خوشي هئس . هو رام ۽ سيتا سان گڏجي راج محل ۾ آيو .

گروءَ کي سڃاڻا. منهنجي لاءِ ته سنسار ۾ رام ئي هڪ آهي! ڇا هنس جو ٻچو مندراچل کڻي سگهندو؟



مان ٻالڪ توُن پرم پرت پالڪ
مان اڌين توُن سڀ ڪجهه مالڪ!
مون هڪ توُن، تو پيا لڪ ڪيئي
توُن ڄاڻين مَنَ حال سڄوئي

جيستائين وڻن ۾ ڇيل آهي ۽ سڀهه جو ورن ٿيل آهي ليستائين ته منهنجا سڀ ڪجهه توهين آهيو. توهان اندر جي ڳالهه ڄاڻو ٿا.



ڌرم نيت اُپديش انهن لاءِ پريه وڏائي جڳه جي جن لاءِ
جنهن من ڪرم وچن تو چرنن ڀوڳيه نه آ سو گل چرڻ.

ڌرم نيت ته انهن کي سيکارجي جن کي وڏائي پياري هجي! جنهن جو سمورو ڌيان تنهنجي چرنن ۾ هجي سو ڪيئن ڦٽو ڪرڻ نه جڳائيو!



وَچ ماتا ڪان اچ موڪلائي ٻن هلجي، چيو ديرلائي
لڇمڻ خوش ٿيو ٻڌي نڌان گهٽو لاڀ ٿيو پريو نقصان.

رام چيو ته ٿي اي لڇمڻ وچ، ماتا ڪان موڪلائي اچ ۽ ٻن هلڻ ۾ دير ناڻ ته گهرجي لڇمڻ اهو ٻڌي خوش ٿيو. جڻ ته نقصان ٿي ٽرٽو ۽ فيض ٿي ٿيو. اهڙين طرح آنند ٿي ويو!



مُنهن مُشڪندي آيو ماءُ وٽ آئو
آنڌي وري جڻ نظر کي پاتو.
جنڌي اکيان اچي سيس نوايو پر مَنُ رام سيه سمايو.

هو جهٽ پٽ ماتا وٽ آيو ۽ سر جهڪايائين. انڌي کي جڻ وري اکيون مليون آهن! من ڇيو رام ۽ سيتا جي چرنن ۾ لڳل هوس.



ڏسي منجهيل من ماءُ ڀڃيو لڇڻ اڳيان سڀ حال رکيو.
ٻڏي ٻڌي وئي وچن ڪنور ڏجي هرٺي ڏسي ٻاهه ڇوڏار.

ماتا اروو ماتوس ڏسي سڀ ڀڃيس. اڇمڻ سڀ ڳالهه کيس ٻڌائي. ماتا واڇار ٻر ٻڏي وئي. جنهن هرٺي چرڏاري ٻاهه ڏسي ڏجندي آهي.



وقت ڏسي ڪجهه ڏير ڏري چيو سمترا لڇڻ نـري!
پت تنهنجو بـس پتا آ رام ماءُ جانڪي سڀ ڪون چاڻ.

ٻـر موقعو ڏ ڏسي سمترا، ڌڌ هردي، واري ڏير ڪئي ۽ ڪرمل وانيءَ سان چوڻ لڳي: پت، توار رام ۽ سيتا تنهنجا پتا ماتا آهن. انهن کي تون پت جوڙ و ٻيارو آهين.



آ ايوڌيا جت رام نواس ڏينون اُلي جت سج پرڪاش.
بن وچن جڏهن ٻئي سنيهي اُرڌ رهڻ جي ڳورج ڪيهي؟

جتي رام آهي اُتي ايوڌيا آهي. جتي سج اُتي ڏينهن! جڏهن ٻئي ٻرينم ان تا وچن ڏ ٻوءِ تون هتي ڇا رهي ڪندين؟



گر پت مات بندجن اهڙي سيوا ڪجي تن پرانن جهڙي.
پراڻ پريه رام پراڻ آڌار سوارٿ رهت ۽ متر سنسار.

ماتا پتا، گرو ۽ مائٽن جي سيوا ڪرڻ گهرجي. رام ڏ پرانن کان ٻـ ٻيارو آهي، سوارٿ ڪرنهيس ۽ سنسار جو متر آهي.



ڪپٽ رهـت سري رام چرن ناهيو من اسٿان.
صدق وچان مان تـون ٻئي ڀاڳوان نڏان.

صدق وچاءِ پت، ڪپت رهت ٻنهنجي من ۾ رام ۽ سيتا کي رکيو آهي تنهنڪري تون ۽ مان ٻئي ڀاڳوان آهيون.

ڏيرج رکي منهنجي ڳالهه ٻڌ: ماتا پتا جي چرڻن جي سيوا ڪج. ٻڍي پتا کي آئت ڏيندو رهج. ڏس نه ڀرت ۽ شترگهن گهر ۾ نه آهن. توتي ئي سڄي جوابداري آهي!



گهر رهه، ڪر پيار، اُڌار آنرت ٿيندو نه ڪه ٻنهه اپار.
جنهين راڄ ۾ پرجا دکي سو راجا ٿيندو ڪيئن سکي؟

لوڪي ٻن ولي ويندس نه ڏاڍو انرت ٿيندو. ايوڌيا اناٿ ٿي ويندي. گرو، پتا، ماتا ۽ پرواسين مٿان مصيبت اچي ڪڙڪندي.



"رهه اِاسي ڏس نيت ويچاري"
لڇڻ سڱهيو نه دک سهاري.
سڪو لڇڻ ڏسي ڪو نه سهارو ڪمل ڇڏي جيئن ساڙي پارو.

اهو ويچاري لون ائي رهه. اها ڳالهه لڇمڻ سهي نه سگهيو! هو ڏاڍو وياڪل ٿيو ۽ سڀ جو سرور وڃڻ لڳي ويس. جيئن پارو ڪمل جي گلن کي ساڙي ڇڏيندو آهي!



جواب نه ڪو ڏيئي سگهيو پريم وس ڪئي نه "چون"
ناٿ ڇڏيندين داس گهر وس هلندو ڪو مون!

سڀ سڌ جي وس آهي. لڇمڻ وياڪل ٿي چيو. مان سيوڪ ۽ اوهان سوامي. ڀلا جي موٽڪي هٿ ڇڏي ويندين ته مان ڪهڙو چا ڪندس؟



مون ٻالڪ کو بريم سان پاليو
ڪيئن مندراچل کڻي هنس آ ٻالو؟
مات پتا گر ڪنهن نه سڃاڻان ڪر وشواس رگهو رام ئي ڄاڻان.

مونکي ته لوهالدي پيار ئي پاليو آهي. مان نکي ماتا، نکي پتا ۽ نکي



سُندر ڏِر، هڪٻئي ڪان ڪسر، ڏليون سين هرشايون.
راجڪماريون ٿي ڏِرن واريون ٽل نہ ٻئي کي پاڻَن.
گهوٽ ۽ ڪنوار، هڪٻئي تان وار، ديوتا گل ورسائن.
چارئي هڪ منڊپ، جت سک سمپت،
اوستائون چار ڏباڻن.

گهوٽ ڄوڙي ڪنوارين، هڪٻئي کي هڪٻئي جي برابر سمجهي هڪٻئي کي ساراهڻ لڳيون. ديوتا مٿان گل وسائڻ لڳا. سيئي سهڻا گهوٽ ۽ سندر ڪنواريون هڪ ئي منڊپ ۾ اهڙا سونهي رهيا هئا جو انهن ورنن لئي نٿو سگهجي. چارئي جوڙيون جاڳرت، سپن، سکوپت ڄوڙي لڳا، جڏهن اوستائن ۾ هڪجهڙو آنند مانئي رهيا هئا.



دسرٿ نهاري چار پٽ سڀ ئي ڪنوارين ساڻ.
مليا ڏسي ڦل چار پڻ خوش هو هاڻ نِڌان!

دسرٿ پنهنجا چارئي پٽ ڪنوارين سان ڏسي ڏاڍو خوش ٿيو ۽ سمجهڻ لڳو تہ چار ڦل، ڌرم، ارٿ، ڪام ۽ موکش پراپت ٿيا آهن!



جنهن وڏيءَ سان رام وهايو ريت اُنهيءَ سان ٻين پرڻايو.
سگهي ورڻي نہ سارو ڏاج ڏنا رتن جي جنڪ مهراج.

جنهن وڏيءَ سان شري رامچندر جو وواهہ ٿيو، انهيءَ ساڳيءَ ريت ٻين پٽن کي بہ دسرٿ پرڻايو. ڏاج ايترو مليو جنهن جو ورڻن هت ٿي نٿو سگهي. سوني، هيرن، موتين ۽ مڻين سان سڄو منڊپ ڀرجي ويو!

رنگ بہ رنگي مليا جي ڪپڙا ورڻن ڪجهن سي ڪهڙا ڪهڙا؟



گج، رٿ، گهوڙا، داس ۽ داسيون،
اُلم گنٿو، پر تول نہ تاسيون!

جدا جدا رنگن جا سوني، اوني ۽ ريشمي ڪپڙا، ڏني، گهوڙا، رٿ، داس، داسيون سڀ راجا جنڪ ڏنا. اڄ ڪلهه جي فيشن موجب نڪي ڏنا ٽوال ۽ نه وري جوتا ڪيليا لاءِ ناسيون!



سمجهي داسيون ۽ جيتن پرواسيون ديا مٽن ڌارجو.
ڪميا اپراڌ، نيٽ پرساد، ٻريو، ٻريم پسڻ ڏيڪارجو.
ڪيز گستاخي، ڏجو بس معافي، هيڏو ڪشٽ ڪرايم.
پريم پريا، ٻنهين نيڻ ڀريا، تلسي ڪوهان ٻڌايم!

اي رام، ديا ڪري لائق منهنجي هن ڪيالن کي داسون ۽ سمجهي مٽن ديا ڪجو! توهانکي ٻڌ هيڏو ٻند ڪرايم تنهن لاءِ به معافي ڏجو. ٻئي سيڻ خوشيءَ پر نه ٻيا ماهن. تلسيداس ان جو ٻي نه مون نه ڪو توهان اڳيان ٿورو بيان ڪيو آهي.



سڀ سجڻ، گل وسائيندا گڻ، جن واسي هليا.
ڏسي اُساهه چٽي شرڪو واهه، وڻ جڻ ڦل ڦريا.
سکيون سڀ ٺاڻ، ڪن منگل گان اڳتون ٿي هايون.
گهرت ۽ ڪنواريون، اچي پڌاريون، کهور گهر جهليون.

راجا دسرٿ ٻوءِ سڀني مٽن مائٽن ۽ وزارن اميرن سميت جن وانگر ڪرڻ وٻوءِ سڄي شور ۽ اُساهه هو. ديوتائون گل وسائڻ لڳا. سندر سکيون گيت ڳائينديون، آڪيا ولي، گهوڙن ۽ ڪنوارين کي کهور گهر ولي آيون.



لڇي ٿئي ڏسي رام کي سيپه دل ٿسي.
سندر مهليءَ کي شهه ڏئي من ۾ رام رسي.

سيتا رام ڏي نهاري لي ٻر لڄي لٿي اي. ٻر دل سندس ۾ نه رام لي لي

سيتا جي ماتا، راجا جنڪ جي پٽراڻي سنئنا ۽ رام جي ماتا ڪوشليا، ٻئي جڳ ۾ پرسد آهن. سندن وڏائي بيان ٿي نٿي سگهي. وڏاتا شان، سولهن، سنک ۽ پڇهه ۾ هنن سان جڳ ڪان وڌيڪ رعايت ڪئي هئي.



ڏسي وواه وقت منين گهرائي سڏ سٽندي سنئنا آئـي.
راڻي سونهي ورساڄي پاسي نئنا پٽني جنين هم جي واسي.

ڪنيا دان مهل راڻي سنئنا کي گهرايو ويو. هوءِ پتيءَ جي ساڄي پاسي ويٺي. هوءِ ائين پئي سوڀي، جئين هوان جي پاسي ۾ لڇنا سونهي.



ڪاش سونا، مڻ جڙيل ڪٽورا وتر پريل جل سچا، نه ٿورا.
اڳيان رکيا رام، راجا راڻي پريم اُتساهه ۽ نيت پر ماڻي.

سوني جا ڪلش، جن تي رتن جا ڪٽورا رکيل هئا ۽ سچا پولس جل سان پريل هئا سي راجا ۽ سنئنا رام جي اڳيان پريم سان رکيا.



ڪل گر ٻئي، هٿ ڪنوار هٿ وَرڏيئي ڪن پوري ريت.
ديو سپ هرشي، ٿورو ترسي، پڌڻ لـڳا منگل گيت.
جنڪ سُنئنا، طوطو مـئـنـا مک پنهنجي ســان چئي.
لوڪ ويــد وڏان، ڪنيا دان، پــوُپ پــوشڻ ڪئي.

پهين ڪُلن جا گـــرو هٿيالي جي رسم ادا ڪرڻ لڳا. اها وڏي ڏسي ديوتائون خوش ٿيا. راجا جنڪ ۽ سنئنا راڻي اهڙا تـه خوش هئا، جو ورنن ٿي نٿو سگهي. لوڪ ۽ ويد ريتي موجب جنڪ ڪنيا دان ڪئي!



منين وواه جو ڪارج پورو ويد مت موجب ڪيو سوررو.
رام، مستڪ سيه سندر لائي تلسي سوپيا ڪهڙي ٻـڌائي!

منين وواه جو ڪارج وڏيءَ موجب پورو ڪيو. رام پنهنجي ونـيءَ جي مستڪ تي سهاڳ جو تلڪ لڳايو. تلسيداس وري انهيءَ جو ورنن ڪيئن ڪري سگهندو.



نانگ جلين وس لالچ ٿي رهيو ڪمل مان لال رس پي.
ڪري مورڇا چنڊ ويچاري سگهي نه ٻڻ بيهوش نهاري.
ڇيو وسشٽ مُن، آڳيا ڏني ساڳئي آسڻ وڃي رهو ٻئي.

نانگ لالچ وس ٿي جهڙي امرت جهڙي ٿاڙهي وس کي چوسيندو آهي ۽ ويچاري چنڊ کي مورڇا ڪندو آهي ليڪن رام ۽ سيتا جي سندرتا جو رس پي رهيو آهي. پوءِ وسشٽ جي آڳيا پائي رام ۽ سيتا پنهنجي ساڳئي آسڻ تي ويٺا.

وسشٽ مُن آڳيا، پائي جنڪ راجا، سڏيون ڪماريون ٽي.

ماندوي شرت ڪيرت، ارملا
شبي سيرت پائي آڳيا آيون سي.
ڪش ڪيت ڪنيا، وڏي ميان، گڻ، سونهن ٻڌ ساڻ.
شيل، سندرتا، پڻ ڌرم رتنا وراهي پسرت وڌ ساڻ.

پوءِ وسشٽ مني جي آڳيا پائي، جنڪ ٽي راڄڪمارون ماندوي، شرت ڪيرت ۽ ارملا ٽالن وارون گهرائي ورتيون. پنهنجي ڀاءُ ڪش ڪيتو جي وڏي ڪنيا ماندوي، جا گڻ، سونهن ۽ شيل ۾ سڀني کان سرس هئي سا وڏي موجب ڀرت سان پرڻائي.



سيتا کان ڇوٽي، گڻ سونهن موتي ارملا گڻن وڏي.
جنڪ جي چاهي ڏني ريتا هي لڇمڻ سهت گڏي.
ٽالي شرت ڪيرت، سُمکي شبي سيرت، شترگهن سان پرڻي.
وريون واڌايون، گهر گهر آيون مهما نه ڪلسي ورڻي.

سيتا جي ننڍي ڀيڻ ارملا، جا گڻ ۽ سونهن ۾ بي مثال هئي، سا وڏيءَ سان لڇمڻ سان پرڻائي. وري شب گڻن واري شرت ڪيرت ۽ شترگهن سان پرڻائي. گهر ۾ چار اهورن آيون، واڌيون وري وڄن.

سمورڌسي وسنت مهراج شانتد کي گهرايو ۽ سمورن هالي ڪنوار کي جلد منڊپ ۾ آڻڻ گهرجي ۽ سمورا ٻيوڪ ڪارج ڪرڻ گهرجي.



نار ويس اُت آئي اندراڻي هر اپسرا پــر ڪير سجاڻي.
اُنهن ڏسي سڀ نــاريون هــرشن
ڇو نــہ سڀئي پيون شيامــا پسجن!

سڀ اپسرائون، سرسوتي، اندراڻي سڀ نــاري ويس ۾ اچي آيــون. ڪين ڪنهن ٻہ ڪونہ سڃاتو. سڀ سوواڻيون ورهين جون جوان نارين لي لکيون. سڀ چاهي ماچي نارين اُنهن کي ڏسي خوش ٿيون.



ڏنو سُنئنا مانُ گهٽو تــن اُما، رمــا ڇڏي سمجهي جن!
ويس سين هڪجهڙو پاتو سيپہ وواہ انڪول جــو چاتو.
بن ڇرچي ۽ بنا ڪنهن هاسي وني هليون سيپہ منڊپ پاسي.

راڻي سنئنا سڀني کي اما ۽ رمــا سمجهي اُنهن آسڻ ڏنا. سڀ هڪجهڙو ويس ۾ اچي آيون هيون جو سيپہ وواہ انڪول هو. سڀ گڏجي سيتا کي منڊپ ڏي وٺي هليون ۽ ڪيس ڪنوار جهڙا اُنهن پوشاڪ ۽ وستر پهرايا. ڪواڻ جوڙيو وغيره ڪرايو هو.



سيپہ سين ۾ اکين سونهي سونهن سونهي منجهہ سونهن!
جهڙي نمي جهــنڊ ۾ هلــي ڏسندن اڻ ورونــهــن!

اُنهيءَ وقت جي سيتا جي سندرتا کي ڪهڙن ورڻ ڪجي! اهڙي تہ سندر پئي لڳي جو خود سندرتا اچي ڪيس سينگاري هوءَ! هوءَ لڄ کان جهڪي جهڪي ۽ شانت ڪري هوريان پئي هلي. سڀ ڏسندڙ اهو ڏسي چڪت ٿي ويا.



ڪيئن ورڻيا ڪنت سيپہ سندرتا ٻڌي ٿوري پرگهٽي مذ رتا.
ڏٺي بــرائين ايندي سيتــا روپ راڻي ۽ اکنڊ پنيتا.

سيتا جي سندرتا ورڻن ڪرڻ لاءِ مان زبان ڪان آهيان! منهنجي ٻڌي اوري ۽ سندرتا سمنڊ اٿاهه! سڀني ترائين سيتا کي منڊپ ۾ آڻيندو ڏٺو جڻ ته سندرتا جي راڻي ۽ ٻرارتا جي ديوي پڌاري آهي!



انهيءَ طرح سيتا منڊپ آئي ويد منتر اُچرن منرائي.
ڪل کرو ٻئي ڪرڻ وهنوار پنهنجي پنهنجي ڪل انوسار.

انهيءَ طرح سيتا منڊپ ۾ آئي. پنڊتن ۽ مني ويد منتر اُچارڻ لڳا. ٻنهي طرفن جي گرو برهمڻ پنهنجي ڪل رسم موجب شاستراچار ۽ سڀ ڪم ساڻ ڪرڻ لڳا.

ڪل ريت، پڻ ٻالي گيت، سورج پوڄا سڀ ڪئي.
سيتا آئي، عزت پرمائي، آسڻ وٺي ويهي رهي.
سيه رام پريم، اٿل جيئن نيم آڌ جڳاد ڪان پڻ رهيو.
من، ٻڌ، واڻي، اپار پڻ جاڻي پرگهٽ نه تلسي هت ڪيو.



ڪل جي رسم موجب گيت ڳائي، سورج پوڄي، سيتا کي رام جي واڄهر شب ۽ اَمر آسڻ تي وهاريو ويو. آڌ جڳاد کان هر ڪنهن رام ۽ سيتا هڪ ٻئي کي ڏسي اهاهه خوش ٿيا. انهيءَ پريم جي لک ته ڪٿهڪي ٻه ته رهي! اهو پريم من، ٻڌ ۽ واڻيءَ سان ورڻن ٿي نٿو سگهي. انهيءَ ڪري تلسيداس هتي اهو ورڻن ڪيئن ڪري سگهندو؟



ڏڄن سمير لن ڏري اگن وٺي آهوتي ڪيئن!
برهم ويس سڀ ويد ڪري ريت وواه ڪن جيئن.

اگني ديوتا سوار ڌارڻ ڪري آهوتيون ورتيون ۽ سڀ ديوتا برهمڻ جو روپ ڌاري وواهه جي رسم ٻڌائي رهيا هئا.



جنڪ پٽراڻي سيتا سيائن ڪوشليا ماتا لوڪ پڇاڻن.
جس، ڪيرت، سک، سندرتائي، گڏي وڌاتا جوڙي ٻڌائي.



نپ، نگر متو اهڙو گـوڙ سمجهہ اچي نہ ڪل نہ شور.
اِن پـر رام منڊپ ۾ آيـو ارگهہ وٺي پوء آسڻ پايو.

نغارن ۽ واڄن جي ڌم ڌرتي آسمان هڪ ڪري ڇڏيو. ڪير ڪلي يا گوڙ ڪري نہ اهو ۽ واڄن جي آواز ۾ سمانجي ٿي ويو. اهڙيءَ ريت رامچندر منڊپ ۾ آيو. ڪيس ارگهہ ڏنائون ۽ پوء اُنہ آسڻ تي وهاريائون.



دسرٿ جنڪ مليا ٻئي سيڻ پيا ٺري پڻ ٻنهين جا نيڻ.
ڏسڻ وٽـان هو اِهو نظارو
ڪري اُپـمـا ڪيهي تلسي ويچارو.

رواج موجب ٻئي سيڻ جنڪ ۽ دسرٿ هڪٻئي سان گهٽي قرب وچان مليا. اُها گڏجاڻيءَ جي وڏائي ويچارو تلسيداس ڪهڙي ڪري سگهندو؟



منڊپ رچنا، اچي نہ وچنا ديون جو مَنُ هري.
جنڪ پاڻ گهٽي عزت ساڻ دسرٿ وڏيائي ڪري!
ڪل جو اشٽ، گرو وسشٽ جنڪ آسڻ وهاريـو.
وشوا متروڏائي، گهٽي پڻ پائي ڏيئي آسيس نهاريـو.

منڊپ جي انوکي ۽ سندر رچنا ڏسي ديوتائون ۽ موهت ٿي پيا. زبان سان اهو ڪيئن ورڻن ڪري سگهبو! راجا جنڪ پاڻ راجا دسرٿ جي اُپما ڪري اوچي آسڻ تي وهاريو. گرو وسشٽ کي ۽ جنڪ راجا اوچو آسڻ ڏاو. هن وشوامتر کي ۽ گهڻو سارهايو ۽ وڏائي ڏني وشوامتر آشيرواد ڏيئي راجا جنڪ ڏي چرچ ۽ عزت سان نهارڻ لڳو.



واه ديـو جهڙا رشي پوجيا جنڪ مهيش!
آسڻ اُتم سڀ کي ڏيو پاڻي شيءِ آسيس.

راجا جنڪ وامديو رشي ۽ ٻين مهاتمائن جي پوڄا ڪئي ۽ کين اُهي آسڻ ڏنا ۽ سرت ۽ آسيس پرابت ڪئي.

جنڪ ڪئي پوءِ دسرٿ پوڄا ايشور ڀاو نه ڀاونا ٻي ڪا.
ونيه ڀاو سان ڪري وڏائي 'ڀاڳ ڀلي' جي ڄاڻي ڀلائي.

راجا جنڪ پوءِ دسرٿ جي پوڄا ڪئي، ڀڳوان جو روپ سمجهي! وينتي ڪري سندس وڏائي ڪئي ۽ پنهنجي سٺي ڀاڳ جي ڳالهه ڪرڻ لڳو جو سيتا جي رام سان شادي ٿي!

پوڄيا ايوڌيا جا سڀ ڄاڃي جيئن آ پيئو تيئن ٿي ڪاڄي!
آسڻ اُچت مليو سڀ ڪي هيٺ نه ڪو، پر سيئي مٿي!

سڀني براتين جو جنڪ راءِ گهڻو سٽڪار ڪيو. سڀني کي لائق جڳهيون مليون. جيڏو شاندار دسرٿ، اوڏو ئي اُهو راجا جنڪ!

ڄڃ ساري، سڀ عزت پائي خوش ٿيا پائي مان براتي!
برهما، وشنو ۽ شو بيائي جي ڄاڻن سڀ رام وڏائي.

راجا جنڪ سڄي ڄڃ جو آدر ڪيو ۽ سڀ براتي خوش ٿيا. ڀڳوان رام جي برهما کي برهما، وشنو، شو ۽ ٻيا سڀ ڄاڻن ٿا.

سڀ آيا هئا ويس مٽائي بنا سڃاڻ جنڪ براتي!
هرهڪ پوڄيو ديو پرماٿي ڏنو سنگاسن ويس سڃاڻي.

سڀ ديو ۽ ديوتا ويس مٽائي شادي ڏسڻ آيا هئا. راجا جنڪ بنا سڃاڻڻ جي سڀني جي عزت ڪئي. ديوتا وانگر هرهڪ کي عزت آسڻ ڏنو.

سهو ڏسي مَن وسمت گهرايو تڏهن شتانند جهٽ پٽ آيو.
جاد ڪنوار هت آڻڻ گهرجي سمي نزاڪت مانڻ گهرجي؛



سون، نيلم جي رنگن جوڙي
ديون ڏني، جن پريت نہ ٿوري.
رام ڏسي دسرت گـڻ ڳائن بنهين مٿان پيا گل وسائن.

سندر سيتا، سون ورني ۽ نيلو رنگ وارو رام! جوڙي ڏسي ديوتائون خوش ٿيا ۽ رام ڏي نهاري دسرت جي ساراه پيا ڪن.



رام ڏسي، شِو پاروتـي آنند ڪيو اَپـار.
نيتر جل پـڻ خوشيءَ پريو هارن وارون وار.

ڀڳوان شو ۽ پاروتي ڀڳوان رامچندر جو سروپ ڏسي آنند جون آنسون وهائڻ لڳا ۽ سرير ۾ اچلي گهـ



جنهن گهوڙيءَ تي رام سوار ڏسي لڇي ٿين گـرڙ هزار.
ڪٿي نہ سگهجي روپ سوايو ويس مٿي جڻ ڪام هو آيو.

جنهن گهوڙيءَ تي رام سوار هو تنهن جي سوڀيا هزار گرڙن کان بہ وڌيڪ هئي. چال بہ تمام لڪي هئس. شايد خود ڪامديو گهوڙيءَ جو روپ ڌاري آيو هو.



رام اِڇـا گهوڙيءَ ڏسي هلي سندر سڀ چال
گهڻن روپ تارن منجهان لنگهي ٿي بجلي ڏار.

رام جي مرضيءَ تي هلندڙ گهوڙي اهڙي تہ وڃتر چال سان ٿي هلي جڻ تہ گهڻن منجهان اڇليءَ جي ڏار هلي ٿي.



مور نچي بـادل ڏسي مستيءَ جوچ منجهان
ڏيئڻ نچي گـهـوڙي گهٽو کهڙا لـفـظ لکان.

مور جيئن بادل ڏسي خوشيءَ منجهان نچندو آهي تيئن گهوڙي بہ گيئڻ نچي رهي هئي. هتہ انجو ورنن ڪيئن ڪريان؟



ٻلي راڄ سماڄ، ڏسي منگل ڪاڄ اتل خوشي منائن ∴
وڄن نعارا، هلي خوشي ڌارا ديوتا گل وسائن ·
جيءِ ڏسي، دل خوش ٿسي واڄن جي ٻڙ واڄي ·
وڏ ڀاڳڻيون سڏي سهاڳڻيون تنلنا منگل ساجي ·

هيءَ راڄ سماڄ ۾ خوشيءَ جا نعارا ۽ ڳالهيون ٿي رهيا هئا. ديوتائون به شري رام جي جيءَ مانائڻ لڳا. واڄا وڄندا ڏسي راڻي ڪشليا، سيتا جي ماتا، سهاڳڻين کي سڏي منگل جون وستون لاهي رهي هئي.



سڀ آيون، جي سندر ناريون لڄي ڪندڙ سندرتا واريون·
رنگ رنگيلا وستر پائي زيور ڇڏن من سڀ ڪو ليائي·

سڀ استريون اهڙيون نه سندر هيون جو سندرتا خود کين ڏسي لڄي ٿي ٿي. سندر سندر وسترن ۽ زيورن ۾ دل کسي ٿي ورتي.



ڪـد ڪـد سنلنا ڳهٽو رام ڏسي ور ويس·
سڳهي نه ڳائي سرسوتي هزار ورهين تا شيش!

راڻي ڪشليا، سيتا جي ماتا، رام کي گهوٽ جي وسترن ۾ ڏسي اهڙي ته خوش ٿي ٿي جو سرسوتي ۽ شيش به اگر هزارين ورهيه اڳ ۾ وڏي ورڻن ڪن ته به اهو لوڙو چئبو.



نلنن نير خوشيءَ جو روڪي رهي منائي ويو ديوين کي!
ويد ريت ۽ ڪل آچار ٻليءَ پانت ٿيو سڀ وهنوار·

منگل جي مهل خوشيءَ جي گوڙهن کي روڪي راڻي سڀن سادن ڪرڻ لڳي: جاني ونڌن ۾ جا ٿاڻا آهي ۽ جيڪا ڪل جي ريت آهي. سڀ ڪم ٺلڪل پوريءَ وڌيءَ سان ڪيو ويو.

سٺي مرسم، ويساک جو مهينو. گر برهمڻ پوءِ لگن سڌي ۽ وار امت جاچي ڏنا.



مڃي نارد ڪٿي مهورت آيــو جنڪ پروهت، نارد ناهيو.
پڏي جڏهن ماڻهن سڀ ڳالهه
بـرهم ڪيو مهورت ڪمال.

نارد هتان به مهورت ڪڍايو ويو. پوءِ جنڪ جي پروهت ۽ نارد گڏجي مهورت ناهيو. ڏڏان مهورت پڏي خوشي ڪئي ۽ چيو ته اهو مهورت برهمڻ جي مهورت سان ملندڙ آهي ۽ نيڪ آهي.



شڀ ويلو ڪيو شام جو سمجهي منگل مُول
بڻي ڏڻيون سهمت ٿيون جاڻــي ويل انڪول

منگل مول ويلا ڏسي راجا جنڪ کي پڏايا ويا ۽ راجا دسرت به انهن سان سهمت ٿيو.



برهمڻ پنهنجا راءِ گهرائي چيو: پلا هاڻي دير ڇو آهي؟
شتانند سڀ وزير گهرايــا منگل ڪلش سينگاري آيا.

برهمڻ پوءِ پنهنجي راجائن وٽ ويا ۽ کين چوڻ لڳا ته پلا هاڻي دير ڇاجي آهي؟ شتانند سڀني وزيرن کي چيو ته هاڻي سگن شروع ڪيا گهرجن. منتري سوني جا ڪلش سينگاري ۽ سامگري وٺي ڪٺي آيا.



شنک، باجا ۽ تال، شرنايون منگل نشاني ويون وڄايون.
سندر سپاڳيون گيت پيون ڳائن
ويـد ڌنـي پـڙ پيون لڳائن.

خوب باجا ۽ شرنايون وڄڻ لڳيون. ڪلش تيار رکيا ويا. سهاڳڻين گيت پي ڳايا. برهمڻ ويد جي ڌني لڳائي.



دسرت سان وٺي رام کي آيا جن واسين پڻ پير گهمايا.
ڪؤشل پت ڪل شان پسي 'اندر' لڄي طومان ڏسي.

رام کي دسرت سان گڏ جڏهن واسي ڏٺو ته خوشي ٿي. دسرت جو شان ڏسي اندر به لڄي ٿيو.



وقت پريـــو آ، پير گهمايـــو بڌو راجا ۽ هوش ۾ آيو.
ڏيجي گروءَ ڪان ڪري ڪل ريت جيڪي هلي پڻ بڌندي گيت.
اڳيــر دسرت ڪري منراج هليو ڪنواريتن، ساڻ سماج.

ڪنواريتن جيو نه هالي وقت پرچي آيو آهي. اهو ٻڌي راجا واڻ وچالو حڪم ڪيو. گروءَ ڪان ڪل وقت ڏيجي، ڪيس اڳيو ڪري ڪنواريتن طرف هليو. سماج جا ماڻهو به ساڻ هئس.



انهن ڏسي ٿيا خوش نرنار سچي منڊپ ڀڪي سينگار.
اڳيان دسرت سي ٿڪا لڳن ڏسي جيڏن چند نڪيتر پچن.
برهما أت پڻ حيرت پيو بٽيل پنهنجو أت ڪجهه نه ڏٺو.

انهڪي ڏسي سچي منڊپ ۾ خوشي اچي وئي. دسرت جي شان اڳيان سڀ ٿڪا ٿي ويا! جڏهن چند نڪرڻ سان تارا گم لڳندا آهن. برهما نه منڊپ ڏسي حيران ٿي ويو، جو جو هن منڊپ ۾ پنهنجو ٺاهيل ڪجهه به نه ڏٺو.



جنهنجي نـــانءُ ڳڏي جڳــ ساري
دور ٿين، دک سڳهي نه ماري.
ڏرم ارٿ ۽ مـــوکيم ۽ ڪام پاڻ آ، هيءُ، سو سيتارام.

شر چوڻ لڳو ته اي ٻاروٽي، هي اهو ڌرم، ارٿ ۽ ڪام ۽ موکش ڏيڻ وارو رام آهي، جنهن جي نالي ڳڏي دک دور ٿيندا آهن.

سيتا جي ٻر ٻر کي رگهنائڪ رام چگيءَ طرح ڄاتو ٿي. انهي خبر هن کي ڀلا ڪهڙي؟ پتا جو اچڻ ٻڌي پاڻ خوش ٿيا.



پيار ڪري گروءَ ڇاتي لاتو پيار گوڙهن، پرمانند پاتو.
ويا اُٺي ڪري پنڌ گپل ڄڃ واسي، جت دسرت لتل.
ڏٺو اُجايل پريل تلاءَ دلين سمائي سڪ اٿاهه.

گروءَ وسشت ٻنهين ڪمارن کي ڇاتيءَ سان لاتو. آنند ڪان سيني جي اکين ۾ جل پريل هو. پوءِ ٻئي پاڻ ڄڃ واسي ويا جتي راجا دسرت لتل هو. ٻئي پاڻ اهڙو خوش ٿيا، ڄڻ ته اجايل کي پريل تلاءُ جو درشن ٿيو آهي.



دسرت ٻڌو ٻئي ٿا اچن من سان راجڪمار.
اُٿيو، اُٿي ٿيو پريم وس آنند ٿيس اپار.

راجا دسرت جڏهن ٻڌو ته سندس ٻئي وڇڙيل پٽ وشوامتر گروءَ سان ڏانهس اچن ٿا. تڏهن بيحد خوش ٿيو. گهڻيءَ خوشيءَ کان پنڌ ڪري ٻه نه پيو سگهي! انهيءَ ڪري آهستي اٿي وڌي آيو.



من اگيان راءِ ڏنڊوت ڪري چرن ڪمل تي سِرُ ڌري.
وشوامتر ڪين ڪري آسيس پُڇي ڪشلتا آيُڏيا اِيشِ.

راجا منيءَ وشوامتر جي چرنن جي خاڪ سِرَ لي لڳائي ۽ ڏنڊوت ڪئي. منيءَ آسيس ڏئي خير عافيت پڇي!



ڪري ڏنڊوت ٻئي پاڻ آيا پتا اگيان اچي سيس نمايا.
آنند آيو رِدي آڏير پران پيا ڄڻ مئل سرير!

ٻئي پاڻ ڏنڊوت ڪري پتا جي اڳيان آيا. راجا دسرت کي اهڙو ته آنند آيو جو ڄڻ مئل سرير ۾ ساهه پيو هو.



اگيان وسشٽ اچي جُهڪيا ڪمار چرن ڇهيا تن وارون وار.
مني ڏني آسيس ڪمارن چنڊ ڪرڻو جڻ منجهہ ستارن.
سين اگيان پڻ سيس نمائي مَنَ آسيس سين ڪان پائي.

رام ۽ لڇمڻ، ٻنهي گروءَ وسشٽ اڳيان سر جهڪايو. ۽ منيءَ ڪين آشيرواد ڏنو. ڪمارن ٻنهي سيني جي سان ۽ ولدتا ڪئي ۽ آسيس پائي.



ياڻ وڏي سان گڏ شترگهن اچي، ڇهيا ٻنهين رام جا چرن.
خوش ٿيو لڇمڻ ڏسي ڀريا ٿا ناخلو پائي ڀڏل جيئن نا ٿا.

ڀرت ۽ شترگهن ٻنهي اچي رام جي چرنن تي ڪريا. رام ڪين اٿاري ڇاتيءَ سان لاتو. لڇمڻ ۽ ٻنهي ڀائرن سان ملي اهڙو خوش ٿيو، جيئن ٻڏل ٻيڙي هٿ ڪري ملاح خوش ٿيندو آهي.



جاتسي، نياسي، سڀ منش منتري، منگتا، متر.
مليا جڏهن سري رام سان ٻڌجي ويا پيت چتر.

اوڌ واسي، لياقہ جا ماڻهو، منتري، منگتا سڀ رام ۽ لڇمڻ سان چرچ ملي مليا. هر درشن ڪندي اهڙا مگن ٿي ويا جو جڻ تہ پريم تي چت چتيل هئا.



راج پروهت شانتانند آيو گهڻند وزيرن سندو سمايو!
آدر ڀيار ڪيو سان ڄڃ وٺي آگيا ٿيا شامل مڃ.

راڄ جو پروهت وزيرن جي ٽولي وٺي آيو جن ڄاڃين جو ستڪار ڪيو. ۽ سڀ وڃي مڃ سان شامل ٿيا.



منگل مول مگن جو آيو پڻ شڀ ماه ويساک سُهايو.
گرهہ، نکيتر، پڻ تِٿ وار لگن سوڌي ٻوءِ ڪيو ويچار.



هر هڪ شي سڳن ٿئي تنهنجو سڳڻ برهم پت رام آ جنهنجو

رام گهوٽ، جنهن سيبم ڪنوار دسرت جنڪ ڪن پيار اپار

جنهن جو پت سگڻ برهم رام آهي، تنهن لاءِ سدائين شيءِ سگن آهن. جتي رام ۽ سيتا، ٻئي گهوٽ ڪنوار هجن ۽ دسرت ۽ جنڪ جهڙا پيا اُتم سمبندي هجن اُتي ته سدائين شيءِ ليمدو آهي.



جنڪ ٻڌو جڏهن اچي ٿو دسرت

ندين ٻلين جي خوب ٿي مرمت!

وچ وچ ۾ استان ٺهايا سڪدائڪ ۽ سمپ ڀرايا.

راجا جنڪ ٻڌو ته دسرت مهاراج اچي رهيو آهي تڏهن ندين ۽ ٻلين جي مرمت ڪرايائين. وچ وچ ۾ استان ٺهرائي سامان موجود رکيائين.



من مانيون سڪ شيون ملن چون پنهنجا ڪنهن گهر وسرن؟

طعام سنا ۽ ڪپڙ سندر جيئن وڏندي هلي جنڪ نگر.

سنا وڻندڙ طعام، سندر ڪپڙا ۽ ٻيون من مانيون شيون جي ملن ته ٻوءِ چون پنهنجا گهر وسرندا. جيئن اڳتي ۽ اڳتي وڌندي هلي.



جنڪ ٻُريءَ جي خلق سڀ ٻڌي باجن جي ڌڙ!

گهوڙا، رٿ هاٿي وٺي پيا اڳواڻي ڪن!

بگل باجن جي ڌمال ٻڌي جنڪ ٻُر جا ماڻهو اڳواڻي ڪرڻ لاءِ اڳتي آيا. گهوڙا، رٿ، هاٿي وغيره ڪاهي آيا هئا.



سون ۽ چاندي ڪوپر ٿالهه پل مناڻ ۽ ٻيو پڻ مال.

ڀانت ڀانت جا پڪل پڪوان ڪري نه سگهجي جن جو بيان.

سوني ۽ چانديءَ جا ٿرن، ڪلش، ٿالهه، جن ۾ طرحين طرحين جا مناڻ

ٻڌل مٿا جن جو ٻيان عمل ڪري نٿو سگهجي.



ڦل، ميوا ۽ کهٽيون مٺايون  سڀ ڄاڃين لء جنڪ پٺايون.
زيور، ڪپڙا، شيون انيڪ  ملن اڻين، ڄڻ ڇيلا ڇيڪ!

راجا جنڪ انيڪ ڦل ڦول ۽ ميوا ۽ مٺايون ڄاڃين لاء موڪليون. زيور ۽ ڪپڙا ۽ ٻيا گهرڻ جي ٻيا ملن، ڄڻ ڇيلا ڇڙيا گهڻي رهيا آهن!



ٻين وستن جو سمنڊ ڇڏڪ  مڪيون گهٽيٽي راءُ جنڪ!
سگنن لء پڻ عطر گلاب  ٻيا ڇٽڪارن ٻنا حجاب.
ڪٺي آيا سڀ وست ڪهار  شيون ڪي گڏ، ڪي ڏارون ڏار.

ڏهن ڪالراء ڪپڙن، گلاب، عطر ۽ سگنن لاء ڪهار ڪٺي آيا. ڪي شيون گڏ ۽ ڪي شيون ڏار ڏار، سڀڪجهه موجود ڪيو ويو!



ديو باجا ۽ ڍول وڄائن  گيت مٺا اپڇرائون ڳائن.
شيون آيون سڀ دسرٿ اڳيان
جنڪ ڏيون جي گهڻي ادب سان.

ديوتائون ڍول ٻيا وڄائن ۽ اپڇرائون مٺا گيت پيون ڳائن. سڀ سامان راجا جنڪ گهڻي ادب سان اچي دسرٿ اڳيان رکيو.



ڪيو سڀڪار سڀ دسرٿ راج  آنند ويو جو ڪاڻ سماج
سڀ ڄاچڪ بخشيش ڪي پائي  ڄڃ واسي ويا ڄڃ وڌائي.

راجا دسرٿ سمورو سامان جنڪ جو سڀڪار ڪيو ۽ منگتن ڄاچڪن کي گهڻي بخشيش ڏني. سڀ ڄاڃي ٻوء ڄڃ واسي ويا.



پريم سميت رگهنائڪ ڇاڪو  پار سڀ ٻڌي ڪنهين نه پاتو.
پتا اچڻ جو ٻڌي ٻڌوان  آنند پاتو مها آنند ساڻ.

هو ٻئي رٿ راجا وٽ ڪاهي ويو. ٻئي تمام سندر هئا. هڪڙي رٿ تي سينگار جو سامان ۽ ٻئي ۾ قيمتي ڪپڙو رکيو ويو.



ٻئي رٿ گرو وسشٽ چڙهيو رٿ پهرين نرپ پاڻ.
پوڄي ديوَ گوريءَ سمت پوڄيو شو ڀڳوان.

انهن ٻنهين رٿن تي، جن ۾ قيمتي سامان رکيو ويو هو، راجا پاڻ چڙهيو ۽ ٻئي رٿ تي، جنهن ۾ قيمتي ڪپڙو رکيو ويو هو گرو وسشٽ چڙهيو. سڀ جڃ گڻيس ديوتا کي منائي ۽ گوري شنڪر کي پوڄي اڳتي هلي.



راهه وسشٽ سان سونهي ائين گڏ ورهسپت اندر جيئن.
ڪري ڪل ريت ونديا سڀ راجا
جيئن سجايا سيوڪن ساجا.

وسشٽ منيءَ سان راجا ائين ٿي سونهيو جيئن اندر وسپت سان گڏ سونهندو آهي. راجا سڀ ديوَ ۽ ديوين ۽ گڻيش ديوتا کي مهربانين منائي ۽ ڪل ريت ڪري اچي جڃ کي نظر مان ڪڍيو.



سمري رام وني گهر آگيا وڄيو مهراج وڄائي واڄا.
جڃ سجاوٽ ڏسي هرشائن گل وسائي ديو سکم پائن.

سري رام جو سمرڻ ڪري ۽ گروءَ جي آگيا وٺي جڃ اڳتي هلي. جڃ جي سجاوٽ ڏسي ديوتا گل وسائڻ لڳا.



ترنگ نچائن ٻئي ڪُنئر تال ڪرائن تانَ.
نرناريون سڀ چڪت من ڏسي ڪلا جي ڪاڻ.

ٻئي راجڪمار گهوڙن کي، ڪوڏ مان نچائيندا هليا. شهر جا ماڻهو ڏسي حيران ا جو سندن ناچ مردنگ جي تال سان پورو هو.



گهوڙن سندر هئي چـال جا ورني
پيرسن هينان چـڻ ٻرندڙ ڏرتي ·
سندن اُتـاول اِئين لـڳـي هوا هارائي جڻ ته ٿـڳـي ·

سندر ۽ چنچل گهوڙا اهڙو ته تيزيءَ سان پيا هلن جو جڻ تـه هينان ڌرتي تتل هئي ۽ جڻ ته هوا به هارائي پئي هئي ·



ڀـرت شترگهن راجڪمار ٻُنهيءَ تـي جن جي هئا سُوار ·
سڀ سهڻا ۽ ڀـؤشڻ ڌاري
ڪاهـي ڌنش، سونهين ڇيله، ڪٽاري ·

انهن تي ڀـرت ۽ شترگهن سوار هئا. سڀ زيـورن سان سينگاريـل هئا. راجڪمارن کي ڪاهي تي ڌنش ۽ ڇيله ۽ ڪٽاري پيئي سونهي·



سندر هنيلا تيز ۽ چنچل اڻ ڳڻت هئا رٿـن ۾ جوٽيل ·
هلن ائين جڻ هـوا ڇُٽي وڃي منين جـو ڌيان ٽـٽي ·

هزارين گهوڙا ته رٿن ۾ جوٽيل هئا. هوا وانگر تيز هلڻ وارا گهوڙا منين جـي ڌيان ۾ ٽوري ڇڏين !



جل ۾ ٽرن ڌرن جي پانت جوش ڪرن ۽ ڪرن نه شانت.
استر شستر سڀ ساج سجائي رَٿين سپرد ڪيا سارٿين ڀائي·

اهي گهوڙا پاڻيءَ ۾ به ائين ئي هليا جيئن ڌرتي ! تيزيءَ جي ڪري نٽي پڌا ! سارٿين انهن کي سنجي رٿين جي حوالي ڪيو هو·



رٿن چڙهي ٻاهر نـڳر ويو ٻٽائي ڄڃ ·
سڳن سين سهڻا ڏنا آنند پريـل اُهنج ·

رٿن گهوڙن ۽ هاٿين تي سوار ٿي شهر کان ٻاهر نڪتا ۽ ڄڃ ٺاهيائون· سيني جي سامهون شڀ سڳن ٿي آيا·

هاٿين لئي ڇيڙن سندر سواريون
جن ۾ سندرتا پاڻ سينگاريون.
هاٿين ڳل هئا گهنڊ پدل مست هلن ڳج، ڳجن بدل.

هاٿين لئي به سندر ناريون چاڙهيون ويون هيون جن ۾ انهيءَ سندرتا پاڻ ابي سينگاريو هو. ڳچن ۾ هاٿين کي گهنڊ پدل هئا. جن جي هلڻ مهل اهڙو ته مڌر آواز پئي آيو جو ڄڻ ته ڪڪر ڳجي رهيا هئا.

گهٽيون سواريون سندر انيڪ تن گرمي نه اچي ڪو سيڪ.
اُم ڏيون جن جايون ورتيون برهم ويس ۾ ويد ۽ شرتيون.

پالڪيون، وماڻ ۽ ٻيون به اهڙيون سواريون هيون جن ۾ نڪي لڳ هئي نڪي گرمي. (Air Conditioned) سيني ڪان اُم جايون برهمڻ ورتيون، جي شايد ويد ۽ شرتيون هئا جي منش ويس ۾ آيا هئا ۽ برهمڻ روپ ڌاريو هئائون.

پيڙ گهٽي ٽي راج دڪار پيرن هيٺ ٽيو مٽي 'بهار'.
ٻيهي ڪنوڙن سندر ناريون، ٽيو تيار هلي آرتي اُتاريون!

راڄا جي محل لئي ته ڏاڍي ڀيڙ هئي. ٻيون هينان وڏا پٽ به پسجي ويا هئا. ڪنوڙن ۾ سندر ناريون آرتي لاهي بيٺيون هيون.

ڳالن گيت منوهر ڪيئي بيان ڪجي هت ڪهڙو ويهي!
رٿ سمنت به تيار ڪرايا سج لڄائيندڙ گهوڙا پڌايا.

سندر گيت ڳائي وڏي رهيون هيون. اهڙو ته آنند هو جو هت ورنن ڪري نٿو سگهجي. سمنت به رٿ سورج جي گهوڙن کي لڄائڻ وارا تيار ڪرايا.

هلي رٿ سندر ڀوپ ڳهرائي سندن سندرتا ڪير پڌائي!
رٿ ڇڪڙي چڙهيو راڄ سينگار رٿ هلي هو ڪپڙ اپار.

وسشت چيو ته پٽيه آلما لاء ڀرتوي سک سان ڀريل آهي. جيئن سمنڊ کي
ڪا اڇا ڪانهي ته ٻه نديون آڻا ڳٽ منجهس ٻون ٿيون.



توهان جان نيڪ نه سڀي سنسار آهه، نه هو، نه ايندي ڄمار.
توهان ڪــان وڌ پٽيه آهن ڪنهنجا
رام سمان پٽ آهــن جنهنجا ؟

توهان جيان سنسار ۾ ڪير ٻيو پٽيه آلما آهي؟ نه اڳي هو ۽ نه ايندڙ وقت
۾ ٿيندو جنهن کي رام جهڙا پٽ آهن.



وِير نماڻا ۽ ورت ڌاري گــڻ ساگــر ٻلوان ٻه چــاري.
تو لاءِ عمر سڀي ڪلياڻ خوشي مناڻي ڪريو جيڄ هاڻ.

توهان جا چاريئي پٽ ٻلوان، نماڻا، ڌرماتما ۽ گڻوان آهن. تو لاءِ سدائين
آنند آهي. هاڻي سڀ خوشيون مانيو ۽ جيڄ کي تاهي تيار ٿي جنڪ پور هليو.



هليو جاد ٻڌي گر وچن "چگو" چئي راجا محل.
دوُتن کي عمدا ڏنا رهــڻ لاءِ گهر اُمــل.

"چگو" چئي گروءَ جو مٿو ليڪي، دوتن کي عمدا گهـر رهڻ لاءِ ڏيئي
راجا دسرٿ سڌو محلات ڏي هليو.



راجا سڀن راڻين گهرايـو جنڪ جو خط پڻ پــڙهي ٻڌايو.
ٻڌي سنديش ٽن خوشي مناڻــي خبرچار ٻي راجا ٻڌائي.

راجا سيني راڻين کي گهرائي خوشخبري ٻڌائي ۽ پڻ خط پــڙهي ٻڌايـو.
راڻيون ٻڌي خوش ٿيون. ٻي خبر چار راجا پاڻ کين ٻڌائي.



پٽر وني ۽ ڇاتيءَ سان لائي رام ڪرتوڻ هرکا سارهائي.
رام لڇمڻ جي ڪيرت ڪرٽي راجا پڻ راڻين سان ورٽي.

انهيءَ وقت وليءَ جي جالين سان لاٿو ۽ رام ۽ لڇمڻ جي ڪرڻ کي سارهڻ لڳيون. راجا به رام ۽ لڇمڻ جي ڪم کي سارهڻ لڳو.



جتي ڪٿي ڏسو سندر ناريون
ڪري سينگار سڀ محل پڌاريون.
اکيون ڪرڻ جان جڏهن تمڪائن چندشڪل سان ڦيريون پائن.
ٿين سينگار سندرتا لڄي سندن نظر جي مٿن ڪڄي.

جتي ڪٿي سندر ناريون سينگار ڪري راجا جي محل ڏي آيون. چند جهڙي شڪل واريون، هرڻ جهڙيون اکين کي نمڪائيندڙيون انهن پيون سونهن جو خود سندرتا به جي وس ڏاري مٿن نظر ڪري ته انا به لڄي لي وڃي!



منگل مڌر پيون گيت سي ڳائن ديو منائي ڪو ڪيل لڄائن.
راڄ پون کي ڪير سارهائي سندر چندي سان ڪيس ڊڪائي.

خوشيءَ جا گيت ڳائينديون لي واري جنهن کي ديوتائن به سارهيو. راڄ مندر جي سوڀيا ڪيئن ورڻن ڪجي؟ ڪيس ته انهن سندر چندن سان سينگاريو ويو هو جن کي ڏسي اندر به جيڪر لڄي لي وڃي.



سوڀيا دسرت پرن جي ڪيئن ڪجي وستار.
جت جنميو شري رامچندر مهما جنهن اپار.

راجا دسرٿ جو محلات، جتي شري رامچندر جنم ورتو هو انجي مهما جو بار ڪير بالي سگهندو؟



دسرت راجا پرت گهرايو رٿ گج گهوڙا سڀ سنيرايو.
ڪري هلون جيج جنڪ نگر خوش ٿيا پائر بڌي خبر.

راجا برٿ کي گهرائي آکيا ڪئي ته رٿ، هاٿي گهوڙا سڀ سنيراءِ ته جيع ڪري دسرٿ جي نگر هلجي. اهو بڌي پڻ پائر خوش ٿيا.

دولهه ڇيو ته اي سوامي، توهان پاڳوان آهيو جو هيڏا سندر سلڇڻا پٽ توکي مليا آهن. سڄو سنسار مٿن موهت آهي:



توهان پڇيو اسان خبر گهڻي؟ سچ ڏسجي، ڇا ڏيئو ڪٿي
سيه سويمبر ڀوُپ انيڪ اچي ڪنا ٿيا سندر نيڪ.

توهان پڇيو ته توهان ڪيئن ڪين سڃاڻو. واهه! ڪڏهن ڏيئو ڪٿي به سچ ڏسبو آهي! سيه جي سويمبر ۾ هزارين سندر ۽ نيڪ راجائون اچي ڪنا ٿيا هئا.



شِو ڌنش سگهيو ڪير نه ٽوڙي
نڪي ڪنيو ڪنهن نڪي ڪو چوري!
تنهين لوڪن جا جوڌا وير هار مڃي ويا سڀ سڌير.

پر شِوَ جي ڌنش کي ڪير به چوري يا ٽوڙي نه سگهيو. سڀ هار مڃي ويا. سيني ويرن جو ايمان انهيءَ ڌنش ٽوڙي ڇڏيو!



سگهيا ڪٽي جي پربت ميرو
همٿ هاري ويا شينهن سي ويڙهو.
جنهن پربت ڪيلاش هٽن سان ڪنيون مٿي پڻ ڏهن مٿن سان.
لجي ٿيو هاريو راوڻ سوئي لجي ٿي موٽيو راڻ سيڪوئي.

ديوتا ۽ دئيت جي جيڪر سميرو جبل کي به ڪٽي وجهن سي به هار مڃي ويا. راوڻ، جو ڪيڏندي ڪيلاش پربت کي ڪٽي ويو هو سو به هار مڃي ان راجائن سان لجي ٿي گهر ورليو.



رام رگهونش مڻ اُٿي ٽوڙيو ڌنش اِلين.
بن پرشارث ڏاڍي ڪمل ڇڄي ڏار ٿئي جيئن.

اي راجن، شري رامچندر ٿي اهو ڌنش اهڙيءَ طرح ٽوڙيو جيئن ڪمل جو گل بنا ڪوشش جي ڏانديءَ مان ڇنبو آهي.

ٻـُـڌيون ڳـالهيون پرشرام اُتـاريون
اچي سين کـي اکيون ڏيکاريون .
ڏنش سو آخر ڏيکي هليو ويو بن وچي پريو پڇن کيو .

ڏلش لنتا جو آواز ٻڌي پرشرام آيو ۽ اچي اکيون ڏيکاريائين پر اهو ۽ رام جي شڪتيءَ کي مڃي ، ڏلش ڏيئي بن لهيا لاءِ ويو .

رام الل ٻـل شڪتيءَ کـاڻ لڇمڻ ليڪن آ تيج نڌان .
ٻچن راجائـون الين اُنون کـان
جُهنڊ هاٿين جيئن شينهن ٻچي کان .

شري رام جنهن شڪتيءَ جي کاڻ آهي ۽ لڇمڻ وري تيج جو سمنڊ آهي. سب راجائون ڏسي ڪائي الون ٻچندا آهن جئين هاٿين جو جهنڊ شينهن جي ٻچي کي ڏسي ڀڄي !

سيا ۽ خوش ٿي دسرٿ راجا انعام وڏا دؤلن کي آڇيا .
"انيت" چئي لن کين قبوليا ڏسي ڌرمسي خوشيءَ ۾ ڦوليا.

راجا سبا ۽ دؤلن کي وڏا انعام آڇيا پر هنن 'اليس' جو لفظ چئي قبول نہ ڪيا . سڀني اهو انهن جو ڌرم ئي سمجهيو .

راڻ اُٿي مُن وسشت کي پتر ڏنو سان پريت.
حال سڄو دؤلـن ڪيو سيـا ۽ نيتي ريت .

راجا اهو خط گرو وسشت کي ڏنو ۽ دؤلن نيتي موجب ٻچي سبا کي سربار ڏني .

ٻڌي مُنيءَ سک گهڻوئي پائي نيڪ پرش چئي نيڪي وڏائي .
جلين سمنڊ آ سدا نشچنت نديون پون منجهہ آن گڻت .

اها سجاوت اهڙي سندر هئي جو ڏسڻ وارن جون موهجي ويون ! ڪلش، ڌوج ، پتاڪ ۽ چندور به هزارين لاهيا ويا.



شهر سجاوٽ ۾ اچي لڪشمي ڪيو جڻ واس .
جنڪ پُريءِ سوڀيا ڏسي گسر ٿيا شيش حواس .

شهر جي بناوت ۾ جڻ ته خود لڪشمي اچي واسو ڪيو هو. شهر جي سوڀيا ڏسي شيش ۽ سرسوتي به بيهوش ٿي ويا.



پهتا دوت ايوڌيا پاون خوش ٿيا شهر ڏسي من ڀاون .
محل جڏهن اهو نياپو آيو دوتن راجا اندر گهرايو .

راجا جنڪ جا دوت شهر ۾ پهتا ۽ اوڌ ۾ ڏسي ڏاڍا خوش ٿيا . هُن محلات ۾ نياپو موڪليو جو ٻڌي راجا کين اندر گهرايو.



ڪري پرڻام پترڪا پيئي دسرٿ ڪولي جا جنڪ لپيئي .
پتر پڙهي آنسون آنند آيون
سڀئي خوشيون هيون پتر سمايون .

هُن پرڻام ڪري پتر پيش ڪيو جو ڪولي راجا پڙهيو. پڙهندي ئي خوشيءَ کان اکين ۾ ڳوڙها پرجي آيس . پتر ۾ سڀ خوشيون سمايل هيون. پٽن جي چڱيلائي ، وشوامتر جي ڪشلتا ۽ رام سوامبر جو احوال هو.



رام لڇمڻ دل هٿ پترڪا سُجهي آنند کان ڳالهه نه ٻي ڪا .
ڏير ڏري سڀا خط پڙهايو راج دربار گهڻو آنند آيو .

دل ۾ راجا جي رام ۽ لڪشمڻ هئا ۽ هٿ ۾ خط هوس . اهڙو ته آنند ۾ مگن هو جو ٻيو ڪجهه به نه سُجهيس. خط پڙهڻ سان سڄيءَ درٻار ۾ آنند ڇانئجي ويو.



پرت شترگهن اندر آيا ڪجهه عرصو اڳ راند سڏايا.
پريم ادب ڪان سيس جهڪايو
پڇيو پتا ڪان خط ڪٿان آيو.

رام جا ننڍا ڀائر ٻاهر راند ڪرڻ ويا هئا سي دربار ۾ آيا ۽ ادب سان پرنام ڪري پڇيائون ته خط ڪٿان آيو آهي؟



ڀاءُ اسان جا ڪٿڙو پريه آهن ڪهڙي ديش؟
پريم ڀريا ٻه شبد چئي ٻڌايو خط نريش.

اسان جا پيارا ڀائر ته آنند ۾ آهن؟ ٻڌايو ڪهڙي ديش ۾ آهن؟ اهي لفظ ٻڌي خط پريم مان وري پڙهايو.



دوئن ڪي پاڻ اوڏو وهاري مڌر منوهر وچن اچاري.
ڀاءُ ٻڌايو ٻئي خوش آهن چو ته توهان هڙ اوڏو آهن.

راجا دوئن کي پريم مان سڏي اوڏو وهاري پٽن جي ڪشلتا پڇي ۽ پڇيو ته توهان هنن کي سڃاڻو ٿا؟ اکين سان ڏٺو آهي.



جنهن ڏينهن ڪان من ساڻ ويا پائي
تنهن ڪان اڄ آ خبر مون پائي.
پڇان جنڪ ڪن ڪيئن سڃاڻو
مشڪيا دوت، پٽ منهنجا ڄاڻو؟

جڏهن کان وشوامتر سان ويا آهن، مان اڄ سندن سماچار ٻڌان ٿو.
راجا جنڪ هنن سان ڪيئن ورتاءُ ڪيو ۽ سمجهيو ته اهي منهنجا پٽ آهن. اهي وچن ٻڌي دوت گهڻو مشڪيا.



اي راجا ڪون ڀاڳ ونت ٻئي پٽ سندر سندو.
رام لڇمڻ ٻئي آهه مٿيا موهت منڊل سيو.



جيءِ، جيءِ، جيءِ چئي دک هرڻ پرسرام بن ويو تپ ڪرڻ

ٻنل خؤف کان راجا هرڪو ويـو هليو گهر، آيـو جو

اي رگهوڪل ڪيتو، لهجي جيءِ هجي! ائين چئي پرسرام بن ڏي لمبيا
ڪرڻ هليو ويو. پيا راجائون بہ خوف جا ماريل، گهر راهي ٿيا.



سک جنڪ هٿ لکجي ڪيئن ؟

ٻچوچڪور جيئن چنڊ ڏسي هَسي شيو ڏن مانـدي جيئن .

هاڻي نہ راجا جنڪ جو سک ورنن ڪرڻ کان ٻاهر هو. سڀني کي جيئن
خزانو هٿ ايندو آهي تيئن راجا بہ آنند ۾ آيو. سڀ بہ چڪور جي اکين وانگر
جو چنڊ اڀرڻ ڪري خوش ٿيندو آهي ڏاڍي خوش ٿي.



ڪيو جنڪ منيش پرڻام پريت پرساد ڏنُ ٽوڙيو رام

ڪمار ڏسي من آنند آيو ڪرڻ اُچت جو سو ڪريو .

جنڪ پوءِ وشوامتر کي چيو تہ شري رام ڌنش ٽوڙي مونکي ڪرتارٿ
ڪيو آهي. هاڻي جيئن سهڻو ڏسو تيئن ڪريو.



منيءَ چيو اي راج پروين وواهہ هيو بس ڌنش آڌين

ٽٽنـدي ڌنش ٿيو وواهہ سڄ سڀجي سنسار ڪـي آهہ .

وشوامتر چيو تہ سيتا ۽ رام جو وواهہ ڌنش جي اڌين هو. سو ٿي ويو.
انهيءَ ڪي تہ سڄو سنسار ڄاڻي ٿو.



تڏهن بہ سڀ هاڻي ڪريو ونش نيت وواهہ .

پڇيو وڃي ڪل برهم کان ويدن جيئن ملاح .

تڏهن بہ توهين ڪل مريادا ۽ وڏن جي آڳيا موجب آچاريہ کان پڇي ۽ جيئن

ڪرڻ واجب سمجهيو سو ڪريو.



هڪ سياڻو اچ دوُت ڪهرايو دسرت کي سماچار ٻڌايو.
جنڪ چيو "جا مرضي، سائين" دوت اوڌ پرڪرت مڪائين.

اچ هڪ سياڻو دوت اوڌ پر موڪلي راجا دسرٿ کي خبر موڪليو.
"ٺڪال ليڪ" چئي راجا هڪ ٻه دوت اوڌ پر موڪليا.



شهر جا معزز سڀ ڪهرائي چيو راجا تن سين سمجهائي.
ڇڏيو سينگاري هٽ بـازاريون
گهر گهر ۾ جيئن ٿين گلزاريون.

راجا شهر جي وڏن، بزرگن ۽ شاهوڪارن کي گهرائي شهر سينگارڻ لاءِ چيو.



تنبين سڏايو ڪُٽي سياڻن منڊپ رت کي جيڪي ڄاڻن.
بـرهم آڪيا سان شروع ٿيو آرنڀ
اچي ڪـڙا ڪيا سونـا ٿنڀ.

هن وري سياڻن ڪاريگرن کي گهرايو جيڪي سينگار ڪرڻ ڄاڻندا هئا.
برهمڻ جي آڪيا سان ڪم شروع ٿيو ۽ سونا ٿنڀا آڻا ليا.



رنگ رنگي هيرا وڄهي تن مان ناهي ڳل.
رچنا بس اهڙي رچي بـرهما ڪدي نہ ڀُل.

انهن سياڻن هيرن منجهان گل ۽ پتاڪا ڻاهيا. انهن جي بناوت ڏسي برهما
۽ حيران ٿي ويو.



شندر الم سجاوٽ ساري درشڪن من ڦاسائڻ هاري.
منگل ڪلش انيڪ بڻايـا ڏوج پتا پٽ چنور سجايـا.

اندرپون جيتڻ، داتار ٿيڻ، گيان ھُجڻ ۽ دياٻلو ٿيڻ. مان نہ اڳيئي ھارايل آھيان. لوھان ديا ٻالي ڪميا ڪريو.



رام چيو، مُنِي ڪريو ويچار چُڪ ٿوري پر ديا اپار.
چيتي ٿُنُو اِھو ڏنش پراٽو ڪري اپمان ڪيئَن داس نماٽو.

اي منيشور، وِچار ڪري ڏسو. منھنجي چوڪ ٿوري پر توھان جي ديا گھڻي! ڏنش نہ ڇھڻ سان ٽٽو. مان وڏائي ڇا لاءِ ڪريان؟



برھم سمجھي نرآدر ڪريان جُھڪندس ڪنھن ٻيءَ جات؟
وير سچي سنسار ۾ شڪتي برھمڻ ھات.

اي ناٿ، برھمڻ جاتي جي اوھان جي بي عزتي ڪريان نہ ٻي جاتي ڪھڙي آھي جنھن اڳيان جُھڪندس! برھمڻ ۾ وڏي شڪتي آھي!



دئيت، ديو يا راجا ڪو ھيٺو يا جوڌو مونکان، سو.
اچي آگر جي مون للڪاري
ھجي مرتيو تہ بہ چڏيان مان ماري!

ديوتا، دئيت يا پرٿويءَ جو ڪوبہ جيو، مونکان وڌيڪ شڪتي شالي يا مونکان ھيٺو ھجي ۽ مونکي للڪاري تہ مان خوشيءَ سان انھا قبولي سائس لڙان ۽ ڀوءِ پل تہ اھو مرتيو ئي ڇونہ ھجي.



ڪنري ٿي، جو ٻجي پڏڪان نيچ نياڳو ڪيس چوان.
سياءُ ڪري، منجھان ڪين وڏائي
وڙھي مرتيو نہ ٻجان ڪدائي.
رگھونشي ٿي جايو چو؟ ھيو ڪانئر جڳ آيو چو؟

ڪنري لي جي ٻڌ ڪان ڏجي ته اهو ڪنران لي ڪلڪ چئو! مان ٻڌهندي،
ها ڪال هي وڏائي نئو ڪرياں، ٻر رگهولشي لي لڙائيءَ ٻر مرليو ڪسان به نه
ڏيندو! جي ٻڌ تان ڏجي لو ته ٻوء رگهولش ٻر جسر لي چو ورائين!



برهمڻ ڪل ڪان ڏجي جلي آيلہ پرٿويءَ تي اُهو ٿلي .
برهمڻ ڪل جي اِها وڏائي ٻڌي، ڪپاٽ ڪليا منرائي!

برهمڻ ڪل ڪان جيڪو ڏجندو، سولي جڳ ٻر اپڻ ليندو. اهو ٻڌي
پرسرام جا ڪپاٽ کليا!



ڏن وشنو اي رام، چڙهاءِ مَنُ جو سنسو منهنجو مٽاءِ!
ڏيندي ڏنش چڙهي ويو پاڻ! پرسرام پڇتايو هاڻ .
ديهہ ڏري پڳوان آ آيو هوش ناحق مون پاڻ وڃايو!

پرسرام ٻوء رام کي چيو لہ هيءَ وشنوء جو ڏنش چڙهاءِ ته منهنجو سنسو
دور ٿئي. اها ڏنش رام جي هٿ لائين مس پهتو ته پاڻهيئي چڙهي ويو! اهو
ڏسي پرسرام ڏاڍو پڇتايو ته هي ته خود ڀڳوان آهي! مون جا لاءِ ڪاوڙ ڪئي؟



جاڻي رام پرڀاءَ کي خوش ٿيو مَن منراءِ .
هٿ جوڙي ڪلمي وينتي رڌي نہ پريم سماءِ!

رام جو پرڀاءُ ڏسي پرسرام خوش ٿيو ۽ هٿ جوڙي وينتي ڪرڻ لڳو:



جيہ رگهوناٿ، جيہ ڀڳوان ڏليت هتيندڙ، پورن ڪام .
جلہ ڏيون، ڪلو، برهم هتڪاري جگہ مڌموهہ نربلتا تاري .

ڀڳوان، لهنجي جيہ هجي! راڪس کي ناس ڪندڙ اڪن، لهنجي جيہ
هجي. برهمڻ، ديوتا ۽ نئو جي رکيا ڪرڻ وارا، لهنجي جيہ هجي. مڌ، موهہ
۽ نربلتا کي ناس ڪندڙ ڀڳوان، لهنجي جيہ هجي!



ڀاءُ نندڙو ڀيو ڪري اپمان رام جونئو ڏئي وري سنمان.
ڪجي نبيرو هٿ آنڪائي چڙهي ڀسا نالو 'رام' ڦيرائي.

تنهنجو ننڍڙو ڀاءُ تنهنجي روپرو ڀيو گهٽ وڌ ڳالهائي ۽ تون وري ٻاڙ ٻون شان ڀيو رکين! اُٽ، مونسان لڙائي ڪر يا وري 'رام' نالو ڦيرائي ڇڏ.



ڪپٽ رهت، شِوَ شترو، لڙائي
ڀاءُ سان گڏ مَر، سمهه سدائي!
پرسرام هٿ ڦرسي وڌايو مَنَ مشڪي، سر رام جُهڪايو.

اي شِوَ جا دشمن، ڪپٽ ڇڏي لڙائي ڪر. نه ته ڀاءُ سان گڏ توکي به ماريندس. پرسرام ڪاوڙ ڪندي ڦرسي ٻر هٿ وڌو ۽ رام وري پنهنجو سر کِٽي پرسرام اڳيان جهڪايو!

لڇمڻ بدران ڪيو خار تا مون مان
چوڻ چڳو آ پاپ، پُڇين ڪان.



ڪوٺ ٻر شنڪا سپ رهي چنڊ ڏنگي راهوُ ڪين گرهي!

سوامي، لڇمڻ بدران خار وري مون مان تا ڪيو. ڇو ته ڏنگائي سني آهي. ڏنگي چنڊ کي به راهوُ ڪين گرهڻ ڪندو آهي.



رام چيو ڇڏيو رنج منيش تو آڏين هيءُ منهنجو سيس!
جئين گهٽجي بس رنج اوهان جو
ڦرسو هٿ، اڳيان داس اوهان جو!

رام پرسرام کي چيو ته اي ديو، ڪروڌ کي ڇڏيو. توهان جي هٿ ۾ ڦرسو آهي ۽ منهنجو سر توهان جي اڳيان! ائين ئي ڪريو، جيئن اوهان جو ڪروڌ دور ٿئي.



پريل ونيہ ۽ نرمل واڻـي رام چئي بس سمو سياڻي !
ناٿ، توهين ٿيو سُشيل سجان ٻار جاڻي، ڏيو معافي هاڻ.

نمرتا سان رام چيو تہ اي ناٿ، توهين تہ سمجهدار آهيو. ٻالڪ جي وچنن تي ڌيان نہ ڏيو.



ٻڌو ۽ ٻالڪ ٻئي هڪ جاڻن ٻـال وچن دل ساڌ نہ آڻن.
هن تہ ڪونهي ڪو ڪاج بگيڙيو مون اپراڌي ڌنش آ توڙيو.

ساڌو جن ٻالڪن جا وچن دل ۾ نہ آڻيندا آهن. هن تہ ڪو نقصان ڪونہ ڪيو آهي ! ڌنش ٽوڙڻ وارو اپراڌي توهانجو تہ مان آهيان !



ڪرپـا، ڪوپ، وَڌَ، ٻنڌن سائين
داس ڏيو ڏنـڊ جيڪو چاهين.
ڪروڌ هـٽـي جيئن پـريـپ اوهانجو
ڪريو اُپـاءُ جنهن پـيـل اسانجو.

اي ناٿ، ڪرپا ڪرڻ، ڪاوڙ ڏيکارڻ، مارڻ، ٻنڌن ۾ رکڻ. اهـي چار سزائون آهن. جيڪا سيني ۾ نيڪ سزا هجي سا ڏيو. جيئن توهان جو غصو دور ٿئي ۽ اسانجي بہ ڀلائي ٿئي.



مني۽ چيو غصو وڃي ڪيئن ڏسي لڇمڻ جڙ ڍڳي جيئن.
گلي نہ انجي ڦرسو هلايان غصو ڪري پيو ڇائي پرايان ؟

پرسرام چيو تہ اي رام، ٻڌاءِ تہ غصو ويندو ئي ڪيئن ؟ ڏس پهنجو ڀاءُ ! جڙ ڍڳي وانگر پيو ڏسي. جي اڄ انهيءَ لي ڦرسو نہ هلايم تہ پوءِ غصو ڪري مون وليو ئي ڇا ؟



دل ڌُڪي پر هٿ نہ هلي مُڏو ڦرسو ٿيو سڇ سلي.
سياءُ وڏاڻا ڦيريو هـاٿي نہ تہ پرسرام ديا ڇا جاڻي!

شايد سياڻ تراني ڇڏيو آهي. ڏ ڏ ڇا پرسرام، ڇا ڏٺا!



دک پـگـوان آ اچ سهايو ڀڏي لڇمڻ پڻ سيس نوايو.
واه، ديـا پيئي، منهن مان ٽپڪي
وچن ڪيڙو گـل گلدستو چٽڪي.

ڀڳوان اچ دک سهايو آهي! اهو ڏسي لڇمڻ سر جهڪايو ۽ چيو ته: واه، ڪرپا ته اوهان جي صورت مان ٿي ظاهر آهي. ڳالهايو ٿا ته ڄڻ گل ٿا چٽڪارو.



ڪندي ڪرپا جي دل دکائي ڪروڌ ڪندا ٿه وڌ بچائي!
جنڪ، اکين کان پار هٽايو مرڻ چاهي، ٻر ڪيس بچايو.

هي ڪرپا ڪندي اوهان جي دل ٿي دکي ته ڪروڌ ڪرڻ سان ته الاجي ڇا ٿيندو؟ اهو ٻڌي پرسرام چيو ته اي جنڪ، هن ٻالڪ کي هٽايو! هيءُ مرڻ ٿو چاهي ٿو ٻر اوهين ڪيس بچايو.



ٻري ڪريو هن چوٺ اکين کان؟ رام ڀٽر مان ڪوتو ڏسان.
ڪاي لڇمڻ چيو اي ڀڳوان اکيون ڪريو بند چتندؤ جان!

هن اڻهڪ راجڪمار کي مونکان ٻري ڇرلتا ڪريو! هيءُ ڏاڍو ڪوڙو ٿو ڏسجي. لڇمڻ ٿهمتي مشري اڏاليندي چيو ته ڀڳوان، اکيون ڪٽي بند ڪريو ته اوه جلد چتي بولدؤ.



پرسرام ڪري ڪروڌ آيت چيو اڏير ٿي هاڻ.
شنڪر ڏن تـوڙي هيٺتر ڀـوڌ ڏکي پڻ پاڻ!

پرسرام چيو ته شنڪر جو ڌنش ٽوڙي هيٺر وري مروڙ مونکي اوپڏ ٿو ڏلي!



بالڪ جي نقصان ڪرن مات، پتا، گر ڏسي ٺرن.
ڪِيا ڪريو تنهن سيوڪ جاڻي، شيل ونت ۽ آتم گياني!

بالڪ جي نقصان ٿي ڪندا آهن ته ماتا، پتا ۽ گرو اهو ڏسي خوش ٿيندا آهن.
توهان ته آتم گياني ۽ شيل وارا مني آهيو!



وچن ٻڌي ڪجهه مني ٺريو اندر ۾ جو پئي اڳي ٻريو.
لڇمڻ ڪليو ڪجهه اندر وري من دل ۾ وري باهه ٻري.
هنڪي ورتو هاڻ مون پاپي ڪلي ۽ مشڪي ڪيئن ٿو پاپي!

راجا جا وچن ٻڌي مُني ڪجهه ٺريو. لڇمڻ ڪجهه چئي وري دل ۾
مشڪيو. مني ڏسي چيو ته اي رام تنهنجو ڀاءُ پاپي آهي.



سندر سرير پر من ۾ ڪارو ڏنگو، اٽانگو آهه هچارو.
زهر ڀريل پيو ڪاٽي تندو ڪال ڏسي نه ڏکي اندو.
نٽو سمجهان هيءُ تنهنجو ڀاءُ
ڪيئن جڻيو هن تنهنجي ماءُ!

شڪل جو ڏاڍو سهڻو آهي پر اندر ۾ ڪارو! هن بالڪ ۾ زهر ڀريل آهي.
هيءُ تنهنجو ڀاءُ ته ڏسڻ ۾ نٽو اچي. تنهنجي ماءُ الاجي هنڪي ڪيئن جڻيو!
مونکي ڪال سمان خطرناڪ سمجهي ۽ مونکان نٽو ڊڄي!



لڇمڻ چيو ٻڌ اي مُني ڪروڌ آ پاپن مول!
الٽو ڪن، نيتي ڇڏن پترا سمجهن ڦول.

لڇمڻ ڪلي چيو: سائين، ڪروڌ پاپن جو مول آهي. ڪروڌي ماڻهو نيتيءَ
جي خلاف ڪم ڪندو آهي. گلن کي ۽ پتر سمجهندو آهي.



ڪروڌ چڙهيو ۽ جهيو هري  ٽٽل ڌنش ڪيئن جڙي وڃي؟
وهو، ڪريو نہ سوچ ٻي ڪالـي
چرن ٿو هونـدا ڏڪندا جاڻـي!

اي مهراج، هاڻي ڪروڌ ڇڏي شانتي ڪريو. مان توهانجو داس آهيان. ڪروڌ ڪري ڏاڍ ڪر هڙندو؟ وهو، پير سور ڪندا هوندو.



ڌنش جي پيارو، ريت ٻڌايو  ڪلاڪار هوشيار گهرايـو.
جوڙي ليڇمڻ پر جنڪ ڏري  چُپ، پٽ ويهہ، نہ ائين سري.

جي ڌنش اهڙو پيارو الوءِ تہ ڪو هوشيار ڪاريگر گهرائي جو مرمت ڪري لائي. جنڪ ليڇمڻ کي چيو تہ پٽ، ماٺ ڪر، ائين تہ ڪم آهي.



ٿر ٿر ڪنبن نر ۽ ناريون  ليڇمڻ سمجهن ڏنگو ويچاريون.
وشوامتر ٻڌي هيءَ واڻي  ٻل گهٽجي جيئن دلي جو پاڻي.

جنڪ پر جا نر ۽ ناريون ڏڪي رهيا هئا ۽ ليڇمڻ کي ڏنگو سمجهڻ لڳا. ڪروڌ ڪري پرسرام جو ٻل ٻئي گهٽيو ۽ وشوامتر هي ٻي ڏٺي واڻي ٻي ٻڌي.



معاف ڪريان، آ تنهنجو پاءُ  ٻچيو گهمي ٿـو لو پرپاءُ.
من مَلين، تـن سُندر ڪوڙو  زهر ڀريل جـڻ دِلي جهڙو.

لڇمڻ پاءُ آهي لنهنڪري ڪيس لٿو ماريان. اجا تاءِ لنهنجي پرپاءُ ڪري ٻچيو بچو گهمي. سون جي ٺهيل دلي ۾ جڻ زهر ڀريل آهي!



مشڪندو ليڇمڻ ڏسي  اک تيـڏي ڪلي رام.
ڪَـرَ ويجهو ٻجنڊي ويو  ليڇمڻ وِيـرُ سجان.

ليڇمڻ ورلدي ڏٺا تاءِ مشڪيو پر رام جو اک ٽيڏيءَ سان ڏالهس ڏلي، لنهنڪري ٻجندو ٻجندو گروءَ وٽ هليو ويو.

اهو اوهين جو سچو ٻار جيا منهنجي مٿان پيو آهي. گهڻن ڏينهن گذرڻ ڪري شايد مون کان وساري وڏي وار آهي. مڙائيءَ کي سڏ ڪرڻ ته سڀ اوهين ڪيئي ڪري ڇڏيان.



پرسرام جلين ڦرسو سڌاريو ڪري ھاھاڪار پيو جڳ سارو،
کتري دشمن ڦرسو ڏيکارين برھمڻ تي پيو بچيو گذارين.

پرسرام جڏهن ته ڦرسي ۾ هٿ وڌو، سڄي سنسار ۾ هاهاڪار مچي ويئي. ايتري ڳالهه ته اهي ڪترين جا دشمن، موالڪي ڦرسو ڏيکارين. ياد رکو جو اوکي برهمڻ ڪري ڇڏيو آهي؛ توهان اڃا پيو گهمين!



ويرنه ٿيو ڪو تنهنجي مقابل وڃيڪي ها پڪجي ساري ڪُل.
برهمڻ ڪهر جوڙو بس آهي رڻ پوءِ ڪيتن تنڪ آڙائي!
لوڪ اٿيا سڀ 'ناحق' چئي رام لئي، لڇمڻ منع ڪئي!

رڻ ڀوميءَ ۾ ڪڏهن ويو پوش سان تنهنجو پلڙ آنکو ڪرڻ تو ڏٺي، مني! اوهين ته ڪو جولي وڏو آهي! پڻ ۽ برهمڻا! اهو ڏسي سڀ ماڻهو پڪاري اٿيا. شري رامچندر لڇمڻ کي منع ڪئي.



باهه غصي پساڻي وڌو شبد منا چيا رام.
ڪاوڙ من ڪهتجي ولي شانت ٿيو پرسرام.

پرسرام جي ڪاوڙ جي باهه کي شانت ڪرڻ لاءِ شري رام نمر مٺي واڻيءَ جو جل ڀالي وڌو. پرسرام ماٺ ٿي ويو.



' ناٿ اوهان پڻ ڪير سهي ڏسو واڇن مان ڪيڙ وهي!
جي نه خبر ڪا ڪيس هجي ها
بي ادبي ڪَر ڪين ڪري ها.

اي ناٿ، ٻالڪ تي ديا ڪريو. ڏسو ته سندس واڇن مان اڃا کير پيو وهي. جي ڪيس خبر هجي ها ته جيڪر اوهانجي بي ادبي ڪين ڪري ها.

لڇمڻ ڪلندي چيو ته توهان ٻالڪي وٻر ٿا سمجهو ۽ هيءُ ڦتل ڦرسو ڏيکاري ڊيڄاريو ٿا ! توهان ڦوڪ ڏيڻ سان سميرو کي اڏائڻ چاهيو ٿا !



ياد رکــو شرم ٻوٽي ناهه آڱــر ڏيکارڻ ساڻ ڪوماءِ .
ڏسي ڦرسو ۽ ڌنُ ۽ ٻــاڻ جيکي چيو سو ساڻ ايمان .

ياد رکو مني مهراج ! هيءُ شرم ٻوٽي نه آهي، جا آڱر ڏيکارڻ سان ڪومائجي! مون توهان جو ڦرسو ۽ ڌنش ٻاڻ ڏسي ٻوءِ ٿي ايمان سان چيو آهي .



ڀرڳونشي جٽيا ڏسي ٻڌايان غصو روڪي هٿ ڪين هلايان .
برهمڻ، گئو ۽ ديوتن جيڪي رگهونشي سڀ پوڄن تنکي .

مهراج ! ڀرڳونشي برهمڻ، وهتر جٽيا توهان جي گلي ۾! اهو سڀ ڏسي مان توهان تي هٿ نٿو هلايان . پنهنجي غصي کي زوران زوري روڪي رکيو آهيان، مهراج ! اسين رگهونشي برهمڻ، گئو ۽ ديوتا کي نه پوڄيندا آهيون . انهن تي هٿيار هلائڻ اسان جو مرڪ نه آهي!



جيتڻ پــاپ، اڪيرتي هارڻ،
پنهنجي طــرح جڻ پيڻ کـي ساڙڻ !
زبان توهان جي هڪ لک ڦرسا ٻاڻ ڌنش آ ڪٽڻ ئي برتا!

انهن کي جيتڻ ڪري پاپ لڳندو ۽ هارائڻ ڪري گلا ٿيندي . مون کي ماريندا ته به مان چرنن ۾ جهڪندس! توهان جي زبان ئي لک ڦرسا آهي . هي ڌنش ٻاڻ ۽ ڦرسو ته اجايو کنيا اٿو .



ويس ڏسي گهٽ وڌ چيم معاف ڪجو مُن ڌير !
ٻـڌي وچـن لڇمڻ سندا تـسان ٿيو وڌ گنڀيـر!

اي مني! توهان جو ويس ڏسي ڪجهه گهٽ وڌ چيو اٿم . معاف ڪجو .
ٻڌي پرسرام وڌيڪ غصي مان چيو :



وشوامتر، آ ٻال ڪوتو هيءُ ناس ڪندو ڪل ماءُ ۽ ٻيءُ •
سورج ونش ڪلنڪ پڻ لائي نرلڄ، مورک، نڌر سڏائي •

اي وشوامتر هي ڪوڙو ٻالڪ آهي! ماءُ ٻيءُ ۽ ڪل ناس ڪرڻ وارو!
سورج ونش جو ڪلنڪ! مورک ۽ بي ڊپو آهي •

هڪ ڪِڻَ ۾ مان ڇڏيان هن ماري
نہ تہ وڃو ڪيس موٽڪان تاري!



جي چاهيو ٿا پلو ٽلي هن جو
ڪريو قصو ڇڻَ، خار منهنجي جو •

بڪاري چوان ٿو تہ هيءُ ٻالڪ هڪ ڪن ۾ ناس ٿي ويندو! پوءِ منهنجو
قصور نہ سمجهجو. جي هن جي ڀلائي چاهيو تہ هنکي هتان پري ڪريو، منهنجي
خار جو نتيجو ڪيڏو نہ ٿيندو، اهو بہ هنکي ٻڌايو.



ڇيولڇمڻ توهان ڪير برابر؟ لوڪ ڪري واکاڻ سراسر!
لک پيرا توهين پاڻ ٻڌايو مُک پنهنجي ٻيا پاڻ سارهايو.

سچ مهراج، توهان جي برابري ڀلا ڪير ڪندو؟ توهان تہ پنهنجي واکاڻ
پنهنجي مُک سان ڪري وڌا آهيو!



نہ ڌو سنتوش تہ ٻيو ڪجهہ چئو خار دهي دک چو ٻيا سهو؟
وير توهين ۽ ڪوپ رهت لتا ڪيڻ بد، ناهہ اُچت •

اهي جوڻ سان دل تہ ٿي ٿرپتو تہ ٻيو ڪجهہ چئو! دک کي دٻائي اجايو
وڌيڪ دک ٻيا سهو. توهين تہ وير پرش آهيو، ڪاوڙ کان آجا! اهي گاريون
توهان جي مُنهن تي لڳيون اون.



الڳــ ٻيهي سو سڀ کان ڌار نہ تہ مارِيان مان نرپ هزار!
لڇمڻ ٻڌي هيءَ من مسڪايو شبد چئي ٻہ، مڻ پڙڪايو.

اهو ماٺهو سماج کان ٻاهر ٿي ٻيهي! نہ تہ سڀ راجائون ماريندس. اهو ٻڌي لڇمڻ مشڪيو ۽ نرادر ڪندي چوڻ لڳو:



راند ڪندي پرڀ ڪيئي ٽوڙيا
ڌنش انهيءَ کان پاري موڙيا.
تڏهن نہ رنج ٿيا توهين پـلا چو؟ هن ڌن اهڙو موهہ وڌو!
ڀرگ ڪُل ڪيتو ٻهان بگڙيو وري لڇمڻ کي هيئين چيو.

مهراج، ڀڳوان رام تہ راند ڪندي انڪان بہ پاري ڌنش ٽوڙيا هوندا! تڏهن تہ رنج ڪين ٿيا. هن ڌنش بہ ايڏو موهہ ڇا لاءِ اٿو؟ پرسرام وري وراڻيو:



راجڪمار، ٿون ڪال وس چُپ رهہ، چپ سنڀار!
ڌنش، بـرابـر شـو ڌنش ٿيندا هـن سنسار؟

راجڪمار، شو ڌنش جي برابر بہ ڪو ڌنش ٿيندو؟ سنڀالي ڳالهاءِ. اولي مرليو سوار ٿيو آهي!



ڌنش پرپو سڀ هڪسمان چيو لڇمڻ ڪجهہ کلڪيءَ ساڻ.
لاڀ هاڃ ڪا هن ڌن تـوڙئي؟
رام ڏٺـو نئون، نظر کـي موڙي.

ٻڌو سائين، منهنجي نظر ۾ سڀ ڌنش هڪ برابر آهن. هن پراڻي ڌنش ٽوڙڻ ۾ ڪهڙو هرج آهي! رامچندر تہ هن ڌنش ڏي ڏٺو، جاڪاڻ تہ نئين نموني جو هو.



چِتي پِئو، ڪِهڙو رام جو دوش خار ڪا ڪي پيا ڪوهيو هوش!
نياري ڦرسو ڇيو پرسرام ڪون سياڻين منهنجو شان؟

ساڳي، رام نه رکيو ڏاڍ ڪي هٿ لاتو ۽ اهو ڀڄي پيو؟ الهيءَ ۾ رام جو ڪهڙو قصور! لوڪين نه اجايو ڪروڌ ڪري ٿا. پوءِ ڦرسي ڏي نياري پرسرام چيو نه مورک، ارڪي منهنجي شان جي خبر ڪانهي؟

بالڪ آن، تنهن جيوت ماڻين



رکيو مونکي ڪون مُني تو جاڻين:
برهمڻ، ڪروڌي، بال برهمچاري
ڪتريءَ دشمن، وِشو اڌڪاري!

مورک، بالڪ آهين تنهن لو جيئرو ڪيمين! مان نه رکيو ڪروڌي برهمڻ آهيان ۽ بال برهمچاري ۽ ڪترين جو جاني دشمن!



ٻل ٻاهوءَ سان ڪترين جيتي ڏرن دان برهمڻن پرڻيتي!
سهس ٻاهو ٻل ڇيدڻهار ڏس ڦرسي ڏي، راجڪمار!

مون ڪهڙيئي ڪتري جيتي آهن جا شهر برهمڻن کي دان ڪيا آهن. ڏس هيءَ ڦرسو! هن سان سهس ٻاهو کي ماريم!



ماءُ پيءُ ڳڻتين ۾ وجهي ضد نہ ڪر، اي تات!
ڏس ڦرسي ڏي جنهن ڪيا ڪترياڻين گرڀ پات!

پنهنجي ماءُ پيءُ کي ارمان ۾ نہ وجهہ. ضد ڇڏي ڏي. ڪترياڻين جي گرڀ پات ڪرڻ واري هن ڦرسي ڏي ڏس!



ڪلي لڇمڻ مُنا شبد اُچاريا وير ٻٽي توهان وير کي ماريا.
مونکي ڏيکاري ڦرسو ڦِٽل ڦوڪ سان، چاهيو اُڏي جبل؟



وني آسيس خوش ٿاءِ و ٿيون سيبہ سميت راڻيءَ وٽ ويون،
وشوامتر مليو پڻ اُنسان ڪمار ٻئي پڻ جُهڪيا ادب ڪان.

سڪين سميت سيتا بہ آشيرواد وني وئي. وشوامتر بہ پرسرام سان مليو.
راجڪمار بہ ادب سان اڳيانس جهڪيا.



رام لڇمڻ پٽ دسرت، ٻئي من آسيس ڏني ٽن کي ئي.
نيتر سندر جي ڪام جيتن رام سندرتا پيا ڏسن!

سائين، هي ٻئي راجا دسرت جا ڪمار آهن. هڪڙو رام ۽ ٻيو لڇمڻ. منيءَ
اُنهن کي آشيرواد ڏني. سندس سندر ۽ ڪام کي جيتڻ وارين اکين رام جي
سونهن کي ڏسي رهيون هيون.



پڇيو جنڪ کان مُن ڏسي چا لہ ڀيڙ سماج ؟
جاڻي سڀ اُجاڻ جان ڪروڌ ڪري منراج.

ڀيڙ ڏسي، خبر هوندي بہ راجا کان پڇڻ لڳو تہ هيڏي ڀيڙ چا لاءِ آهي؟
هن کي اکين ۾ ڪروڌ هو ۽ آواز ۾ بہ ڪڙڪاٽي هئي.



سماچار سڀ جنڪ ٻڌايو هيو ڌنش يڳ جيئن رچايو.
مُن ڏٺو ڪم رام کيل ڌنش ٽڪر ٻہ ڌرن پيل.

راجا سمورو ورتانت ڌنش يڳيہ جو ڪيو. پرسرام پوءِ وري ڌنش جا ٻہ
ٽڪر پٽ تي پيل ڏٺا!



ڪري ڪروڌ پرسرام اُت ڪوڙيو
مُوڙهہ ڪهڙي هي شِو ڌن توڙيو؟
منش اهو اي راءِ ڏيکار اُلٽ ڪريان نہ تہ راڄ دربار!

پرسرام ڏاڍو غصي ۾ اچي جنڪ کي چوڻ لڳو تہ اي موڙهہ، ٻڌاءِ تہ هي،

ڏنش ڪيئن ٽوڙيو آهي؟ جلد اهو ماڻهو ڏيکار نہ تہ هيئر ئي سڀني راڄ دربار کي الٽ پلٽ ڪري ڇڏيندس!



چيو سنگتنا: وڏانا ڪاري ڇڏيو نيل ڪم وري بگاڙي آ
مُنيءَ سياڻ سيہ جيئن سنيري
اڏ پــل ڪروڙ يـڳن جان نِبري.

سڀني ڏٺي وڏا سيتا جي ماءُ سنتنا چيو تہ وڏانا سڄو ڪم لاهي ورتو بگاڙي ڇڏيو. سيتا بہ پرسرام جي سياءَ کي ڄاڻندي هئي. هن لاءِ تہ اڌ پل بہ ڪروڙن يگن جيترو لڳي رهيو.



ڏنش ٽوڙڻ جو گهمنڊ، يا خوف ڪروڌ مُن وير.
سيتا مَن وياڪل ڏسي آڪيسو رام سڌيرا!

رامچندر کي لڳي ڏنش ٽوڙڻ جو گهمنڊ هو ۽ نہ پرسرام جي ڪاوڙ جو ڊپ. سيتا سميت سڀني ماڻهن کي وياڪل ڏسي شري رام چيو:



ڏن شنڪر، مَن ٽوڙڻ وارو ڪو هت هوندو داس ويچارو آ
"ڇا آگيا"؟ پرسرام ٻُڌي ڇُهي ٻاٽي آتِ ڪروڌ پري!

سوامي، ڪو اوهان جو داس ئي هوندو، جنهن ڏنش ٽوڙيو هوندو. اوهان جي ڪهڙي آگيا آهي. اهي لفظ ٻڌي پرسرام کي وڌيڪ ڪروڌ آيو.



داس اهــو، سيو ڪـــري ڪري ٻُرو نہ سوامي لڙي!
ڏنش جنهين، اي رام، پڳو سهس ٻاهوءَ جان شترو لڳو.

داس تہ اهو آهي جو سيوا ڪري. ڪم دشمن جا ڪري ۽ داس چرائي، سو ڪئي آهي؟ اهو تہ شترو ئي آهي! اي رام، جنهن بہ هيءُ ڏنش ٽوڙيو آهي سو سهس باهو وانگر منهنجو دشمن آهي!



جنڪ راءِ جي ٻڌيو سهائڪ ڪنهن جيتيون ڪٽي ڄجي ملائڪ !
نيڪ ڀوپ ٻڌي ٻچڙي واڻي ڪليا ڏسي، هاءِ! لاج وڪاڻي !

جنڪ ۽ جيڪڏهن سندس سهائتا ڪئي ته انکي ۽ سبق سيکاريندا سون. نيڪ راجائون انهن جون ڳالهيون ٻڌي ڪليا ۽ چوڻ لڳا ته هنن مريادا جا سڀ ليڪا لتاڙي ڇڏيا آهن.



گوڙ ٻڌي دل سيتا ڪوماڻي ڪيس گهرايو نندنا راڻي !
سيتا جپيندڙ دل ۾، رام ويو گروءَ وٽ، ڪيو پرڻام.

راجائن جو گوڙ ٻڌي، سيتا ڪوماڻجي ويئي. ڪيس اوڏيءَ مول راڻي سُنينا گورايو. سيتا جپيندو رام گروءَ وٽ ويو ۽ پرنام ڪيائين.



سيتا سميت پڻ راڻين ويچاريو
هاڻ ڇا ٿيندو، پريو پڪاريو.
وچن ڀوُبن سڀ لڇمڻ ٻڌا رام ڊجي، هَٿَ وات وِڌا.

سيتا سميت راڻين کي خيال ٿيو ته هاڻي ڇا ٿيندو! لڇمڻ ۽ راجائن جا لفظ ٻڌا، ۽ رام کان ڊجي ڏندن آڱريون ڏنائين!



اُ باهه اندر ڏاڍي ٻري مُنهن پائي پڻ ڪُهنڊ !
شينهن ٻچي حالت جيئن ڏسي هاٿين جو جُهنڊ !

لڇمڻ کي اهڙو ڪروڌ چڙهيو جو راجائن ڏي اُئين نهارڻ لڳو، جيئن شينهن جو ٻچو هاٿين جي جهنڊ ڏي نهاريندو آهي.



شهر جا وياڪل ٿيا نر ناريون
مود نريش ڏيڻ پيا گاريون !
ڏنش ٽُنڻ آواز اُٿاريو پرسرام کنهن ويل پڌاريو.



بدن ڍِلو، پــر من ۾ چُستي
ڪنهن نہ سهي ڪئي پريم جي مستي !
جڏهن آئي هوءَ رام جي ويجهو
چِتيو سندر چِٽ، چِتيل اڳـي جو.

سيتا جو بدن ڍلو پر من ۾ ڏاڍي چُستي هئي. اهڙو گـوڙهو پريم سيتا جو ڪو ڪير ڄاڻي ! رام جي ويجهو وئي تہ حيران ٿي وئي ! رام جي دل ۾ سيتا جو چِٽ تہ جنم جنمانتر کان چِٽيل هو.



چَتر سـکي بس چيو سيبہ هِن گلي وجهہ جيہ مال اِهــا !
ٻـڌا اِهي لفظ مڌر جيئن پريم بيهوش، کُل پائي ڪيئن ؟

چتر سکيءَ سيتا کي چيو تہ هن جي گلي ۾ جيہ مالا وجهہ. اهو ٻڌي سيتا همٿ تہ وڌايا، پر تمام گهٽي پريم جي ڪري اِها مالا پهرائي نہ سگهي.



گل ڏانديءَ پـہ ڪمل جئين ٻجي پائن چنڊ مالا لئين.
گـيت سهيلين مڌر پڙ ڳائي جيہ مالا سيبہ رام پهرائي !

جئين ڪمل گلن جي ڏانديءَ ۾ ۽ گُل چنڊ کي جيہ مالا ڏيندا آهن، اهڙو اُي نظارو هيس هو. سکيون ڳائڻ لڳيون. اوڏيءَ مهل سيتا جيہ مالا رام جي ڳلي ۾ وڌي ! اُها شري رام جي ڇاتيءَ تي سوڀيا پائي رهي هئي.



گلي رگهور جيہ مال ڏسي ديـون ورکــا ڪئي.
لجي سبئي ڀـوپـال سورج اُديہ ڪر کيائي جئين

سري رام جي گلي ۾ جيہ مالا ڏسي ديوتائون گل ورکا ڪرڻ لڳا. سڀ راجائـون ائين ڪوماڻجي ويـا جئين ڪرڪيلي سورج کي ڏسي ڪرماڻجي ويندي آهي !

سولهين سيه ۽ رام جي جوڙي
چپ سينگار چڙهن هڪ گهوڙي؛

سکين چيو! "جهه چرن پتار جن ۾ آهي آنند اپار."
ڇبي پلا ڪيئن آهي ويچاري
جن ۾ هئي بس شکست اپاري!

رام ۽ سيتا جي جوڙي اهن پئي سولهي جنين جبي ۽ سينگار هڪ هڪ
ڏئي ڏئي! سکين سيتا کي چرڻ ڇتي ديو جا چرن ڇُهه، جن ۾ اپار آنند سمايل
آهي. ۽ وياري دب جي ماريل آهي لئي جتي، جن اهليه کي پٿر مان ماڻهو ڪيو.


چرن سپرش پريوءِ ڪري اهليه ولي سرڳ لوڪ.
من ۾ کليو شري رامچندر ويو منان سيه شوڪ!

اپيءِ هڙف ڪري هنڪي بيلي! اهو ڏسي رام اندر ۾ مشڪيو. سيتا
جو سسر وبندو رهيو.


سيه ڏسي خوش، پڙپ ليايا
کپوت ۽ ڪوڙا، مڙد کان مايا.
سيه سند وسک کين سهارن هت، هت گڏجي، ٻرو ويچارن.

سيتا جي خوشي ڏسي مود راجائن جلڻ لڳا. سندس آنند سهي نئي
سگهيا ۽ گڏجي ٻيا ٽرابون وياڻن.


جوي ڪسيئن، ڪو، هڪدم سيتا ڪمار ٻڌن پلي اهي اٿيتا!
دن نوزلي ڪا سيتا ملندي؟
اسان جڻري اها هات نه هلندي.
ڪو واجها سيتا فرڻ جي ٻالهه ٻير ڪري، ڪو رام ۽ لڇمڻ کي ٻڪڙڻ جي!
ٻئي جوي ۽ ڏلش توڙڻ سان سيتا ڪو ملندي؟ اسان جي جڙي ڏسون ۽ رام
جتي ۽ سيتا سان پرڻجي!

ويندا. اهڙا ڪاڻ انهيءَ وڻ جون ٽوڙيون ۽ ٽنگا آهن. ٻوٽا وري

ٽارين الس جي سندس سندرتا کي وڌائين ٿا.



وڏيون ٽاريون وڻ سندر سورتا ٿيون چوپايون سيڻي پٽا

چندن سوپيا آ وڻ پور وڻ نڪتا جڻ نوان انگور

سندر سورتا وري ڪلپ وڻ جون وڏيون ٽاريون ۽ ڏار آهن. چوپايون سڀ وڻ جا پن يا پتا آهن. چندن جهڙي سوڀيا وري وڏيڪ دلڪش آهي. جڻ ته وڻ بهاريءَ جي مند اچڻ ڪري نوان انگور ڪڍيا آهن جن ۾ نازڪ گلن روپي ٻوُر پيدا ٿيو آهي.



اکر درخت ۾ گل ٽڙيل ڪوتا گل جي سڳنڌ آڻل

ارٿ گلن جو ڦل ڏون چاڻ سواد وٺي پرکي ڏوان

اکر انهيءَ وڻ جا ٽڙيل گل آهن ۽ جيڪا سندر سنڌي ڀاشا ۾ ڪوتا رچي ويئي آهي تنهن جي سڳنڌ جڻ ته مغز کي تازو توانو بڻائي ٿي. اهي سڳنڌ انهن ٽڙيل گلن مان ئي اچي. انهن ڏوهن ۽ چوپاين جو جيڪو جدا جدا نمونن سان ارٿ نڪري ٿو سو انهن ٽڙيل گلن مان ڦل پيدا ٿيو آهي. جيڪي سياڻا ۽ ڏوان هڏندڙ آهن سي ئي انهيءَ ڦل جي سواد کي ڄاڻي سگهن ٿا.



ڀڳت گيان رس ميوي ٿيا ٻج سڳڻ ۽ نرگڻ تنهن کيا

شو پشند يا گولڪ ڳائي ڀريائين ڄڳت پلي لءِ ڳائي گوسائين

ڀڳتي گيان وئراڳ انهيءَ وڻ جي ميوي جا رس آهن. نرگڻ ۽ سڳڻ اهي ٻئي انهيءَ ميوي جا ٻج آهن. جيڪا رام جي سندر ڪٿا يا گولڪ مڃي، پسند ۽ ڀڳوان شو ڀريائين ڀڏائي هئي سا ڪٿا گوسوامي تلسيداس جڳت جي ڪلياڻ خاطر هن پستڪ ۾ ورڻن ڪئي آهي.



ڪاسي ڪٿا هن سندر ڪري نه جي پرچار

جڙ ڪتل هن جيو جو ڪريَ ها ڪير اڌار؟

جيڪڏهن گوسوامي تلسيداس راماڻ جو پرچار نه ڪري ها ته پوءِ هن گهور ڪلجڳ جي نيچ ۽ اڌم السان جو نيازو ڪيئن ٿئي ها؟

شري گڻيشاي نمه

## ونــدنــا ۽ وينتي

ونٖدن ديو گڻيش کي آهه نِمر ارداس
نــروگهن پــورا ٿين کارج تلسيداس

ن ه شبــ کاري شروع ڪرڻ کان اڳ، جيئن اسان هندن جي ريت
بداس مهاراج شري گڻيش ديوتا اڳيان نمي ٿــو ۽ ارداس او ڪري ٿه
مهنجو هيءَ رامائڻ رچنا جو ڪاريه شل نروگهن پورو ٿئي.

جڳت هلي جنهن آسري آخر جنهين سماءِ
تلسي شنڪر چرن اڳيان ونٖدن سيس نماءِ

ڳوان شنڪر، جنهن جي آسري هيءُ سڄو برهمانڊ ۽ جڳتر هلي رهير آهي
ر ۾ جنهن ۾ لين ٿي ويندو، اهڙي سرو شڪتيوان ڀڳوان اڳيان آءٌ نمسڪار
، تو ۽ پنهنجو سر جهڪايان ٿو.

تلسي هــرديــه چاهنا رامائڻ رس ڀيءُ
سرل سندر ۽ سڳنڌت پيڙان ٿري ڀڄ جيءُ

تلسيداس جي هردي ۾ زبردست چاهنا آهي ۽ جنهن اوچ معنيٰ وارو رامائڻ
ڻ چاهيندو ۽ ڀڻ جنهنجي ٻولي نهايت سنڌر ۽ رمڻيڪ رسيلي هجي، اهڙي
ائڻ رچڻ جي ڪيس شڪتي ڏني ته جيئن انجي ميناج جو رس وٺي هرڪنهن
ي دل ۾ خوشي اُٿي ٿئي.

ڪنش ڪري سيڪي وٺي ودوانن ڀڄ پاءِ
ادب ڪري آدر ڏيـن رسنا خوب سماءِ

اهو منهنجو رچيل رامائڻ بلڪل سولو ۽ سرل هجي ۽ هرهڪ انسان کي ٻوءِ



رام ڪٿا ڪپل ڳئو سمان    ڦلدائڪ ۽ ڪري ڪلياڻ
ڳڻ سڀ ڪيئن ڪوئي ڳائي سگهي چنتامڻ جا تنهن سان لڳي

هي رامايڻ ڪپلا ڳئو وانگر سڀ من گهريا مطلب پورا ڪرڻ واري آهي ۽ ڪلياڻ ڪرڻ واري آهي. هن پستڪ جي ڳڻن جي واکاڻ نه ڪري ٿي سگهجي. هن پستڪ جو پرڀاءُ چنتامڻ جهڙي املهه مڻي کان به وڌيڪ آهي.



گهر رامايڻ رام جو آهي    بيان ڪري سگهي ڪو پار نه پائي
سندر آ رامايڻ ڦلواري    رام پنور گل چوُسي چوڌاري

رامائڻ ۾ ئي رام جو واسو آهي ۽ اهوئي سندس جڳ گهر آهي. انهيءَ جي مهما ڀلا ڪيئن ڳائي سگهجي؟ پار ڪنهن نه پاتو آهي. هي رامايڻ هڪ سندر باغيچو آهي، ان باغيچي ۾ جي سندر ۽ سڳنڌت گل ٽڙيل آهن ان ۾ شري رامچندر مست ٿي ڀنور وانگر ڦيريون پائيندو آهي ۽ سڳنڌ مني رس چوسيندو آهي. تنهنڪري اها نهايت سندر آهي.



اُها سڳنڌ رامائڻ گهر جي    پوت پريت سڀ وچن پيڄي
وڃي غريبي پڄي هڪوار    اُتي هنوُ جي آ رکواري

جنهن گهر ۾ رامايڻ رکيل آهي انهيءَ گهر ۾ جن پوت ۽ پريت پلجي به نه ايندا آهن. غريبي به رامايڻ کي ڏسي پڄي ويندي آهي. ڇو؟ ڇاڪاڻ جو انهيءَ گهر جي رکيا ڪرڻ جو بار مهاوير هنومان پاڻ لي ٿي آهي.



جنتر منتر ۽ ڦيٽا جيڪي    هڪيا رامايڻ ۾ سڀ سي
پريم رکي رامايڻ منجهه    تنهن جهڙو نه ٻيو ڪو سمجهه

دنيا ۾ جيڪي به جنتر منتر يا ٽوٽا ٽيٽا ڪيا وڃن ٿا سي رامايڻ ۾ ٽڪ اڳيئي سمايل آهن. يعني رامايڻ جو ابياسي انهن ڳالهين ۾ وشواس ڪرڻ جڏي تو ڏئي ٿي. جيڪو انسان رام ڪٿا ۾ پريم رکندو آهي تنهن جهڙو ٻيو ڪو دنيا ۾ ٻيو ڪير به ڪونهي.

شري گڻيشاءِ نمه

# گوسوامي تلسيداس

ڪرت

# رامايڻ

## وندنا ۽ وينتي

۽

## رامايڻ مهاتم



گرو وشنو شو گڻيش کي سمري تلسيداس
ڪري آرنڀ تاسي ٻڌو رامايڻ سک راس.

شري گرو ديو، وشنو ڀڳوان، گڻيش ونايڪ، سرسوتي ۽ ٻيا گوسوامي
تلسيداس جو سمرڻ ڪري، سک جي کاڻ شري رامايڻ جي مهما، مان هڪ داس
تلسي ڪري رهيو آهيان. ڪرپا ڪري اها مهما اوهين ٻڌو.



رامايڻ ڪلپ برڇ جي ڇايا  ڏور ٿيا ڏک، ويجهو جي آيا
انڪاڻ تنهن تنپ ڏسان  ڏوها ننديون تاريون پسان

هي رامايڻ ڪلپ برڇ وانگر سڀ دل جا منورٿ پورڻ ڪرڻ وارو آهي.
جيڪو به ماڻهو هن ڪلپ برڇ جي ويجهو ايندو، تنهن جا سڀ ڏک ڏور ٿي

۲۷ آڪٽوبر کان وٺي ۳۰ آڪٽوبر ۱۹۶۸ تائين سوامي پرمانند آشرم ۾ شڪر ۽ منائي ويندي، اوهانجو هي سنڌي رامائڻ ۽ ستگورن جي ڪرڪملن ۾ ارپڻ ڪيل آهي، لئيڪري توهين الهيءَ جينتيءَ جي شڀ اوسر تي انجو مهورت خوشيءَ سان ڪرائي سگهو ته سنڌي ڀائرن جي آسيس پرائي سگهندا. هن پياري ديوان هيرامداس کي وينتي ڪئي ۽ هن اها ڳالهه پريم ۽ آدر سان سويڪار ڪري سوامي پرمانند آشرم ۾ اچي ۲۷ آڪٽوبر ۱۹۶۸ع لئي سوامي جن جي جينتيءَ ۾ شامل ٿي هن سنڌي رامائڻ جو مهورت ڪرڻ قبول ڪيو.

شال سڀ ستگوروءَ جي آسيس ۽ مهر هن ماسٽر صاحب جي نرمل جيون لئي ٿئي، سدا سدا وسندي رهي ۽ نت نت رام جي چرنن ۾ چت جڙيو رهي. اها آهي هن سيوڪ جي پگوت چرنن ۾ ارداس. شال قبول پوي ۽ سڀني جي آسيس هن ڪارج لئي ٿئي.

منگل ڪامنائن سان

**چيتنانند چداڪاشي**

سوامي پرمانند ۱۰۴ جينتي
۲۷ آڪٽوبر ۱۹۶۸ع

ستيه ڌرم منڊل، سوامي هيمراج مشن مارڪ،
7/5 - ايسٽ پٽيل نگر، نئي دهلي-۰۸



# جئه رام (رام ڌني)

اُمنگ اُتساه سان جيه جيه منايو رام سيتا جي.
ڌُني ڏينهن رات اي پريتم، لڳايو رام سيتا جي.

١- طراوت زندگيءَ کي ۽ منجهيل کي آسرو هردم،
متان دل تان پوتر ياد ڀُلايو رام سيتا جي.

٢- ٻـڌو بيخود هٿو تبڪيون ڪناڪن تار ڇشي ۾
ڏياتي گيان گهر ڪوڇي جڳايو رام سيتا جي.

٣- سکيا ساگر جي جل سان اي ڇڏيو من مئل کي ڌوئي،
هندوري پريم ۾ مورت جهلايو رام سيتا جي.

٤- پتا آکيا جو پالن ۽ پتيءَ سيوا جي رهڻيءَ لئي،
رهي جڳ ۾ اُتم نيتي بنا هيو رام سيتا جي.

٥- ڀُڄابل سان ملايم دل اناٿن لءِ ديا "ڪاسي"
آندر ۾ پڻ سهڻ شڪتي سمايو رام سيتا جي.

(ايسري) تاسيو. ر. تلريجا، چداڪاشي سيرڪ

# سمرپڻ

پيت تو کريان تمام گھڻي ادب ۽ عقيدت، نمرتا ۽ صدق سان، جيون جي هيءَ آخرين آرزو ۽ انهو عمل، برهم نيشتي برهم شروتسري ستگورو ديو پرمهنس ١٠٨ شري سوامي پرمانند صاحب چداڪاشيءَ جن جي ڪومل ۽ پوتر چرن ڪملن ۾، جن جي اُلر ۽ اَٽل رحم جو شردا ۽ پريم سان ڏيان ڌريندي هن تڇ سيوڪ کي اهو رتن مليو آهي جنهن جي سهاري سنسار جي اٿاه ساگر مان پار ترڻ جي هردي ۾ آشا اُڀري تئي ۽ پڻ هن مها ڪٺن ڪاريه ڪرڻ جو ساهس پيدا ٿيو آهي.

اوداس آهي ته شال اِهو ڪاريه نسروگهن سماپت ٿئي ۽ دنيا جي هندو جاتيءَ جي هر ويرجي هردي اندر رام پڳتيءَ جو سلو اُيري پر قلمه ٿئي ۽ مغربي فئشن، اُنيتي ۽ ڪپت ڪان ڇوٽڪارو پراپت ٿئي.

چداڪاشي سيوڪ،
تلسيو- ر- تلريجا (ليسوي)
ڪتيانا (سوراشترا)

١٩ اپريل ١٩٦٧ع

مڙهن جون ديوارون ڀتيون ۽ ڀتين جي سندر مورتين سان چٽيل نه آهن، ڪمرا ڪٽين ۽ ڪرسين ميزن سان سينگاريل نه آهن، دروازن ۽ درين آڏو سندر ڇڳائين وارا ريشمي پردا لڙڪندڙ ٻارڙن جي دلين کي ڇڪين ڪونه ٿا، صبح جو ڇيڻين ۾ ڪانولي ڳهڻين ۽ ڪهڙ ٻالن جو آواز ڪونه پڌرو آهي، ٻوڄارين ۽ ٻوڄارڻين جون ڀهرون ايندڙيون ويندڙيون نظر نه اينديون آهن؛ هتي ته پورن شانتي، پاڪيزگي، سادگيءَ ۽ ستيه جو راڄ آهي جو هرهڪ ٻالڪيءَ جي دل کي آنند سان ڀري تپ ڪري ٿو ڇڏي. سچ ته هيءُ آشرم سوامي چيتن آنند ڇدا ڪاشي جن اهڙي ايڪانس واري هنڌ پهاڙ جي هريءَ ڀريءَ گود ۾ اڏايو آهي جتي سدائين شانتيءَ جو وايومنڊل آهيئي ڪونه. اجائي گپ شپ کان آجو، داري چرپر راند کان وانجهيل، واپاري گفتگو، ماس مڇيءَ، شراب تماڪ، ڀنگ چرس وغيره کان شڌ ۽ ٻاهرين اڊمبر کان بلڪل پري آهي. هت ته هرهڪ ٻالڪ پنهنجي لياقت انوسار آتمڪ اُنتي ڪري، مانسڪ ايڪاگرتا ۽ شاريرڪ آروگتا پراپت ڪندو نظر ايندو. هن آشرم ۾ ستيه جي پالنا ڪرڻ جي ڪوشش ڪرڻ جا سڀ سادن موجود آهن جن جو اثر جيون ڀر قائم رهي ٿو.

هن آشرم ۾ آدي مڪتي ناٿ مهاديو جي استاپنا برهما ٻاڻ سرشٽيءَ جي آدي ڪال ۾ ڪئي ۽ پڻ ڀڳوتيءَ شوڊوليءَ (ٻاروليءَ) کي سيني ديوتائن اَستر ۽ شستر ڏيئي دئيتن کان هيءَ ڀومي آجي ڪرائي ۽ ويد وديءَ سان ماتو نرماڻ لاءِ مها يگيه ڪري سدائين لاءِ ڀڳوتيءَ جي استاپنا ڪئي. سچي ڀارت ۾ ڀڳوتي ٻاروليءَ جو ٻيو ڪوبه استان ڪونه آهي. ديوي ڀاڳ ۽ ڌرم ڀراڻ ۾ هن استان جو سندر ورڻن مليل ٿو ۽ ڏسيل آهي ته جيڪو جيو هن مڪتي ناٿ مهاديو ۽ ڀڳوتي شوڊوليءَ تي جل ۽ ڦل ۽ پشپ وغيره چاڙهي ٿو ۽ وديءَ سان پوڄن ڪري ٿو تنهنکي بدري نارايڻ، ڪيدارناٿ يا راميشور وڃي پوڄا ڪرڻ جي گهرج نه آهي. اهڙي سڌ مائيشوري ۽ مهاديو جي مورتي لنگ کي پهاڙ مان ڪڍائي، صاف ڪرائي تئين وديءَ سان، پراڻ پرتشٽا ڪري استاپنا ڪرائي وئي آهي. ان سان گڏ ڀڳوتي گايتريءَ جي جنم ڀوميءَ ۾ اهو استان هئڻ ڪري ٢٥ لک گايتري پرسچرڻ ڪري آدرش آشرم جو نرماڻ ڪيو ويو آهي.

جڳت وندي سنت تلسيداس ۽ ڪاشيءَ ۾ ڀڳوان وشوناٿ مهاديو کان پنهنجي رام چرت مانس کي انهي چرنن ۾ پيش ڪري آشيرواد پراپت ڪئي. ساڳيءَ طرح

پياري نندڍي وهيءَ کان ئي روحانيت ۽ رام جي سروپ جو رس پيتو. ستگورن جي مهان ڪرپا هيٺ هن پياري جو جيون تپ، تياڳ ۽ رام ڀڳتيءَ جي رس جو امرت پي پي مست ٿيندو رهيو. ورهاڱي کانپوءِ هيءَ ستگورن جو پيارو انيڪ لاهيون چاڙهيون ڏسندي به نام جو نرمل رس برابر پيئندو رهيو. هڪ ڏينهن رام سروپ ڪوي تلسيداس جي ڪرتي هن پياري جي سامهون آئي ۽ هردي روز روز پاٺ پڙهائي انهيءَ ۾ ٻيون ڏيئي ڀڳتيءَ جو رس پيئڻ لڳو. آخر هن پياري جي من ۾ امنگ اڀري اٿيو ته جنهن مون هي رس پيتو آهي تنهن ساڳيءَ طرح ڇو ڪين منهنجي ديش جا لاڏلا به رام رس پيئن. تڏهن انهيءَ ڀاونا جي پريرنا کي دل ۾ رکي خيال ڪيائين ته وڃي ستگورن جي پوتر آستان يعني سوامي پرمانند چڊاڪاشي آشرم، پنچ ڪنڊ، پشڪر ۾ رهي ڀڳوان مڪتيناٿ مهاديو ۽ ڀڳوتي جڳدمبا پاروتيءَ کان پريرنا ۽ شڪتي وٺي سنڌي ڪوتا ۾ رام چرت جو الٿو ڪريان. هن پياري دهليءَ جي ستگورن جي مکيه آستان تي آگيا پراپت ڪرڻ لاءِ وينتي پتر لکي موڪليو جنهن کي پڙهي من گد گد ٿيو. کيس لکيو ويو ته ”هي مها ڀاڳيه شالي، تو مورتي تلسيداس جا سروپ توهين ڏنيه آهيو جو اوهانجي هردي ۾ هيءَ رام جي پوتر نام جي سرسري وهڻ شروع ٿي آهي. ستگورن جي اوهانتي سدا آسيس رهي آهي ۽ سدا انگ سنگ رهندي. توهين پوري وشواس، شردا ۽ مانسڪ ايڪاگرتا سان پنهنجي اشٽ کي منائي مانر پاٺا، سنڌي ٻوليءَ ۾ ڪوتا جي روپ ۾ رچنا ڪريو. اوهانکي رام دربار مان اننت شڪتي پراپت ٿيندي ۽ اوهانجي رچنا تي اوهانجي اشٽ جي آسيس ۽ مُهر لڳندي.

هن رام جي پياري، نام جي دلاري ڀڳتراج الي ٿي رهي ستگورن جو ڏيان ڪري ڪوتا ڪرڻ شروع ڪئي ۽ ٿوري ئي وقت ۾ رامائڻ جا مکيه ڀاڱا سنڌي ڪوتا ۾ آڻي سنڌي ساهتيه جي امر سيوا ڪئي آهي. جيتوڻيڪ سڄي رامائڻ جو الٿو نه آهي پر جيڪي ڀاڱا هن پياري ڀڳت کي سندر لڳا آهن سي سڀ ڪوتا ۾ آڻي هزار صفحن کان به وڌيڪ پستڪ تيار ڪري جنتا جي سيوا ۾ پيش رکيو آهي.

مالي حالت ۾ ماستر صاحب جي حالت تمام خسته ٿي رهي آهي. هن پستڪ کي ڇپائڻ ۾ به اڙچڻ ڪم شروع ڪرڻ لاءِ پنهنجو نواس وڪڻي ڪم کي پرارنڀ ڪرڻو پيو آهي. هيءَ آهي ماستر صاحب جي لگن ۽ تياڳ جو نمونو. بعد ۾ ڪن اُدار آتمائن سندن ڪجهه ڪجهه ڪاپيون وٺي سهايتا ڪرڻ جي خاطري ڏني. هن پستڪ جا ڪوڙ ڪرڻ کانپوءِ ڪجهه ڪاپيون وٺي سهايتا ڪرڻ جي خاطري ڏني. هن پستڪ کي ڇپائي پڌري ڪرڻ ۾ جيڪا جفاڪشي هن پياري ڪئي آهي سا ڪن پيارن جي سامهون آئي هوندي. مهنو ڪن ٿيندو ته هن پياري هن پستڪ جي ضرورت جو ذڪر ڪيو جنهن کيس صلاح ڏني ويئي ته سنڌ جو مشهور نيتا، آسام جو اڳيون گورنر، ديوان جيرامداس دولترام، پارليامينٽ جو ميمبر اوهانجي هن پستڪ جي ضرورت لاءِ تمام سٺو ۽ نيڪ سهايڪ ٿيندو. پرمهنس سوامي پرمانند جي مهاراج چڊاڪاشي جن جي جينتي

رامائڻ جا دوها ۽ گيتا جا شلوڪ! ھوڙن ھندڪ خيال گرنٿن جي اسان سنڌي هندن، جنکي ڌرمي سکيا مليل ئي ڪانهي، خير ڪا ڳولھ آهي! ڌرم ۽ انهي اصولن ۽ پابندين کان ٿهنڊڙ زمالي ۾ اج اسين وڃون ٿا جنهن ۾ ڌرم ڪي ڪا جاءِ ئي ڪانهي! اھوئي مکيه سبب آهي جنهن ڪري هي ڪارڻ. هيڪاري ڏکيو ٿي پيو آهي!

"سنڌي ڪوتا رچڻ ڏکي آهي." گهڻو ڪري هر هڪ سنڌي صاحب انهن ئي چوندو آهي. جن شوقين سنڌي ڪوتا جي ميدان ۾ گهوڙو ڊوڙايو آهي ۽ مشاڪت ڪئي آهي تنکي پوري ڄاڻ آهي ته ڪنهن مقرر خيال ۽ فرض ڪيل دائري اندر سنڌي ڪوتا رچڻ ته نهايت ڏکي ڳالهه آهي. سنڌي ٻولي سنسڪرت جي وڏي ڌيءَ ته آهي پر اُن ۾ ڪوتا رچڻ لاءِ سھولتون گهٽ موجود آهن. سنڌي ڪوتا رچڻ لاءِ قابليت ۽ فن ته گهرجي، پر ڪلابازين ڪيڻ جو هنر به ضرور گهرجي. سنڌي ٻوليءَ ۾ قافيه ۽ رديف بلڪل ٿورا ملندا پر انهي پيٽ ۾ هندي ۽ گجراتي، مرهٽي يا بنگاليءَ ۾ اهي وڌيڪ ملندا. اهوئي سبب آهي جو سنڌي ٻوليءَ کي جيترا شاعر هئڻ گهرجن تنهن کان گهڻا گهٽ آهن. مون جهڙا الڙ ۽ اڻگهڙيا ڪري ڪوتا رچڻ ۾ بيحد ڏکيائي محسوس ڪندا. پر ڪاريگر ته نالو آهي انهيءَ ڪلاڪار جو، جو مشڪل اوزارن سان سهڻا ساز ٺاهي سگهي. انهيءَ ڪري ڪامل سنڌي ڪوين اگهان اڌاس آهي ته هو صاحب دل جي سختي کي مالر ڪري سيڪڙات شاگردن جي دلجوئي ڪن ۽ رھبريءَ جو همت ڏکيري گهڻي ۾ گهڻا سنڌي شاعر پيدا ڪري پنهنجي ڀاشا کي اهن پاشالن وانگر مالامال ڪري انهيءَ ڏس ۾ به سنڌيءَ جو شان بلند ڪن.

ٿالي جي موسم ۾ مون ۾ ١٩٢١ع ڌاري هن ڪراست جي رچنا جو خيال پيدا ڪيو ۽ انجي يادگيري منهنجي خيال کي هستي ۾ خشيندي لاوڻت ڏيندي آئي! "مان به ته تلسيداس ٿي آهيان. مول رامائڻ جو سنڌي ڪوتا ۾ ترجمو ڪري سگهان ٿو." انهيءَ خيال کي عملي جامو پهرائڻ جي تاڙ لڪڻ ۽ ڏينهن ڏٺي ئي منهنجو روزانو ڪرتوبه ٿي پيو! هيئنر جڏهن موزون موقعو مليو آهي ۽ سنگترن جي دبائنا جو ڪڪر وسيو آهي ۽ گهرو جيون جي پنڌن کان سمتر شيام آجو ڪيو آهي تڏهن هيءُ ٿي سيوا پڙهندڙ مترن ۽ شرڌالو ۽ رام ڀڳت سڄڻن اڳيان پيش ڪري سگهيو آهيان. آشا آهي ته ڪوتا جي کٽتاين ۽ خيالن جي اوڻاين يا اڻٺڻ ٽڻن جي سڪمن ڪوتاهين کي هڪ پاسي رکي وڏو ٻر ڀڳتيءَ جي نظر رکي

هن تيج سيوڪ کي بہ انايا س پوڄيہ پاد، تيرت سروپ، پرمهنس گرو ديو پرمانند چداڪاشي جن جي پنيت آشرم پشڪر راج ۾ شرناگتي پراپت ٿي. پاٺڪي ڀاڳيوان سمجهي هي تيج هرديہ جا ڪُسم، اُن آدي مڪتي نات مهاديوءَ ڀڳوتي پاروتيءَ جي چرنن ۾ ڀيٽ رکي اِهائي آشيرواد ٿو پنان تہ:

”تيرا تجهہ ڪو سونپ کي، ڪيا لاڳي هئي مور؟
ميرا مجهہ ۾ ڪجهہ نهين، جو ڪجهہ هئي تور.“

شال واٽي ۽ جيون سڦل ٿئي، اها ئي آراڌنا ٿو ڪريان.

پوڪا جو پوڳہ پاڻ کان اڳہ پڙهندڙ مترن اڳيان هڪ ضروري ارداس ٿو ڪريان تہ دوها يا چوپايون سر اچارڻ کان اڳہ هڪ دفعو دل ۾ پڙهجي ۽ وزن سان ڳائي ڏسن. چوپاين ۽ دوهن جي ڳائڻ ۾ ڪجهہ ڪلا جي ضرورت آهي. ڪوشش ڪئي ويئي آهي تہ جيئن هرڪو ڀاءُ يا ڀيڻ سولائيءَ سان اهي اچاري سگهي ۽ انهن جو لطف ماڻي سگهي.

ڪهڙن ڪهڙن مها پرشن جا هٿ احسان مڃيان؟ سيني سڄڻ جي آشيرواد ۽ شڀ اڇائن کي ياد ڪندي اکين مان لڙڪ ٿا لڙن. هيءُ پستڪ سيني جي آشيرواد جو ئي ڦل آهي. شرومڻي ١٠٨ سوامي گڻيش داس صاحب ساڌ ٻيلا تيرٿ بمبئي، ١٠٨ سوامي هريداس صاحب مهنت ڪت وارا صاحب، سوامي اونڪار آنند سنت جيوڻ لال صاحب، سائين پيسورام صاحب، شري هرومل صاحب سدارنگاڻي، شري جيرامداس صاحب دولترام، سيٺ پرسرام ٻارومل صاحب، شري ناگراڻي صاحب پريزيڊنٽ سنڌي ٻوليءَ ۽ ساهتيہ سڀا اڪل ڀارت، ڪماري پوپٽي ڀيڻ هيرانندا ڻي، شري ڏرمداس صاحب ڪتري پرنسپال سنڌ ماڊل هاءِ سڪول، شري نارائڻ شيام، شري گوردڌن محبوباڻي، شري ديال آشا، شري ديوي داس صاحب ۽ ٻين انيڪ سڄڻ جو ٿورائتو آهيان ۽ ٿورائتو آهيان انهن، اڳيان ڏنل فوٽي وارن صاحبن جو جن اڳوات هڪ سؤ (هرهڪ) ڪاپين جو آرڊر ڏيئي پستڪ ڇپائڻ جي مون ۾ همت پيدا ڪئي آهي. شري پرسرام صاحب مسند ۽ هريرام صاحب جن بہ اُپڪار ڪري مونکي نوازيو آهي.

آءٌ ڀاءُ ڪوتورام صاحب بولاڻيءَ جي احسان کي نہ ڀلائي ٿي ڪين سگهندس، جنهن صاحب نشڪام ڀاو سان پروف جاچڻ ڀاڻ تي هموار ڪيو ۽ شري ڪنيالال ڪرنا، شري ميلارام واسواڻي ۽ سنڌر پريس جي ڪم ڪندڙن ڪيرون لڱڻيون جن وقت سر بيا ڪم پاسيرا رکي، هيءُ ڪم اڳرائيءَ ۾ آڻي پورو ڪيو آهي.

(ڀسوي) تلسيو-ر-تلريجا (چدا ڪاشي سيوڪ)

گرنٿ جو اڀياس ڪيو ويندو. انهيءَ ڪري ارداس آهي ته پڙهندڙ مترَ سڄڻ ٽيڪا ٽپڻيءَ جا خيال ترڪ ڪري انهيءَ پس نظر پستڪ کي پڙهندا ته اوس لاڀ ٿي ٿيندو. مون ته رڳو پنهنجيءَ دل کي خوش ڪيو آهي. ڪنهن ٻئي اوڻائيءَ ڏانهن منهنجو ڌيان ڇڪائڻ بدران جيڪڏهن پڙهندڙ متر انجون غلطيون سڌاري جيئن نيڪ نظر اچين ۽ برابر سمجهن ليئن پڙهندا ته سندن گهڻو اپڪار هن داس تي ٿيندو.

آءٌ پاڻ ٿي تو سمجهان ته هن رچنا جي رچڻ يا ڪرڻ ناهڻ ۾ گهڻيءَ خبرداريءَ جي باوجود ضرور ڪي اوڻايون رهجي ويون هونديون. مونکان جيتري قدر ٿي سگهيو آهي اوتري قدر مهاڪوي گوسائين تلسيداس جي خيالن کي پرگهٽ ڪيو آهي جيڪڏهن انهن ڪندي ڪي ڀلون چوڪون ٿيون آهن ته اها منهنجي ئي ڪم عقليءَ ۽ اڻڄاڻائيءَ ڪري ۽ اها اڻڄاڻائي ضرور معافي لائق ۽ درگذر ڪرڻ جهڙي آهي جا پڙهندڙ صاحب ۽ قدردان سڄڻ ضرور عنايت ڪندا.

گوسوامي تلسيداس گرو ڀڳتيءَ ۽ شردا جو ته مجسم ئي هو ۽ هن صاحب انهي گرو ڀڳتيءَ کي هن پستڪ ۾ پوريءَ طرح پرگهٽ ڪيو آهي. آءٌ سندس ڀگرکي (جتيءَ) ۾ پير پائڻ لائق ته آهيان ئي ڪين پر ته به پنهنجي ستگرون جي چرن ڪملن ۾ پوري شردا ڏيکارڻ پنهنجو پهريون فرض ٿو سمجهان ۽ سندن ڪرپا سان ئي هيءَ ننڍي رچنا پڙهندڙ مترن اڳيان پيش ڪري سگهيو آهيان.

چون ٿا ته رام نوميءَ جي ڏينهن چاريئي 'وند ڀڳوان' منش جو روپ ڌاري رام جنم اُتسو ڏسڻ لاءِ ايوڌيا ۾ پڌارجندا آهن ۽ جنهن منش جا ڀاڳ ڀلا هوندا آهن تنکي ئي سندن درشن پراپت ٿيندو آهي. هن ننڍي ليکڪ جو خيال اهو ئي هو ته ايوڌيا وڃي هيءَ رچنا ڪاريه ڪريان ۽ رام نوميءَ جي ڏڻ اُن ڏينهن جو شبي آرنڀ ڪريان. پر ڪن مجبورين ڪري ائين ٿي نه سگهيو ۽ ڪتياڻ (سوراشٽر) ۾ رهي رچنا شروع ڪيم جنهن ۾ مکيه فرض سپتري ڪنتيءَ ادا ڪيو جنهن جو نهايت ٿورائتو آهيان. رچنا آرنڀ ڪرڻ کان جلد ئي پوءِ چداڪاشي گدي نشين ٿئين گروءَ سوامي چيتن آنند چداڪاشي جن ليکڪ کي آشيرواد سان گڏ ڪرپا پتر ۾ آگيا ڪئي ته ستگروءَ ديو سوامي پرمانند چداڪاشي ويدانت آشرم پنچ ڪنڊ پشڪر (اجمير) ۾ رهي اهو ڪاريه ڪريان. پر اهو نه هيئنڙو ٿي نه سگهيو. چو جو گرنٿ رچنا جو آرنڀ اڳ ئي ٿي چڪو هو.

پشڪر راج جو پرمهنس سوامي پرمانند چداڪاشي آشرم اهو آشرم آهي

۽ ايوڌيا ڪاله جي ڪاشي برابر آهي ۽ جيڪي ماڻهو راجاپور وڃن ٿا سي انهيءَ ڪاشيءَ جو درشن ضرور ڪن ٿا. ليکڪ کي به ان ڪاشيءَ جي درشن ڪرڻ جو سڀاڳ پراپت آهي.

سنبت سورهه سؤ اِڪتيسا ڪرون ڪٿا هر پد ڌر سيسا.
نومي ڀوم وار مڌ ماسا اوڌ پُري رهه چرتر پرڪاسا.

هن چوپائيءَ مان رامايڻ لکڻ جي شروعات ٿيڻ جي تاريخ جو پتو ته پوي ٿو پر انجي سماپتيءَ جي تاريخ جي خبر نٿي پوي. ايوڌيا ۾ رهي گوسائين تلسيداس رامايڻ جو پورايون اڌ لکيو پوءِ اتي مخالفت ٿيڻ ڪري هو ايوڌيا ڇڏي ڪاشيءَ هليو ويو. اهڙيءَ طرح رامايڻ جي رچنا جدا جدا هنڌن ۽ جدا جدا وقتن تي ٿي هئي. گوسائين تيرٿن جي ياترا پڻ ڪئي هئي ۽ سواءِ هڪ ٻن دفعن جي هو ڪڏهن به بيمار نه ٿيو. انهيءَ مان ظاهر آهي ته سندس تندرستي سالم ۽ تمام سٺي هئي. سندس قد، روپ ۽ رنگ وغيره جي ڄاڻڻ لاءِ ڪوبه پڪو ثبوت نٿو ملي! چترن کي ته سندس هوبهو شڪل مڃڻ نه گهرجي! ڇو جو چتر آهي چترڪار جي رچي ۽ پرڪاشڪ جي اڇا جو خاڪو.

تلسيداس پڪو رام ڀڳت هو پر هنومان جيءَ کي به پنهنجو اشٽ ديوتا ڪري مڃيندو هو ۽ ڏکئي وقت ۾ سندس سمرڻ ڪري مشڪلات کان ڇوٽڪارو حاصل ڪندو هو. سندس سڀاءُ بلڪل سڌو ۽ سادو هو. بحث مباحثي ۾ ڪڏهن به نه پوندو هو. واد وواد جي موقعن تي سدائين شانتيءَ سان ٽاري ڇڏيندو هو. هو دکين ۽ ڏينهن تي به بيحد ديا ڪندو هو. هڪ دفعي ته هڪ رام نام جپيندڙ خونيءَ سان گڏ ڀوڄن ڪري ڪيس انهيءَ تهمت کان آجو ڪيائين. اهي سڀ ڳالهيون سندس اعليٰ چرتر ۽ پوتر جيونيءَ تي روشني وجهن ٿيون. ڇا، اها گهٽ فخر جي ڳالهه آهي جو هيڏو وڏو، نامارو ۽ لوڪ پريه گرنٿ لکڻ کان پوءِ به، ڪيس اڀمان ڇهي نه سگهيو. رامايڻ کان سواءِ ونيه پتريڪا، ڪوتاولي رامايڻ، گيتاولي رامايڻ، ڇنداولي رامايڻ وغيره ٻه ڊزن کن گرنٿ سندس رچيل ڇپيا وڃن ٿا. ڪوتاولي رامايڻ ۾ هن خطرناڪ وبا جو ذڪر ڪيل آهي. اهو ڏسي انومان ڪيو ٿو وڃي ته گوسوامي تلسيداس کي ٻانهن جي سور به انهيءَ ٽاڪي ستايو هو. ڇرندا آهن ته اها بيماري گهڻو وقت نه هلندي آهي. ليڪن گوسائين تلسيداس کي انهيءَ ڪافي ڏينهن تائين تنگ ڪيو هو ۽ انهيءَ درد کان ڇٽڻ لاءِ هن هنومان

ڪونه ٻه ترجمو اچا تائين نه ٿيو آهي، اِها ڏک جي وارتا چئجي! سرڳواسي شري روچيرام صاحب سنڌيءَ هڪ ننڍڙو رامائڻ ڪونه ٻه رچيو هو. ٻر انهيءَ ۾ مول رامائڻ جي وچ گهٽوٽي واچو هو! اهو رامائڻ دوهن ۾ چوپاين ۾ نه هو. انهيءَ هوندي به هن صاحب جو سنڌيءَ ٻوليءَ لاءِ ڪيل اُپڪار وسارڻ جهڙو نه آهي.

هيءُ گرنٿ اوڙي مول رامائڻ جو اکر به اکر ترجمو نه آهي پر تنهن به سڀ مول خيال اُهي دوهن ۾ چوپاين، ڇندن ۽ سورٺن جي روپ ۾ جيئن جو تيئن ٻڌو سنڌيءَ ڀاشا ۾ سمايل آهن ۽ پڻ انهن ۾ سهارو وٺي رچنا ڪئي ويئي آهي. مول گرنٿ جي مايه مان ڪي دوها ۽ چوپايون وغيره ترجمي هيٺ نه آندا ويا آهن ته جيئن ڪنهن به ڌارمڪ يا تنگ عقيدي وارو ماڻهو به ڪيس شرڌا سان پڙهي ٻڌي سگهي ڪي ڪچ اهڙي عادت وارو انسان به انهيءَ اُچتا ۾ شنڪا آڻي نه سگهي.

ڪليءَ طرح قبول ڪندي مونکي لڄ اصل ڪانه ٿي ٿئي ته مهڙو مها ڪٺن ڪار، مون جهڙي جيتامڙي جيءُ جي شڪتيءَ کان گهڻو، بلڪل گهڻو مٿي آهي ۽ سو به وري جاڻي ٻجهي مون پاڻ تي هموار ڪيو آهي. ڇو؟ اِها ته خود مون کي به خبر ڪانهي!

ناهه ڪا لياقت ڪويءَ هجڻ جي ناهه ڪا اهڙي وديا ملي
ناهه ڪيو ڪو ست‌سنگ ايڏو جنهن ڪارڻ نه ٻڌي کُلي.
گر ڪرپا بس آهه سهارو بخشي جنهن آ همت دلي،
داسي، ناؤ سهي سؤ لهريون پيؤ ساگر کان پار هلي!

شايد پستڪ تمام وڏو آهي ۽ انهي پورنتا خاطر تمام گهڻو ڪشٽ سهڻو پيو ها ۽ پڻ وقت به ڪافي ئي لڳي وڃي ها ۽ وري اپراسو؟ تنهنڪري شايد ڪنهن به سنڌي ڪويءَ صاحب اِهو ڪار، همت ٻر نه ڪيو! اڄ‌ڪي خيالي 'پنج پڃان' واري خيالي آهي ۽ هرڪنهن جو همت واته ڏي ٿي وربل آهي ۽ ويتر ماڊرن زماني ۾ شيون وستون ته ماڊرن ڪپن ٻر گيت ۽ ڪهاڻيون، افسانا ۽ غزل به ٻرٻر پيا ٻرء وارا ۽ ماڊرن فيشن سان نهڪندڙ هجن! اڄ دنيا مٿان ٻرٻر ٿي راڄ ڪري رهيو آهي ۽ جوانڙن ۽ جوانڙين کي اهي ڳالهيون ڪن جن ۾ ٻرٻر جي ڇب هجي! هر گليءَ ڪوچي ۾ راند ڪندڙ ٻارن جي مک مان به 'پيار ڪيا تو چوري نهين ڪي'، يا 'ميرا محبوب آيا هيءَ' جا گانا ٻڌڻ ۾ ابندا ۽ نڪي

ٻاڌڪ جي رچنا ڪئي هئي. ڪن ماڻهن جو رايو آهي ته انهيءَ ساڳيءَ ٻيڙا جي ٻيهر ٽيڪ ڪري ٩٠ ورهين جي ڄمار ۾ ڪونا روپي غنچه جو گيمندڙ سرسبز درخت هن دنيوي چمن کي اُجڙ ڪري نندن بن جي سندرتا کي دوبالا ڪرڻ لاءِ ديو لوڪ هليو ويو. انهيءَ ٻاري ۾ هيٺيون شلوڪ بلڪل مشهور آهي:-

سنبت سولهه سؤ اسي، اَسي گنگ ڪي تير

ساون شڪلا سپتمي، تلسي تجيو شرير.

چون ٿا ته ٻپاڙيءَ ۾ هيٺيون دوهو اُچاري شاعري مئخانه جي چمن جو روشن ستارو غروب ۾ غائب ٿي ويو؛ ڪيس شوڪ جي ساگر ۾ هميشه جي لاءِ ڦٽو ڪري ويو.

رام نام جَس ورن ڪي پيو چهت اب مؤن

تلسي ڪي مک ديجيءَ تاسي اَپهين سؤن.

ليسري تلسيو تلريجا (چداڪاشي سيوڪ)

١٨ اپريل ١٩٦٧ع،

ڪتيانا (سوراشترا).

---

سان پڙهيل هجي ها ته هوند ڪيس اهڙي امر ڪيرتي پراپت نه ٿئي ها ۽ ڪاڄڪم جي ڪڙڪڻي جهڙن ننڍڙن ڪانئرن شاعرن جي ڪن پل واري ڊمڪ چمڪ سندس ڪيرتيءَ کي ڦڪو بڻائي ڇڏي ها. جيئن جيئن ڪوتا پڙهڻ ۽ انکي وڌيڪ سمجهڻ جي پوڄه وڌي رهي آهي تيئن تيئن ڪوتا رچڻ جي خواهشمندن جو تعداد پڻ وڌي رهيو آهي! هنن سٽن جي ليکڪ کي چڱيءَ طرح معلوم آهي ته فقط گوسوامي تلسيداس جي وچن امرت پان ڪرڻ لاءِ ڪيترائي گجراتي ۽ مدراسي، بنگالي ۽ مرهٽا ودوان هندي سکن ٿا ۽ من مانيو لاڀ حاصل ڪري ڪرتارٿ ٿين ٿا. اهو ته سڀيئي ڄاڻن ٿا ته رامايڻ جا ڪيترائي ترجما سٽن سمنڊن جي پار رهندڙ يورپي ماڻهن به ڪيا آهن ۽ اڃا به ٿي رهيا آهن. مڌيه پرديش جي هڪ مرهٽي جج تلسي ڪرت رامايڻ جو مرهٽي ڀاشا ۾ ترجمو ڪيو آهي. جنهنکي مرهٽي جي ڄاڻندڙن گهڻي قدر ۽ التماس سان اپنايو آهي. بهار پرانت جي گهٽوار زميندارن جي رامايڻ لاءِ سِڪ ۽ چِڪ ڏسي هڪ بنگالي ليکڪ لکيو آهي ته: "سون ورهيه اڳ، ڪوي تلسيداس سرجوءَ نديءَ جي ڪناري تي جا مُرلي ويٺي وڄائي هئي تنهنجو آلاپ ڀارت جي نر نارين جي ڪنن ۾ اڄ به گونجي رهيو آهي."

قديم ايوڌيا، پياري ۽ رمڻيڪ ايوڌيا کي مسلم بادشاهن جي اتياچارن نيست و نابود ڪري ڇڏيو آهي ۽ اها پنهنجون نماڻيون اکيون کڻي اڄ تائين اڀڻين اوڄ کي نهاري رهي آهي، پر هندو سماج جي دل ۾ رامايڻ واري اها سائي ايوڌيا نئين نئين روپ ۾ الڪل لمبي عرصي کان قائم آهي. سدائين ۾ جيستائين هندو جاتي جو وجود رهندو ۽ اهو وجود دنيا جي خالي سان گڏ ٿي ختم ٿيندو، تيستائين ان جي دل تان رامايڻ جو پڀاءُ هرگز نه مٽجندو نه مٽجندو.

سنياسي ٿيڻ کان گوسائين تلسيداس متر، برندابن، ڪاشي، پرياگ، ڪرڪيتر جگنناٿ پوري ۽ چترڪوٽ گهمندو رهيو پر ايوڌيا سان سندس خاص قرب هو انهيءَ ڪري اتي گهڻو زياده رهندو هو. سندس مکيه نواس استان ڪاشي هو. ڪاشيءَ ۾ اسي، گوپال مندر، پرهلاد گهاٽ، تکو وغيره استانن تي سندس ياد تازي ڪندڙ نشان اڃا به هستيءَ ۾ آهن. ايوڌيا ۾ به هڪ هنڌ سنگمرمر جو بوتو بيٺل آهي. هو هڪ ڀيرو لکنؤ به ويو هو ۽ اتان وري مليح آباد ويو هو. اتي جا رهاڪو چون ٿا ته تلسيداس ايوڌيا ڪانڊ پورو ڪري هڪڙي ڀت کي ڏيئي ويو هو ۽ اها ڪاپي اڃا به مهنت جمارڏن وٽ موجود آهي. پر عام ماڻهو انکي گوسائين تلسيداس جي هٿ لکيل ڪاپي مڃڻ ۾ شڪ آڻين ٿا. البت راجاپور

پيارا! اسين سمجھون ٿا تہ ٿوري ھو ايڪت مول جي چولين چرڻ ۾ جالو ٿي ھجي ۽ اھڙا پٿر دل ماتا پتا ڪين ليندا جيڪي 'جالر ٽشر لتر پرليجيت' تي اکر بہ اکر عمل ڪندا. ماتا جي مورتي ماتا، سرير ۾ ساھ ھوندي پنھنجي پيٽ جائي ٻار کي ڪڏھن پنھنجي گود کان پري ڪري سگھي ٿي؟ جيڪڏھن پيار جو ساگر پڳوان ماتا جي ھردي کي اھڙو ماتا سان ڀريو آھي ۽ ان کي ڪومل نہ بنائي ھا تہ سنسار جو ھي سرسبز گلشن ڪڏھوڪو اجڙي ويو ھا! لٿھڪانسواءِ جڏھن ٻڪيہ ماتا جي ڪُک مان گوسوامي تلسيداس جھڙي پڳت شرومڻيءَ ۽ اعليٰ ڪويءَ جنم ورتو، ان جي ھردي کي ريگستان وانگر بلڪل اوس ۽ خشڪ سمجھڻ ڪومل ھردي، ڪري يا ليڪڪ کي ڪيئن ٿو سونھين؟ سمجھڻ ۾ ائين ٿو اچي تہ سندس ماتا پتا سندس ٻالپڻ ۾ ئي سرڳواس ٿي ويا ھئا.

ٻنا ماءُ پيءُ جي ٻالڪ جي جھڙي تعليم ۽ تربيت ٿئي ٿي، تلسيداس جي بہ انکان وڌيڪ نہ ٿي ھوندي. ڇو؟ ڇاڪاڻ جو سندس ڪو سنڀاليندڙ ڪونہ ھو. مھاتما نرسنگ داس وٽ پنھنجو ٻالپڻ وتيت ڪيو ۽ ان صاحب وٽ ٿوري گھڻي وديا پڙھي. ھن ڪيترائي دفعا مھاتما نرسنگ داس جي مُکِ مان رام ڪٿا ٻڌي.

"مَيُن پُن نج گُرسن سُني ڪٿاس سو ڪر کيت،
سمجھي نھين تِس ٻالپڻ تب اتي رھيو اچيت."

ڀڳتيءَ ساگر جي مست لھرين ۾ گھير جي ان مھاتما کان ئي ھن رام منتر حاصل ڪيو. ان وقت ھو وئراڳي تلسيداس نہ ٻر برھمچاري تلسيداس ھو. ھن پوءِ ائين گرھست ۾ پرويش ڪري پوءِ ئي سنياس اختيار ڪيو. جيڪي ماتُھر آشرمن جي سلسلي موجب نہ ھلي، ھڪدم سنياس ۾ داخل ٿين ٿا تعني ٻرڙليءَ جو گيان حاصل ڪرڻ ٻنا ئي ٿورليءَ جو سنسار وڃائين ٿا اھي اڪثري وڏي مونجھاري ۾ پئجي ٿا ٿڙن ٿاٻڙن ٿا. ھڪدم برھمچري مان سنياس ۾ ٽپڻ پنھنجو ڪر اڏي ۽ ڌرم نباھي امر ٿڄڻ وارا ھن سنسار ۾ ٿيا ٿي ڪيترا آھن؟ ۽ جن ائين ڪيو آھي ۽ امر پد پراپت ڪيو آھي سي تہ قدرتي شڪتين جا مالڪ ھئا! ھڪ ٻيو دليل، جو گوسائين تلسيداس کي گرھستي ثابت ڪري ٿو سو اھو جو ھن پنھنجي ڪوتا ۾ استريءَ جي جدٻاتن، ادائن، ڪل چرچي ۽ ٻول چال جو ڄڻ زندہ مثال ڏنو ۽ چٽو چٽيو آھي اھڙو چٽر ڪرڻ آزمودگار گرھستيءَ ۽ جدٻاتي ڪويءَ کانسواءِ ٻيو ڪنھن جو ڪم

# مختصر جيون

## گوسوامي تلسيداس مهاراج



گوسوامي تلسيداس مهاراج

**ڀارت** جي ڪيترن ئي پراچين ڪوين يا ليکڪ پنهنجي رچيل گرنٿ ۾ پنهنجي جيون بابت نه ڪجهه نه لکيو آهي ۽ مرڳو پنهنجي پوري واقفيت به ڪانه ڏني آهي! ڇا مهامني وياس، ڇا رشي والميڪ ڇا مهاڪوي ڪاليداس، ڇا ڪوي ماگهه ۽ ٻين پنهنجي لاجواب، ملوڪي ۽ اوچي پد رچنا جهڙي مهاسمنڊ ۾ رمڻيڪ ڪٿيا ۾ ڇڻ ته لڪا ويٺا آهن! جڏهن ڀارت جي انهن مهارٿين به پنهنجي سنبنڌ ۾ ڪجهه به ڪين لکيو آهي تڏهن ڀلا ”ڀاشا پدمت مور مت ٿوري“ جي اچارڻ واري ڪوي تلسيداس وري پنهنجي جيون بابت ڪيئن بيان ڪيو هوندو؟

**ڀارت** ورش جي اڪمال فنڪارن هر ڪلا ۾ پنهنجي ڀورن لڳنا ۽ شخصي عزت کي بلڪل لڪائي ڇڏيو آهي. ڪيترن ئي کوجنائن ڪرڻ بعد به سندن باري ۾ ڪجهه معلوم نٿو ٿئي. کوج ڪرڻ وارا انهن اعليٰ فنڪارن جي باري ۾ صرف انومان جي آڌار تي حاصل ڪيل حقيقتن کي ئي سچو سمجهي انتي قناعت ڪن ٿا. انهيءَ جو اهو مطلب نه آهي ته ڀارت جا اهي اعليٰ ساهتيڪار جيون چرتر چٽڻ جي ڪلا کان بلڪل اڻڄاڻ هئا. در حقيقت نهنانيءَ سبب انهن پنهنجي جيونيءَ کي ظاهر ڪرڻ لائق ئي نٿي سمجهيو! اهي نه هميشه ڦل جي ڪامنا کي تياڳي فقط ساهتيه سادنا کي فرض سمجهي انهيءَ ڌنيءَ ۾ مست رهندا هئا.

**مهاڪوي** تلسيداس جو رامائڻ، جو غريب جي جهوپڙيءَ کان وٺي راجائي محل تائين پهتل آهي ۽ جنهنجي مهانتا ۽ پورنتا کي ودوان لوڪ جاهل اسوڪ بخوبي سمجهن ٿا ۽ ڀڻ داد ڏين ٿا، تنهن جو مصنف ڪير هو، اهو ڪڏهن پيدا

# مختصر جيون

## گوسوامي تلسيداس مهاراج


گوسوامي تلسيداس مهاراج

ڀارت جي ڪنهن به پراچين ڪويءَ يا ليکڪ پنهنجي رچيل گرنٿ ۾ پنهنجي جيون بابت ڪجهه نه لکيو آهي ۽ مرڳو پنهنجي پوري واقفيت به ڪانه ڏني آهي! ڇا مهامني وياس، ڇا رشي والميڪ ڇا مهاڪوي ڪاليداس، ڇا ڪوي ماگهه ۽ سيٺي پنهنجي لاجواب، سلوڻي ۽ لوڪ پريه رچنا جي مهاسمنڊ ۾ رمڻيڪ ڪٿيا ۾ ڄڻ ته لڪا ويٺا آهن! جڏهن ڀارت جي اهڙن مهارشين به پنهنجي سنبنڌ ۾ ڪجهه به ڪين لکيو آهي تڏهن ڀلا "ڀاشا ڀڻت مور مت ٿوري" جي اچارڻ واري ڪوي تلسيداس وري پنهنجي جيون بابت ڪيئن بيان ڪيو هوندو؟

ڀارت ورش جي باڪمال فنڪارن هر هڪ ڪلا ۾ پنهنجي پورن لياقتن ۽ شخصي عظمت کي بلڪل لڪائي ڇڏيو آهي. ڪيترن ئي کوجنائن ڪرڻ بعد به سندن باري ۾ ڪجهه معلوم نٿو ٿئي. کوج ڪرڻ وارا اهڙن اعليٰ فنڪارن جي باري ۾ صرف انومان جي آڌار تي حاصل ڪيل حقيقتن کي ئي سچو سمجهي انهيءَ تي قناعت ڪن ٿا. انهيءَ جو اهو مطلب نه آهي ته ڀارت جا اهي اعليٰ ساهتيڪار جيون چرتر چٽڻ جي ڪلا کان بلڪل اڻڄاڻ هئا. در حقيقت نهٺائيءَ سبب اهڙن پنهنجي جيونيءَ کي ظاهر ڪرڻ لائق ئي نٿي سمجهيو آهي ۽ هميشه ڦل جي ڪامنا کي تياڳي فقط ساهتيه ساڌنا کي فرض سمجهي انهيءَ ڌنيءَ ۾ مست رهندا هئا.

مهاڪوي تلسيداس جو رامائڻ، جو غريب جي جهوپڙيءَ کان وٺي راجائي محل تائين پهتل آهي ۽ جنهنجي مهانتا ۽ پورنتا کي ودوان توڙي جاهل لوڪ بخوبي سمجهن ٿا ۽ ان جي داد ڏين ٿا، تنهن جو مصنف ڪير هو، اهو ڪڏهن پيدا




ٿئي اُهو جيئن رام اچا ڪاج ٿيڻ ۾ دير مگر آ.
پنهنجو ڪم ڀڳوان حوالي ڪر. ڪم پوري ٿيڻ ۾ شڪ آهي.




پرشن سندر ٿوئي ڪيو وڃهن ويو ڪم سڌ ٿيو.
سوال سٺو آهي. ڪارج ضرور پورو ٿيندو.




شترو متر ٿري بس ٿئي. آئر برائي ڪين ڪري.
سوال اُتم آهي. شترن جو ناس ضرور ٿيندو.




ٽڪڙ نہ ڪراي متر اجائي شڪ ٿيڻ ۾ ڪجهہ ڪنئائي.
ڪم ٿيڻ ۾ گهڻو شڪ آهي. اُدم ڇالو رک. ڦل وچولو آهي.




سڦل منورٿ ٿنهنجا ٿـين ڏن نيڪي رام لڇڻ ڏين.
سڀ ٿي مطلب پورا ٿيندا. ڏن ملندو. ڦل تمام پوتر آهي.



# شري رام شلاڪا پرشن



شري گٽپتيءَ جوڌيان ڪر رام سييم چمت لاءِ
سوال جواب جـي چوپئي ٥ن گهرندو ڦل پاءِ

| | | | | | | | | | | | | | | |
|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|---|
| ش | ئي | سِ | ر | ب | ڏ | س | ٽ | ش | ٻر | ٽ | وَ | ٻُو | ٻرْ | ب |
| اڻ | م | يم | ل | ڙ | ر | ن | أ | و | ی | س | س | ق | ڪ | ٽ |
| نو | ڪَ | م | ن | حم | ٿا | ٽِ | ر | هُو | مَ | نہ | و | سُ | هو | ڏا |
| ر | ٻن | حم | ٿ | ڪ | س | ر | ر | تر | د | ئہ | س | نہ | ي | ن |
| ن | آ | آ | ٽ | م | ري | ٽ | را | ن | ئی | ر | تيہ | ٿ | اي | ق |
| حا | آ | سر | ئي | ا | سُن | با | رن | سی | هِن | تر | ب | و | م | ڪ |
| ٻو | ڪا | ب | ڪا | ڪا | ٻُو | ٿ | حا | ٽ | ڪ | چا | ک | هي | پ | س |
| ٻيہ | ر | ٻو | ن | ب | آ | و | ر | ٻو | ل | ڃ | ر | ی | ئہ | ئي |
| ن | ڪ | ر | ن | ٽ | ر | م | ک | ن | ڏ | ش | ٽ | گهہ | ڄ | ڪا |
| ی | ڻ | ا | ئہ | د | را | ن | ٿ | ٻُ | و | ب | ڄ | ڄ | ر | م |
| دا | پ | ن | ڪ | ڻ | ئہ | و | ڄ | ن | ين | ب | دو | ي | پ | را |
| را | ڪ | ڪ | م | ی | ا | ن | ڻ | ڪَ | ي | ڄ | ی | ڪ | د | ڄ |
| ڏ | م | ا | ڙ | ش | جہ | م | هہ | ی | س | ر | ڇي | و | ڪو | ري |
| ا | را | دي | چڻ | ٿ | ڪ | ٿ | گ | ٽ | ب | ل | گهہ | ل | ڪ | ن |
| ين | أی | ی | و | آ | يو | هی | ڄ | ش | ڏ | نا | ر | ي | ر | ڪ |

## سيٺ شري پرسرام پارومل (ڪڇ جو راجا) جي قلم مان:

منهنجي خوشيءَ جي حد نه رهي جڏهن پنهنجي جيون ۾ هڪڙو سندر ۽ آدرشي پستڪ "تلسي ڪرت رامائڻ" سنڌي ڪوتا ۾ لکيل شري تلسيداس- ر- تلريجا جو ڏٺيءَ محنت ۽ ڪشالي جو نتيجو منهنجي سامهون آيو. (پرسرام پوج پارومل)

* * * * *

## اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا

بمبئي.

جنوري ٤- سن ١٩٦٨ع

رام ڪٿا، هرهڪ ڀارتواسيءَ جي رڳ رڳ ۾ سمايل آهي. سيتا جو نالو ٻڌي هرهڪ هندو شرڌا ۽ عزت وچان جهڪندو آهي. جڏهن ٻه ڪا "آدرش نگر" ناري ڏيان ۾ آڻيون ٿا تڏهن اُنجو سمپورڻ روپ سيتا ۾ ڏسي پسون ٿا. مها ڪوي تلسيداس، رام ڪٿا ۾ اهڙو ته رس ڀريو جو اهو رس اسانجي خون سان گڏ وڳڏ لهرائڻ لڳو. رام ۽ سيتا اسانجي جيون جو انگ آهن.

اهڙيءَ وسيلي ڪٿا کي سنڌي ڪوتا ۾ آڻڻ سان آچاريه تلسيداس تلريجا نه فقط سنڌي ٻوليءَ ۽ سنڌين جي خدمت ڪئي آهي پر ڀارتيه سنسڪرتيءَ جي پڻ سيوا ڪئي آهي. سندس محنت، لگن ۽ رام ڀڳتي اسان لاءِ مثال آهن. ڪس هر طرح همٿائڻ گهرجي.

پروفيسر ناگراڻي
نئشنل ڪاليج باندرا ۽ پريزيڊنٽ
اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا.

پروفيسر پوپٽي هيراننداڻي
سيڪريٽري
اکل ڀارت سنڌي ٻولي ۽ ساهت سڀا.

* * * * *

برادرم تلسيداس- آر- تلريجا جيڪو رامائڻ پريس ۾ ڇپائي رهيو آهي تنهن جي اڌ ڪي ڇپيل ڪاپي ڏيکاريائين. ڪتاب ڏسي دل ٺري پئي. سڄو ڪتاب سنڌي ڪوتا ۾ ڇپجي رهيو آهي. وري اهو اُلٿو (ترجمو) نه پر تلسيداس ئي ڪيو آهي. جنهن صورت ۾ ڪتاب ڇپجي رهيو آهي ان صورت ۾ سڄو رامائڻ رواجي سمجهه واري کي به سمجهڻ ۾ ايندو. مان دليون جانيون سفارش ٿو ڪريان ته هڪڙو سندر ڪتاب هندو مائٽن جي گهر گهر ۾ هجڻ کپي. هي ڪتاب هر لئبرري ۽ هر گهر جي سونهن آهي. مان تلسيداس کي مبارڪون ٿو ڏيان جنهن

# چوپائي ڪيڻ جي ريت



جنهن اڇا جي انڪ تي آڱر پاڻ رکو

تنهنجي اڳتين انڪ کان اکر نؤ ڳڻيو

مٿين ڪوٺي جي ٢٢٥ اکرن مان جنهن ٻه اکر تي وڃيو، "شري رام" سمري آڱر رکو. پوءِ ڪاپي پاسي واري هڪ انڪ کان ساڄي پاسي نؤ انڪ ڳڻيندا هلو.



مٿيئن کي ئي مٿان رکو هيٺيئن لکو هيٺ

رام شلا ڪا سوال هي ملندو ڦل بس نيٺ.

اٿين ڳڻيندا، نائون اکر هڪٻئي پٺيان لکندا هلو. آخر ۾ پهچڻ ڪانپوءِ مٿان شروع ڪريو ۽ ڳڻيندا پهنجي پهرين اکر تائين پهچو. اهي اکر ملائيندا ته هيٺين چوپاين مان هڪ چوپائي لهي پوندي ۽ انجي هيٺان سوال جو مختصر جواب ملندو.



ٻڌ سبيه مؤن ستيه آسيس پؤريون ڪري مرادون جڳديش

سوال اُنم آهي. ڪارج ضرور سڌ ٿيندو.



پريپ سمري ڪر آرنپ ڪاج رک رديي پڻ ڪوشل راج

پڪوان رام جو سمرن ڪري ڪم شروع ڪر. سڌ ٿيندو. ڦل شب آهي.



پوري انت نہ ٿتي نباهي ڪال نيڙ جيئن راتوڻ داهي.

ويچار ڪيل ڪم سٺو نہ آهي. نتيجو نيٺ ڀڄڙو نڪرندو.

ڦل وچولو ملندو.



وس وڏاتا سُجن ڪُسنگ پيو ڪاج اُنم اڇي اتڪيو.

ڪوڙن جو سنگ ڇڏ. ڪار ۾ لنبا ۾ اپا ڏير آهي.

# چٽر سوچنا

ٻڌ اوستا هوندي ٻہ ٽن، مان ۽ ڏن سان ڪتاب ڇپائي سنڌي جاتيءَ جي سيوا ڪئي آهي.

بولچند وسومل راجپال

* * * * *

## ڪوين جي قلم مان

گوسوامي ڪوي تلسيداس جو هنديءَ ۾ رچيل "رامايڻ" ترجمو ڪيل سنڌي ٻوليءَ ۾ شري تلسيداس ٺاڪرجا جو اسان سرسري نظر مان ڪڍيو آهي. هن رچنا لاءِ شري ٺاڪرجا پنج مهينا ۽ سترنهن ڏينهن مؤن ورت رکي محنت ڪئي آهي. سندس محنت ساراهہ جوڳي آهي. ترجمي ڪرڻ ۾ شري ٺاڪرجا بيحد ڏيان کان ڪم ورتو آهي. هو ٻهو جيئين هنديءَ ۾ رامايڻ گوسوامي تلسيداس جو رچيل آهي ساڳئي نموني هن صاحب ٻہ ڪوتا ۾ ئي ترجمو ڪيو آهي. جڏهن ڪتاب پاڪن جي هٿن ۾ ايندو تہ ڪوبہ صاحب داد ڏيڻ کانسواءِ رهي نہ سگهندو. اهڙي محنت ۽ ڪشالو سيکڻهن کان ٽي نہ سگهندو.

آشا آهي تہ هر هڪ هندو ڀاءُ شري تلسيداس ٺاڪرجا جو آساهہ وڌائڻ لاءِ سندس محنت جو قدر ڪري ڪيس همٿائڻ ۾ وسان ڪين گهٽائيندو.

ڪوي ديال آشا — ڪوي ديوداس

پروفيسر چندي ٻائي ڪاليج (بمبئي) — هري دوار (يوپي)

* * * * *

"سڪل متانت ڪيول هر نام" ۾ نام ۾ من ڪٿي لڳي؟

ناميءَ جي ليلائن ۽ گڻن ڳائڻ سان. پرستن جو ڇوڻ آهي- ڳائيندو اهو جنهنکان پاڻ ڳارائيندو- آپ گوادي سو هر گڻ گاءِ

ڪروُتا سنڌو مريادا پرشوتم ڀڳوان رام جو ڪرپا پاتر ٻڻجي گوسوامي تلسيداس جن هندي ڀاشا ۾ شري رام چرت مانس" لکي لکها منش جي هرديہ ۾ رام نام جي ڇٽ ڇنڊي. هتي ٻُڌي ڀڳتيءَ جا سلا اُسري گهاٽا وڻ ٻڻيا. دنيوي زندگيءَ جي سخت اُنت ۾ تڏي منٽي ڇانو ميسر ٿي. ان تڏي ڇانو جو آنند ماڻيندي ساڳئي ٽالي واري اسانجي هڪ بزرگ ڪي اندر ۾ پنهنجن سنڌي ڀائرن سان ان آنند ونڊڻ جو خيال پيدا ٿيو. شري رام چرت مانس مها ڪاويہ جو سنڌي ڀاشا ۾ هي ڪوتا ۾ ترجمو سندس ان خيال جو عملي روپ آهي.

رام نام ڪلپ ورکش جي ڇايا حاصل ڪري سنڌي ڀاؤ پرمي وارن جون دليون ڪيس دعائون ڏينديون.

نارايڻ شيام — ١٨-٦-١٩٦٨ — گووردن محبوباڻي

# سچي ۽ نيڪ صلاح



مچو سچي ۽ نيڪ صلاح اِپ اُنهيءَ ۾ آهي اَثاهه
ڪنيا ڪي چاهيو ڏاج ڏيڻ ڏيو وني تلسي ڪرت رامائڻ



پنڪا، ريڊيو، سوٽ، بشرٽ،
ساڙهيون، باڊيون پڻ سڀ ڳهت
بڌو آدرشي نيت وڏايو تاسي جائي اِبن بچايو.



★ ★ ★

رهن جيستائين نديون ۽ پهاڙ،
چمڪن جيستائين آسمان ۾ تارا،
ارستائين روشن رهي منجهه سنسار
رامائڻ، جو ڳائي رام جو اسرار!
—واسواڻي

★ ★ ★

پيارا شري تلسيداس
اوهان جو ۹ تاريخ جو خط اچ پهتو.
پريس ۾ اوهان جو رامائڻ پيو ڇپبو هوندو. اهو ڪتاب سنڌي ٻولي ۾
املهه ڪري ليکيو. ايشور سکهه ڏيندو. شب اچانون
جئرامداس دولترام

# وشيہ سوچنا

آد گرو ديو



١٠٨ شري سوامي هيمراج صاحب چداڪاشي

ٻيون گرو ديو



١٠٨ شري سوامي پرمانند صاحب چداڪاشي

ٽيون گرو ديو



١٠٨ شري سوامي چيتن آنند صاحب چداڪاشي

شري گڻيشاءِ نمه

گوسوامي تلسيداس

ڪرت

# رامايڻ

سنڌي ڪوتا ۾

مختصر ارٿ ۽ سندر مورتن سان

ليکڪ

ڀڳسوي تلسيو. ر. ٽلريجا (چداڪاشي سيوڪ)

ڪٽيانا (سوراسٽر)

ڏفعو پهريون

ڪاپيون ۲۰۰۰

سال آڪٽوبر ۱۹٦۸

پيتا ۱۵ روپيه

حق واسطا قائم